# آخري پنا

(انساني رشتن جو دستاويز)

هري موٽواڻي "سنڌي"




سنڌي ساهت گهر- حيدرآباد، سنڌ.

١٩٩٧ع

ڪتاب جو نالو: آخري پنا
موضوع: آتم ڪهاڻي
ليکڪ: هري موٽواڻي "سنڌي"
ڇاپو پهريون: جنوري ۱۹۹۷ع (هند ۾)
ڇاپو ٻيو: (سنڌ ۾ پهريون- ڊسمبر ۱۹۹۷ع)
ڪيليگرافي: موهن لال مڪواڻا
ٽائيٽل ڊزائين: موتي لال
ڪمپوزنگ: ناز ڪمپيوٽر اڪيڊمي،
آفيس نمبر 18، سيڪنڊ فلور،
شيلٽر ڪينٽ شاپنگ مال
ڪينٽونمينٽ، حيدرآباد، سنڌ.
فون: 784350

قيمت: =/100
(هڪ سؤ روپيا فقط)

سنڌي ساهت گهر، ڪتاب نمبر (103)

**Aakhri Panna (An Autobiography)**

*By: Hari Motwani 'Sindhi'.*
*1st. Edition: January. 1997 (India)*
*2nd. Edition: Dec. 1997 (Sindh)*

*Published by: Naz Sanai.*

*Sindhi Sahat Ghar*
*Office No. 18, Second Floor Shelter Cantt.*
*Shopping Mall, Cantonment, Hyderabad Sindh.*
*Book No. 103,*
*Price Per Copy: Rs. 100/=*

ارپيان ٿو —
ٽن شهرن :

لاڙڪاڻي
هردوار
۽
بمبئيءَ کي

جن جو منهنجي زندگيءَ سان
اٽوٽ ناتو جڙيل آهي.

هري موٽواڻي 'سنڌي'

# فهرست

# ٻہ اکر

آسان جو هَري موٽواٽي ’سنڌي‘. جنهن کي اسان سنڌ سان بي پناهہ محبت ۽ پيار ڪرڻ واري حوالي سان سڃاڻندا آهيون. اُن جا ناول، ڪهاڻيون، سفرناما ۽ ڪونج رسالو پڙهي اُن جي خيالن ۽ سوچن کان واقف ٿيندا رهيا آهيون. هن جي سنڌ ۾ اچڻ تي، اسان اُن جي دل ۾ سنڌ ۽ سنڌين، ان جي ٻولي ۽ ادب سان محبتُ وارا جذبا. اکين سان ڏسي ۽ پسي سگهيا آهيون. اهو اسان جو هري، جنهن جو تخلص ’سنڌي‘ آهي، جنهن جي سڃاڻپ سنڌي آهي، اُهو پنهنجي هِن آتم ڪٿا ۾ اسان اڳيان انتهائي چٽائيءَ سان بيٺل آهي، جنهن جي هر پهلو، هر انداز ۽ زندگي جي هر ڪنيل صحيح ۽ غلط وک کي اسين ڏسي ۽ پڙهي سگهون ٿا.

آتم ڪٿائون هونئن بہ دلچسپ موضوع آهي، جنهن کي ماڻهو وڏي سوچ ۽ گهرائيءَ سان پڙهندو آهي ۽ اُن مان ڪي نتيجا اخذ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. آتم ڪٿائن مان هو ڪي واٽون جوڙڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، سچ تہ هڪڙي سُٺي آتمُ ڪٿا، هر پڙهندڙ لاءِ آسيس جو سبب بنجي سگهي ٿي ۽ هيءَ آتم ڪٿا تہ اڃا بہ وڌيڪ اثرائتي آهي جو اُها هڪڙي اهڙي ماڻهو جي ڪهاڻي آهي، جنهن پنهنجي آتم ڪٿا کي ’انساني رشتن جو دستاويز‘ سڏي، اُن ۾ انهن رشتن بابت مشاهدن کي اهڙي تہ انداز ۾ تحرير ڪيو آهي جو ڪٿي ڪٿي ماڻهو انهن رشتن جي ٽٽڻ تي پاڻ ٽُٽي ٿو پوي، ڪٿي وري کي رشتا ماڻهوءَ جي حوصلن ۽ ارادن کي اَڃا بہ وڌيڪ مضبوط ڪري ٿا ڇڏين. جو تہ هيءَ آتم ڪٿا خودُ هڪڙي اڏول ماڻهوءَ جي آتم ڪٿا آهي. جنهن زندگيءَ ۾، پنهنجن هٿان ڪيترا دفعا دوکا ۽ دولاب رَسندي بہ پاڻ کي ڪڏهن بہ بي حوصلو نہ ڪيو آهي ۽ زندگيءَ جي هر موڙ تي ناڪامين ۽ نامرادين ڪري دلشڪستو ٿيڻ نہ گهريو آهي ۽ هُن ڪنن ۽ گنڀير حالتن جو، ڏاڍي مڙسيءَ سان مقابلو ڪيو آهي. عجب ۽ ارمان تہ اُن تي ٿئي ٿو تہ انساني رشتن ۾ سڀ کان وڌيڪ ويساهہ رکندڙ، بار بار انهن رشتن هٿان ڏنگجي ٿو. ڦٽجي ۽ زخمجي ٿو ان هوندي بہ هو نا اُميد ناهي، نہ انساني رشتن مان، نہ انسانيت مان. هو هر سٽ ۾، هر جملي ۾ پُراميد آهي.

وشنو ڀاٽيا ڪتاب جي مهاڳ ۾ ’اُن بابت ڪيتريون ڳالهيون ڪري، هريءَ جو قد ڪاٺ، اسان اڳيان اڃا بہ وڏائي ڇڏيو آهي ۽ ان جي ڪيترين ئي خوبين ۽ خصلتن کان اسان کي واقف ڪيو آهي، جن ڳالهين ۾، اسان جو هري پاڻ شايد ميان منو نہ بنجي سگهي ها ۽ اسين ان جي ڪيترين ئي ڳالهين کان ڄاڻ نہ وٺي سگهون ها.

سچي آتم ڪٿا جنهن انداز ۾ لکيل آهي اسين ان کي پڙهڻ دوران ڪٿي بہ ورچي نہ ٿا ويهون ۽ اُن کي پڙهي پورو ڪرڻ ڪانسواءِ، اُن کي اڌ ۾ نہ ٿا ڇڏيون. هُن جي سچي آتم ڪٿا ۾ ’سنڌ‘ ۽ ’مذو‘ نمايان آهن ۽ ٻنهي کي هُن چاهيو آهي. ٻنهي کي سچي زندگي پيار ڪيو آهي ۽ اُن پيار جا ڪيترائي لمحا، ڪيترائي منظر، اُن جون ڪيتريون ئي سوچون ۽

خيال، اسان جون اکيون پڇائي تائين جڏين.

هيءُ آتم ڪٿا هڪ ماڻهوءَ جي آتم ڪهاڻي هوندي بہ، هڪ قوم، هڪ ٻوليءَ ان جي سچي ساهت جي ڪهاڻي آهي ۽ اسين ڪيتريون نيون ڳالهيون پڙهي سکهون ٿا. هڪ ماڻهوءَ جي ان سچي سفر جي ڪهاڻي آهي. انهن سمورن ڏکن ۽ ڏاکڙن جي ڪهاڻي آهي. جيڪي هن کي پنهنجي سفر دوران پلئہ پيا.

هري لکي ٿو تہ:

"زندگيءَ ۾ الائي تہ ڪيتريون ياترائون ڪرڻيون ٿيون پون. هڪڙيون ياترائون ٻاهر جون آهن. ٻيون ياترائون من-اندر جون آهن. ٻئي وسيع دنيائون آهن. نہ اندرينءَ دنيا جو سفر ٿو پورو ٿئي ۽ نہ ٻاهرين دنيا جو. ٻاهرين دنيا تہ وري بہ سامهون هجي ٿي. ڏسي سگهجي ٿي ليڪن اندرين دنيا ڇاڻڻ لاءِ من-منٿ ڪجي ٿو. امرت ۽ وس جو ڀيد ڪجي ٿو. ليڪن اسين لوڪ امرت جي ڀرم ۾ وش.پاڻ ٿي ڪندا رهيا آهيون. وهہ جا ڍڪ ٿي پريندا رهيا آهيون!

جيتريون گهڻيون ياترائون اوتريون ٿي گهڻيون ڀوڳنائون. ياترا دوران سواءِ ياتنا جي ٻيو ڪجهہ بہ نہ ٿو پڙيئي. سرير جون ياتنائون، برداشت ڪري بہ وڃن ليڪن من جون ياتنائون پچي پوري چڪنا چور ڪري ڇڏينديون آهن. فرد انهن کان بچڻ چاهي ٿو. پچڻ چاهي ٿو ۽ اُن لاءِ نوان نوان.پناهہ گهر ڳولي ٿو. ڇوٽڪاري جون واٽون ۽ واهون تلاشي ٿو...

ڪڏون اسان پاڻ ٿي پنهنجي هٿن سان کوٽيون آهن. واهون ۽ واٽون اسان پاڻ ٿي. بندي ڇڏيون آهن. انهن راهن ۾ گم اسان پاڻ ٿي بيٺا آهيون انهن کڏن ۾ اسان پاڻ کي. پاڻ ٿي پوريو آهي. ماڻهو صرف فاتحا پڙهندا آهن شرڌا نجليون ڏيندا آهن...

حد نظر تائين هي سماڌيون ڪنهنجيون آهن؟ آهي ڪهڙا شخص هئا جي هن سماڌين اندر شامل آهن؟ آهي انسان ڪهڙي درجي، ڪهڙي پدوي وارا هئا؟ سماج ۾ انهن جو ڪهڙو مرتبو هو؟

۽ هن ڪتاب ۾، انهن سمورين ٻاهرين ۽ اندرين ياترائن جو ذڪر ڪيل آهي جيڪي ماڻهوءَ کي چڪنا چور ڪري ڇڏينديون آهن. اُن هوندي بہ ڏسبو تہ اسان جو هري عزم ۽ حوصلي سان موجود آهي.

۽ اسين ان مان ان جي درجي، پدويءَ جو اندازو لڳائي سگهون ٿا ۽ اسان کي ڪنهن کان بہ سوال نہ ڪرڻو پوندو تہ هريءَ جو اسان جي سماج ۾ ڪهڙو مرتبو آهي-؟

٢٨- نومبر ١٩٩٧ع

ناز سنائي

آفيس آفيس نمبر 18، سيڪنڊ فلور،
شيلٽر ڪينٽ شاپنگ مال ڪينٽونمينٽ، حيدرآباد، سنڌ.
فون: 784350

# منهنجو همدم — منهنجو دوست هري مونواڻي

هري مونواڻي يعني هڪ بي ترتيب، بي بندوبست، غير انتظامي شخص. ڪڏهن هو ڇا ڪري ويهندو، تنهن باري ۾ اڳڪٿي ڪري نٿي سگهجي. ڪيس به ڄاڻ نه هوندي آهي ته هو ڇا ڪندو. بلڊنگ جون ڏاڪڻيون لهندو، الهاسنگر وڃڻ لاءِ ٽئڪسيءَ ۾ ويهندو، ٺاڪر چاولا جي گهر پهچي ويندو. ٺاڪر چاولا وٽ نه پهتو ته شيام جئسنگهاڻيءَ وٽ پهچندو. شيام وٽ به نٿو پهچي ته رام جوهراڻيءَ وٽ پهچندو. ڪيس ڄاڻ نه هوندي آهي ته هو ڪنهن وٽ ويندو. هِن هُن سان ملي رات جو اٺين بجي الهاسنگر جي ياد ايندس. گاڏيءَ ۾ ويهي رهندو. پريس ۾ پهچڻ بدران نند جڳاڻيءَ وٽ پهچندو. واپس موٽندو ته گاڏيءَ ۾ ننڊ ڪندو ايندو. وي. ٽي. اسٽيشن تي پهچي به نه لهندو. گاڏي واپس وڃڻ لڳندي تڏهن تڪڙ ۾ لهندو. هلندي چلندي ننڊ ڪري وٺندو.

صبوح جو پنجين بجي اُٿي دُڪان تي ويندو آهي. يعني هُن جو ڏينهن ويهن کان ايڪويهن ڪلاڪن جو هوندو آهي. منهنجي راءِ ۾ هو چوويهه ئي ڪلاڪ جاڳندو آهي. اِها ڳالهه پڪ سان اِنڪري ٿو چوان جو سيمينارن ۾ ننڊون ڪندي ڪنهن دوست ڇا ڳالهايو، ڇا نه ڳالهايو، ڪيس سموري ڄاڻ هوندي آهي. ننڊ ۾ شخص کي اِهو سڀ ڪيئن ياد هوندو؟ يعني هنجي ننڊ به هڪ مڪر آهي ته جاڳ به هڪ مڪر وانگر آهي.

پر هري مونواڻي ڍونگي نه آهي، پاکنڊي به نه آهي. حد کان وڌيڪ سچيار، حد کان وڌيڪ ايماندار، حد کان وڌيڪ ڏکڻو آهي. سندس ننڍپڻ هردوار ۾ گذريو. اُتي سادن ۽ سنتن جي سنگ ۾ رهيو. اُنهن جي ساڌنا جو هنر سکي آيو. بي باڪ ايترو جو کهڙي به وڏي ماڻهوءَ جي پڳ لاهي پٽ ۾ ڦٽي ڪندو. سچ چوڻ ۾ دوست دُشمن جو ڀيد نه ڪندو. نه وقت جو خيال رکندو ۽ نه جڳهه جو. اِن سچ چوڻ جي ڪري هن ڪيترا دوست، ڪيترا همدرد وڃايا آهن. 'سچ ٿا مرد چون، ڪنهنکي وڻي نه وڻي' چوڻي هري مونواڻيءَ لاءِ ٺهي آهي. ڪاٿي ڪي هڪ اڌ وارو چوڻ بدران وچ بزار ۾ ڪيس ڪاٺو چئي ڏيندو. حد کان وڌيڪ ايماندار اِن ڪري آهي جو ڪنهن شخص جا ملس به رُپيا نڪرندا ته اُهي پهچائڻ لاءِ ويهه روپيا خرچ ڪندو. دوستن جون بي ايمانيون برداشت نه ڪري سگهندو آهي. اُن تان ڪيس چڙ لڳندي آهي. خاص ڪري ساهتڪ بي ايمانين تي هو وڌيڪ خار کائيندو آهي. جڏهن هريءَ ڪونج شروع ڪئي هئي تڏهن هو انگريزي ينگ مئن هو ۽ هاڻ هو انگريزي اولڊ مئن آهي. ڪونج ذريعي هن ترقي پسنديءَ جي هڪ هلي ٽوڙي. ڪلپنا، راجن، ڳني، لعل ۽ شڳن جي شخصيتن کي اُڀاريو. 'نظرياتي ڪشمڪش' اُنجو نتيجو آهي.

هري موٽواڻيءَ جي فقط وناشڪاري منورتي ڪانهي، رچناتمڪ به آهي. نئين ساهتيه جي اِستاپنا، اُنجي وِڪاس، اُنجي تسليميءَ ۾ هري موٽواڻيءَ جو وڏو يوگدان آهي. پر اڄ جڏهن چند نون اديبن جي گينگ اِزم ۽ مافيا ڏسي ٿو ته سڀ کان اول هري موٽواڻي ئي اُن خلاف آواز بلند ڪري ٿو.

هري موٽواڻيءَ کي پنهنجو تخلص ’سنڌي‘ رکڻ بدران ’ڪُونج‘ ئي رکڻ گهرجي. ڪونج جيان ئي هُن جا پير زمين تي ٽڪندا ڪونهن. هُوءَ اڻ ڇاتل آڪاش جي نين نين منزلن کي طئه ڪندو رهندو آهي.

هري مونواڻي ۽ ڪونج نه هجي ها ته اڄ ساهتيه ۾ ايشور چندر، وشنو ڀاٽيه، آنند کيماڻي، هريش واسواڻي، شيام جئسنگهاڻي، برجموهن، موهن ديپ، ناري پدم ۽ ٻيا ڪيترا نوان ليکڪ نه هجن ها.

ورهاڱي بعد هيترن سالن ۾ ڪيترن پبلشرن سنڌي ساهتيه جي نالي ۾ فلئٽ ۽ آفيسون لاهيون پر هري موٽواڻي سنڌي ساهتيه مان هڪ لنگوٽي به خريد ڪري نه سگهيو آهي. ڪيس ڀرڻ وارا ڪپڙا به سنڌ وارا ئي موڪليندا آهن. وقت تي اهڙا به موقعا آيا آهن جو هُن اخبارن ۽ ڪتابن جا بنڊل ڪُلهن تي ڍويا آهن. ڇا لاءِ؟ فقط مانسڪ شڪ لاءِ!

اڄ جا ٧٥ سيڪڙو سنڌي ليکڪ شڪيا سَتايا آهن. پر اُهي ڪونج جو چندو نه ڀريندا آهن ۽ نه ئي ڪو سنڌي ڪتاب خريد ڪندا آهن. ڪيترا ليکڪ مندرن ۽ ڪِلبن ۾ چندو ڏيندا آهن پر ڪُونج يا ٻين مخزنن جو چندو ڀرڻ گهٽتائي سمجهندا آهن. ڏکئي هريءَ جو منُ ڏکي ٿيندو آهي پر پوءِ به ڪُونج مفت ۾ موڪلڻ بند ڪونه ڪندو آهي.

هري موٽواڻي ون مئن اِنسٽيٽيوٽ يا اِنڊسٽري آهي جيڪو سنڌي ساهتيه جو اُتپادن ڪري ٿو. سنڌين جي ساهتيه ۾ رُچي نه هئڻ سبب اُن اُتپادن جي کپت ڪانهي. تنهن هوندي به هريءَ هڪ سؤ کان مٿي ساهتڪ ڪتاب ڇپايا آهن. هيل تائين ساهتيه اڪاڊميءَ جن ليکڪن کي اِنعام ڏنا آهن اُن مان گهڻا ڪتاب هري موٽواڻيءَ جا ڇپايل آهن. بمبئيءَ ۾ ساهتيه اڪاڊميءَ جو اِنعام حاصل ڪندڙ ليکڪن کي هڪ هڪ لک رُپين جي پينشن ’مهاراشٽر گؤرو پُرسڪار‘ ڏنو ويو، تِن مان ڪنهن به هِڪ ليکڪ اُگهيان وڏي هري موٽواڻيءَ کي هِڪُ هزار به ڪُونج خاطر لاءِ نه ڏنو. ڪُونج ۾ ڇپجي ڪيترا ليکڪ ادب ۽ زندگيءَ ۾ اِستاپت ٿيا آهن. مثال ڏيندس ته ڪيترا ليکڪ هرٽِ ٿيندا.

هري موٽواڻيءَ کي ڪيترن ليکڪن ايڪسپلائيٽ ڪيو آهي، ڪندا رهيا آهن، ڪندا رهن ٿا. اي يا ٻي کي ڪتاب ڇپائڻو آهي ته اُن لاءِ پريس جا ڌِڪا هري کائيندو، پروف هري ڏسندو، بائينڊر وٽ هري ويندو، رام لعلچنداڻيءَ

# هري موٽواڻي - فوٽو آلبم



1

۱۴ ورهين جي عمر ۾-



2

منهنجو ونش :
(۱) پٽَ - پرسو — پرڪاش — چندر.
(۲) پنج پوٽا پوٽيون.












قدرشناسي — اِنعام.
(۱) مدر ٽيريسا هٿان، (۲) يو. آر. آننت مورتيءَ هٿان، (۳) پرمود











4

**منهنجا همدم - منهنجا رهبر ....**

(۱) شرت چندر، (۲) سگن آهوجا، (۳) ديوداس موٽواڻي، (۴) جيوت چاولا
۽ مان، (۵) سيتا سنڌو پون ۾ : پروفيسر رام پنجواڻي، ارجن شاد، موهن
[illegible] جنداڻ ۽ ماهتاب محبوب.



5

آجھو ناول جو سنڌونگر ۾ ايشور آنچل هٿان مهورت. بمبئيءَ ۾
سنڌونگر جي پرسڌ اديبن ۽ ساهتيه پريمين جي موجودگيءَ ۾.





6

(۱) ڪلا پرڪاش ۽ سندس پرچي جو ووچن ڪندڙ ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ مهمان سمپادڪا : پارو چاولا. (۲) پاڙيارا پکي جو مهورت ڪندي هري همٿاڻي.
ايم - ڪمل ۽ ڊاڪٽر ارجن شاد جو سنمان ڪندي مان .....
بيٺا آهن : گوبند مالهي، رام تولاڻي ۽ موهن ڪيسواڻي











اديب دوستن جون دلبريون ....
اديبِ پاڻ لهي، پاڻ سڃاڻن ....







9

سنڌ جي سڃاڻپ :
(۱) موهن جي دڙي تي.
(۲) سائين جي. ايم. سيد سان، (۳) مخدوم طالب المولیٰ سان،












منهنجو جنم آستان :
(١) نوان تک (٢) - منهنجو گهر - (٣) منهنجو اِسڪول ,
(٤) سنڌ - منهنجي آمڙ..













11

أهي سنڌ جا ڄاڻا ـــ جن دل ۾ جايون ڏنيون :
اِمداد علي ٽالپر . جميل الزمان . بشير آحمد خان لغاري.
غلام نبي مغل ۽ ڊاڪٽر تنوير عباسي.





برهمڻ آباد ۾. بابا سان تاجل بيوس. محمد اِبراهيم جويو سان، عبدالله جيسر سان. خان محمد پنهور سان ۽ نور الدين سرڪيءَ سان.










ماهتاب محبوب - قرب پريو ڪٽنب...
ڪراچي ايئر پورٽ تي سواگت ۽ گهر ۾ داعوت ....







16

(۱) سنڌوءَ جي ڪناري : وليرام ولڀ، پشپا ۽ گوريءَ سان،
(۲) آدي گل سان سنڌي موند ۾. نور الهديٰ شاهه ۽ گل ٽالپر -
ٻن آديبائن سان.
(۳) وداعيءَ جي گهڙي - ڪراچي ايئر پورٽ تي گل پيڻ ۽ مان.

ڪان ٻڌائن هري لهرائيندو، ڪِتاب جي ڊليوري هري پهچائيندو. ٽرانسپورٽ جو خرچ بہ هري ڀريندو. ڪو بہ ڪانئس ائين نہ پڇندو تہ تنهنجو مُجورو يا محنتاڻو گهڻو ٿيو؟

سنڌي ساهتيہ ۽ دوستن جي چنتا هُنجي زندگيءَ کي ٻي ترتيب ڏئي ڇڏي آهي. کيس شڪ جي ننڊ شمهڻ نہ ڏني آهي. هينئر جڏهن سندس رٽاير ٿيڻ جي عمر آهي، هُن پنهنجي پيريءَ جو ڪوبہ توشو نہ لاهيو آهي. پر گذريل چند سالن ۾ ابو، اڄهو ۽ پاڻيارا ڀڪي ناول لکي، هُن مقبوليت حاصل ڪئي آهي. سندس ساهتيہ تي اُردو ليکڪن جو سنسڪار آهي. پر هُن اُردو ليکڪن جو نقل نہ ڪيو آهي. اِظهار ۾ ڪٿي ڪٿي اُردو ليکڪن واري اِسٽائيل پڪڙڻ چاهي آهي. هو زندگيءَ جي مڪتب جو شاگرد آهي. زندگيءَ جي ڌڪاءُ مان هُن انيڪ جي جيتري بہ ڀونجي هٿ ڪئي آهي، اُن کي سرجڻ ذريعي لٽائي رهيو آهي. زندگيءَ کيس بي ترتيبي ۽ ساهتيہ کيس ترتيبي بخشي آهي. ڇاڪاڻ تہ ساهت پنهنجو پاڻ ۾ هڪ اِنتظام آهي ۽ اُنجو پنهنجو وڌان آهي. سرجڻ جو اِهو وڌان هري موٽوانيءَ کي پاٺڪن ۾ پيارو بڻائي ٿو. سادي شُڀڪ ٻولي پاٺڪن جي من ۽ ذهن تي گهرو اثر ڇڏي ٿي. سندس ناولن جي لوڪپريتا اِن مان ظاهر آهي جو ڪوُنج ۾ ناولن جي ساراهہ جا انيڪ خط ڇپيل آهن جي ڪِن ليکڪن وانگر هريءَ چئہ ڇاءِ ڪري ڪونہ لکايا آهن. آهي وٽس پاڻ مُرادو آيا آهن.

پاڻ کي پروجيڪٽ ڪرڻ جي منورتي هري موٽوانيءَ ۾ هجي ها تہ پنهنجي پئٽرن ۽ شائقن جي آڌار تي ڪافي ناڻو ۽ ناموُس حاصل ڪري سگهي ها. پر هُن پنهنجي خون پسيني جي ڪمائي ساهت شايع ڪرڻ ۾ سيڙائي آهي جنهنجو وياج بہ کيس ڪونہ ملندو.

جلا وطنيءَ ۾ پنهنجي وطن سنڌ لاءِ سندس حُبَ ماڙئيءَ وانگر آهي. پنهنجن ماڙئڙن لاءِ وٽس معصوم پيار آهي. بہ ٽي دفعا سنڌ جي ڏيارت پڻ ڪري آيو آهي. سنڌ ۽ سنڌين لاءِ سندس پيار ديوانگيءَ جي حد تائين آهي. سنڌ جي ڏيارت بعد هُن پنهنجو تخلص 'سنڌي' رکايو. مان مذاق ۾ کيس چوندو آهيان تہ اڌ صدي گذرڻ بعد کيس احساس ٿيو آهي تہ هوُ سنڌي آهي. پر هريءَ جو دليل آهي تہ مڪي مديني جي حج ڪرڻ بعد مُسلمانَ پاڻ کي حاجي سڏائيندا آهن تہ سنڌ جي ڏيارت ڪرڻ بعد مان پاڻ کي 'سنڌي' ڇو نئو سڏائي سگهان؟ سنڌ مان ڪو ليکڪ ڀارت ۾ گهمڻ ايندو آهي تہ هري موٽوانيءَ جون هيون سڀ مشغوليون مهمل ٿي ويندون آهن. سندس خاطرداريءَ ۾، گهمائڻ ڦيرائڻ ۾، ڏينهن رات لڳو رهندو آهي.

هري مونواڻيءَ مون تي گهڻا ئي احسان ڪيا آهن جنهن لاءِ مان سندس احسانمند رهندس. اُنجو بدلو ڪهڙي جنم ۾ چڪائي سگهندس، چئي نٿو سگهان. سچي دوست جي هڪ پريڀاشا اِها به آهي ته اوکيءَ ويل دوست جي مدد ڪرڻ. اِها مدد هريءَ نه فقط منهنجي ڪئي آهي پر گهڻن ئي دوستن جي ڪئي آهي. ڪيترا دوست هُن لاءِ احسان فراموش، دغاباز ۽ پليءَ ۾ ڇُرو هڻڻ وارا ثابت ٿيا آهن.

دوستن مٿان حد کان وڌيڪ وشواس رکڻ سبب ڪيس ڀهرين ڀريس وکٽلي پيئي هئي. هُن 'هوجمالو' فلم ناهي جيڪا مِس ائڊوينچر ثابت ٿي. اُن لاءِ هُن بزار مان قرض کنيو ۽ وياج سوڌو رقم چُڪائي ڏني. اُن لاءِ کيس موٽر وکڻي پيئي. گهر وارن جو ناراضپو کڻڻو پيو. ۽ سندس پارٽنر قرض جي جوابداري کڻڻ بجاءِ لنڊن ڀڄي ويو.

سنڌي ساهت جي انڌي شوق ۾ هُن ڪيترو وڃايو آهي تنهنجو حساب ڪتاب وٽس به ڪونهي. هجيس ها ته شايد آپگهات ڪري ها. پر هُن جي دِل مظبوط آهي. دوستن جي بي وفاين کي هو اُدار دل سان معاف ڪندو آهي.

منهنجو سالن جا سال اِهو نيم رهيو هو ته خالي وقت ۾ هري مونواڻيءَ جي دُڪان تي وڃي وهندو هوس. ساڍي نوين بجي رات جو دُڪان بند ڪرڻ بعد هريءَ جو چنو چالو ٿيندو هو - ڀيل پوُريءَ کان پنچم پورين تائين. اوگهرايون ڏيندا پانيا باغ ۾ وڃي وهندا هئاسين. اُتي ويهي ادب تي بحث مباحثو ڪندا هئاسين ۽ سائنئي وقت هري تيل مالش به ڪرائيندو هو. اُن بعد هري گهر وڃڻ لاءِ بس يا ٽئڪسي پڪڙيندو هو ۽ مان لوڪل ٽرين!

ڪوُنج جي شخصيت پرچن جي سنڌي ساهتيه ۾ الڳ جڳهه آهي. هريءَ منهنجي پرتيا کي سڃاتو ۽ اُنکي اُڀاريو هو. جڏهن بمبئيءَ ۾ بم ڌڙاڪا ٿيا هئا ۽ بمبئي جلي رهي هئي تڏهن هُن منهنجو شخصيت پرچو ظاهر ڪيو ۽ ساهتڪ بي ايمانن جي پُل تي ڇمات هنئي جيڪي منهنجي ساهتڪ حاصلاتن کي نظر انداز ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

هري مونواڻيءَ لاءِ مون وٽ ايترو مواد آهي جو به ٽي ڪتاب لکي سگهان ٿو. اڳتي هلي ڪڏهن ضرور لکندس.

هڪ سڏانت آهي. بي ترتيبيءَ جي به هڪ ترتيب ٿيندي آهي. بي بندوبستگيءَ جو به هڪُ بندوبست آهي. ميڊنيس جو به هڪُ ميٿڊ ٿيندو آهي. هري مونواڻي اُنجو نالو آهي. جنهن شخص پنهنجي دِيوانگيءَ ۽ بي ترتيبيءَ ۾ سنڌي ساهت، ليکڪن، دوستن ۽ مائٽن کي ڏنو ئي ڏنو آهي ۽ موٽ ۾ ڪجهه به ڪونه طلبيو آهي — اُهو هري مونواڻي آهي .....! — وشنو ڀاٽيا

# باب پهريون

## زندگي — زندگي ......

مان انترياميءَ نہ آهيان. علم نجوءِ کان پڻ اڻ ڄاڻ آهيان. اِنڪري مونکي اِها ڄاڻ ڪانہ هئي تہ وڏي هوندي منهنجي زندگي ڪهڙو رخ وٺندي، ڪهڙي رستي گامزن ٿيندي.

هڪ راهہ هوندي آهي سڌي سنواٽي، ليڪ وانگر، جنهن تي هلبو وڃبو آهي. اُن راهہ ۾ ٻہواٽا، ٽِرواٽا ۽ چؤواٽا ايندا آهن جن تي رُڪبو آهي، سوچبو آهي؛ سوچي، پوءِ هڪ راهہ تہ اڳتي وڌبو آهي. اُها راهہ ڪٿي وڃي ختم ٿيندي، اڳواٽ خبر نہ هوندي آهي.

زندگي ريلوي جي سارٽي نہ آهي جنهن ۾ ڄاڻايل هوندو آهي تہ فلاڻي ٽرين ڪيڏانهن ويندي؛ اڳيان ڪهڙيون اِسٽيشنون، ڪهڙيون جنڪشنون اچڻيون آهن ۽ سندس آخري منزل ڪهڙي آهي.

جنم ڏيڻ بعد، جنم ڏيندڙ صرف مائٽ رهجي ويندا آهن. جيستائين ٻار پينگهي ۾ آهي، مائٽن جي سپرد آهي، سندس سنڀال هيٺ آهي. جڏهن ئي هو ٻانبڙا پائڻ لڳي ٿو، مائٽن سان سندس ناتو ٽٽي وڃي ٿو. جو تہ ٻانبڙا پائيندي هو ڇا ڪندو، پٽ تان ڇا ڪٽي وات ۾ وجهندو، ڪير ٽٽو ڄاڻي. اڳواٽ ڪير ڪجهہ بہ ڄاڻي ٽٽو سگهي تہ هيءُ ٻانبڙا پائيندڙ ناسمجهہ ٻالڪ ڇا ڪرڻ وارو هو، ڇا ڪٽي کائڻ وارو هو، ڪيڏانهن رخ رکڻ وارو هو – ائين جڏهن هارجي پوڻ ڪانپوءِ پتو نہ هوندو آهي تہ پاڻي ڪهڙيءَ وات وهي ويندو.

اُن اوسٽا کان ئي ٻارُ پاڻ وهيڻو ٿيڻ لڳي ٿو. ٻانبڙا پائيندي گهر جي ڪمرن ۽ پڌرن کان ولي، ننڍين وڏين گهٽين، سڙڪن ۽ شاهراهن تان ڊوڙون پائيندو، ڪرندو، اُٿندو، وري ڊوڙڻ شروع ڪري ٿو، آخري جوڙ تائين پهچڻ لاءِ ڊوڙندو ئي رهي ٿو.

بوند پل تہ ندي بڻجي وڃي ليڪن سندس وسرجن ساگر ۾ ئي ٿيڻو آهي. اِهو جيون جو سچ آهي، يٿارٿ آهي، آدي ستيہ جيڪو. هر پراڻيءَ سان لاڳو آهي. آد ۽ انت. شروعات ۽ پڇاڙي. جنم ۽ مرتيو. اِهو لڳاتار سلسلو آهي، سفر آهي، منزل طرف ياترا آهي، جيڪا هرڪنهنکي ڪرڻي آهي. البت ڪو ڪو ياتري اهڙو هوندو آهي جيڪو ياترا دؤران، راهہ ۾ پنهنجا ڪي نشان ڇڏي ويندو آهي جي حد نشان بڻجي ويندا آهن.

مان مگر انهن مان نہ آهيان. مان اهڙي خوشفهميءَ جو شڪار نہ آهيان. مان صرف مان آهيان. مان جتي بہ آهيان، جيڪي بہ آهيان، پنهنجي سڃاڻپ سان آهيان، پنهنجي وجود سان آهيان.

مان جڏهن پنهنجي ماضيءَ تي نظر وجهان ٿو تہ مونکي اهڙو ڪجهہ بہ نظر نٿو اچي جيڪو اهميت ڀريو هجي؛ ڪو اهڙو ملندو هجي تہ اڳتي هلي مونکي انوکو ڪارنامو ڪرڻو آهي، ڪي ڪارج سِڌِ ڪرڻا اٿم.

ڪارج ڪيترن ئي پرڪارن جا ٿين ٿا. وڏي سوچ آهي انهن جي. ڳڻائڻ ممڪن ئي نہ آهي. جو تہ اُن فهرست مان اوهان لاءِ يا ڪنهن لاءِ بہ، چونڊ ممڪن ئي نہ آهي. منهنجي نسبت ۾ تہ ممڪن ئي نہ هئي.

جنم ڪٿي، مرتيو ڪٿي، اِهو جا اُن سوچيءَ ۾ جاڳايل هوندو آهي؟ اهو منهنجي سارٿيءَ ۾ تہ اصل جاڳايل نہ هو. مان اُنهن خوشنصيب شخصن مان نہ آهيان جو مرڻ پڄاڻان پنهنجي جنم ڀوميءَ جي مٽيءَ سان ملي هڪ ٿي وڃڻ جي سڌ ڪريان ۽ اُها پوري ٿي وڃي.

پرڌان منتري لعل بهادر شاستريءَ جو تاشقند ۾ ديهانت ٿيو تہ سندس مرتڪ سرير ڀارت آندو ويو. رفيع احمد قدوائي وفات ڪئي تہ سندس ڪفن دفن سندس ڳوٺ ۾ ٿيو. منهنجي مرتيو بعد ڇا منهنجو مڙهہ لاڙڪاڻي نيو ويندو؟ اهڙي اِجازت ملندي؟ ناممڪن! موهن ڪلپنا جي چاهنا هئي تہ سندس هاليون سنڌوءَ ۾ پرواهہ ڪيون وڃن، ممڪن ٿي نہ سگهيو. هرڪو سنڌي ڪاڪي لعلچند جڳتياڻيءَ جيان خوشنصيب نہ آهي جنهنجي آخرين اِڇا پوري ڪئي وڃي ۽ سندس هالين کي سنڌوءَ جي گود نصيب ٿئي ....!

شاعر - نارائڻ شيام لکيو آهي :

گنگا جمنا امرت امرت

ليڪن ٿڃ تہ سنڌو آهي.

ليڪن اُڄ جي اِنسان کي ماءُ جي ٿڃ جي ضرورت ئي ڪٿي رهي آهي. هن جو جياپو تہ فيڊر تي ئي آهي!

مان لاڙڪاڻي ۾ ڄائو آهيان جنهن شهر لاءِ ڪيئي چوٽيون مشهور آهن. ليڪن منهنجا ابا ڏاڏا اصل خيرپور ميرس جي لقمان جا رهواسي هئا. شايد اِن کان بہ اڳ ڪنهن ڳوٺ ۾ رهندا هئا جنهنجو نالو 'نارا' هو جنهن پنيان پنهنجي نک نارا رکي هئائون جا هتي ڀارت ۾ بہ قائم رکي هئائون.

مون جڏهن سنڌ جي اوائلي تاريخ - 'سنڌ ؛ مسلمانن جي فتح کان اڳ'،

پڙهي ته ٽپرس ۾ پئجي ويس. اپار خوشي ٿيم ڇو ته منهنجو شجرو سنڌ جي مشهور ’هاڪڙو ندي‘ سان وڃي ٿي مليو جنهنکي ’ناراندي‘ پڻ ڪوليو ويندو هو. اُها ناراندي سنڌ ۽ راجستان جي وچ ۾ بارڊر سمجهي ويندي هئي. اُن سمي راجستان کي گرجر چيو ويندو هو. جنهن ڪان گرجر قوم مشهور هئي. سڪندر اعظم جي ڪاهه وقت پڻ ’نارا‘ ٿي لکيو ويو آهي جنهنجو نقشو ساڳيء تاريخ ۾ صفحي ١٥٠ تي ڏنو ويو آهي. نارانديء پهريان ’ناراڪوٽ‘ لهيو جيڪو اڄ تائين سنڌ جي خيرپور رياست ۾ موجود آهي. ۽ جيئن ته اِهو مڃيو ويو آهي ته دنيا جون تهذيبون ندين ۽ واهن جي ڪنارن تي ٿي اُسريون آهن تيئن اسين نارانديء ڪناري اُسريا سون ۽ نارا ڇوائڻ لڳاسون، جيئن برهمڻ آباد وٽان وهندڙ لوهاڻا نديء پنيان لوهاڻا مشهور ٿيا، ته منهنجي لاء اِها حقيقت فخر جو باعث آهي جنهن تي مان واجبي طور فخر ولي سگهان ٿو.

مان ته اڃا اِن ڪان به اڳتي جو پيو سوچيان. سوچيان ٿو ڪٿي منهنجا وڏڪا موهن جي دڙي جا رهواسي ته نه هئا جڏهن اُهو شهر جي روپ ۾ اُسريل هو. آخر اُن وقت اُتي به ته ڪي سنڌي لوڪ ٿي رهندا هئا! چوندا آهن ته مٽيء ۽ رتُ جي ڇڪ ٿيندي آهي. مان جڏهن به ’موهن جو دڙو‘ جو ذڪر ٻڌان يا اُن بابت ڪجهه پڙهان ته رڳون رباب بڻجيو پون. عجيب سُرَ پيا گونجڻ لڳن. ورهاڱي ڪان چاليهن سالن بعد، ١٩٨٦ع ۾، جڏهن پنهنجي جنم آستان ويس ۽ منهنجو ميزبان مون کي ’موهن جو دڙو‘ گهمائڻ ولي ويو ته اُمالڪ رتُ ۾ اُبرڪا اچڻ لڳا. رڳون ڇڪجڻ لڳيون. دل ۾ آيم، پنهنجن پرکن جي پٽيء سان ملڻ لاء، مٽيء ۾ ليٽڙيون پايان، ديوارن تي چڙهي ويهان، شڪل کوهن ۾ ٽپي پوان. اِئين ته نه ڪيم ليڪن مٽيء جا ٻڪ ڀري، رومال ۾ ضرور ٻڌم. اُن وقت لڳو هوم ڄڻ صدين ٻڇاٽان پنهنجن پرکن سان مليو هوس، ساڀيا ۾ نه، اُنهن جي پوتر پٽيء سان ...

اُها مٽي ساهه سان سانڍي رکي اٿم.

ڪراچي ايئر پورٽ تي جڏهن هڪ ڪسٽم آفيسر پڇيو ته هن رومال ۾ ڇا آهي ته مون رومال سوگهو جهليندي چيو، ’هن رومال ۾ منهنجو ماضي ٻڌل آهي!‘

ڪسٽم آفيسر منهنجو جواب ٻڌي منجهي پيو. پرولي سلي نه سگهيو ته چيائين، ’مون توهان جو مطلب نه سمجهيو. صاف صاف ٻڌايو نه ته رومال کولي ڏيکاريو.‘

هن جي لهجي مان پروڙي ورتم ته هو سنڌي هو. تنهن ڪري سنڌيء ۾ چيم، ’پوتار، هن رومال ۾ منهنجن ابن ڏاڏن جي پوتر مٽي ٻڌل آهي،

هن ڌرتيءَ جي مٽي، جيڪا آءٌ پنهنجن پونيرن لاءِ ڀارت کڻيو پيو وڃان!‘

سنڌي آفيسر منهنجي ڳالهه ٻڌي، منهنجو منهن تڪڻ لڳو.

مون اُن سنڌيءَ کي وڏيڪ تپرس ۾ وجهندي ٻڌايو، ’ادا، مان سنڌو ڀوميءَ جي پوتر مٽيءَ ۽ پاڻيءَ ساڻ گڏ، هن ديش جا سورهن وٽن جا ٻوٽا ٻه کڻيو پيو وڃان جي آءٌ ڀارت جي الڳ الڳ شهرن ۾ پوکائيندس جيئن اُهي اُسري، وڏا درخت بڻجي، سنڌين مٿان ڇانو ڪندا رهن ۽ سنڌي لوڪ اُنهن جي ڇايا هيٺ ويهي، سنڌ کي ياد ڪندا رهن!‘

اُن سنڌي ڪسٽم آفيسر منهنجي ڳالهه ٻڌي، منهنجو هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهلي چيو، ’توهان کي مهيمر؛ توهان جون ڳالهيون ٻڌي، توهان لاءِ عزت وڌي ويئي. هڪ طرف ماڻهو هتان سون ۽ سڪو ميوو ڪٽي وڃن ۽ ٻئي طرف توهين آهيو جو هتان جي مٽي ۽ وٽن جا ٻوٽا کڻيو پيا وڃو. توهان کي مهيمر، ڪاڪا، توهان کي آفرين هجي!‘

اُنهن ٻوٽن مان ٻه ٻوٽا سيتا سنڌو ڀون ۾، پروفيسر رام پنجواڻي جي هٿن سان پوکايم؛ ٻه ٻوٽا سنڌو سرڪل، سنڌونگر ۾ پوکيا ويا جي اشوڪ ڪشوراڻيءَ سنسڪرت جا سلوڪ اُچاريندي، پوتر وايومنڊل ۾، موهن ڪلپنا ۽ نند ڇڳاڻيءَ جي حاضريءَ ۾ پوکيا. ٻه پڇاڙا پوني جي ساڌو واسواڻي مشن جي واٽڪا ۾، دادا جشن واسواڻيءَ پنهنجن شڀ هٿن سان پوکيا. اُن وقت هنن جيڪي محسوس ڪيو، اُهي اُمنگ هڪ پني تي لکي مونکي ڏنائون جي هوبهو، هتي پيش ڪريان ٿو:

شڪر گذار آهيان،

لک بار شڪر گذار: حيدرآباد (سنڌ) جي پوتر ڀوميءَ جا سُندر ورک موڪليا اٿو! اِهي ورک هٿ پوکيا ويا آهن. ۽ اٿين پيو سمجهان ته هاڻ هيءَ ڀُوني جي ڀڄ ڀُومي ۽ سنڌ جي درويشن ۽ فقيرن جي ڀُومي ٻئي هڪ ٿي ويئون! آهيون ته اصل ۾ هڪ، فقط ٻڌن ۾ ٻه آهيون!

نياز ۽ نمسڪار:

داس

جشن واسواڻي

٢١-٩-٨٦

منهنجي ڏاڏي موتومل کي ٻه ڀائر هئا. سندس هڪ ڀاءُ ڪوئٽيه ۾ رهندو هو جتي زلزلي جو بک ٿي ويو. ٻئي ڀائر گڏجي لقمان ۾ جنڊيءَ جي ڪم جو ڪارخانو هلائيندا هئا. خيرپور رياست جنڊيءَ جي فرنيچر کان اڄ سوڌو مشهور آهي. مال ڏيساورن تائين ويندو آهي. خيرپور ميرس جون ٻيون مشهور ۽ معروف چيزون هيون کارڪون ۽ دارونءَ سنڌ ۾ گهٽي ۾ گهٽيون ڪجيون خيرپور ميرس ۾ آهن. اسان کي کارڪن جي ڀري ٻڌي ڏني هئائون جڏهن نند جويري ۽ نند ڇٻاڻيءَ سان گڏجي ٻيو دفعو ١٩٨٧ع ۾، سنڌ ياترا ٿي ويو هوس.

خيرپور جو دارون پنهنجي نالي سان هو. فوٽن پيل رنگارنگي دارون ڪٽڻ جي تسرين ۾ پيتو ويندو هو. خيرپور رياست جي رهاڪو ڏاسومل ڏٻي پنهنجي هڪ يادگيريءَ ۾ لکيو آهي ؛ دارونءَ جي گُتي وارا تسريون ڀري رکندا هئا. جيئن ئي ٽرين اسٽيشن تي بيهندي هئي، دارونءَ پياڪ مسافر ڊوڙندا، گتي تي پهچي، دارونءَ جي تسري خالي ڪري، واپس ڊوڙندا، ٽرين پڪڙيندا هئا. ٽرين پنج-ست منٽ وڏيڪ بيهندي هئي جنهن لاءِ گارڊ ۽ ڊرائيور کي مفت جي چڪڙي پيئڻ لاءِ ملندي هئي.

منهنجو ڏاڏو، جيئن مون ٻڌو، من مؤجي شخص هو. سندس هم-عمر ميرن سان دوستي هئي. اُنهن جي صحبت ۾ گهڻو وقت گذاريندو هو. ڪارخاني تي ويهڻ بجاءِ، ميرن سان شغل پيو ڪندو هو. ڪڏهن محفل مجلس تہ ڪڏهن ساڻن گڏجي سير شڪار تي ويندو هو. اِن ڳالهہ تان هڪ ڏينهن ڀاءُ سان جهيڙو ٿي پيس. گهر مان ڀچي وڃي لاڙڪاڻي نڪتو. لاڙڪاڻو ـــ ساهہ سيپاٽو، ڏاڍو وڻي ويس. خيرپور موٽي آچي ڀاءُ کي چيائين، 'مونکي منهنجو حصو پتي ڏي، مان هميشه لاءِ لقمان ڇڏي، لاڙڪاڻي هليو ٿو وڃان.'

ڀاڻس هڏڪي ڏيئي چيس، 'ڇا جو حصو پتيا ڪارخانو هلايو مون، ڪمايو مون، تو تہ صرف وڃايو آهي. مان توکي ڪوڏي بہ ڪانہ ڏيندس!'

ڏاڏي گهڻو ئي سمجهايس تہ هن ملڪيت ۾ منهنجو بہ حصو آهي پر ڀاڻس باز نہ آيو. پوءِ هو پنهنجن سنگتين ميرن وٽ دانهي ٿي ويو. ميرن سندس ڀاءُ کي پاڻ وٽ گهرائي چيو، 'ابا، خير چاهين تہ پنهنجي ڀاءُ کي حق حلال جو حصو ڏي نہ تہ اسين توکان سڀ ڪجهہ ڦري، تنهنجي ڀاءُ کي ڏيئي ڇڏينداسون!'

اهڙيءَ طرح ڏاڏي کي پنهنجو حق مليو ۽ هو پنهنجو ٻهر وٺي، لقمان ڇڏي، لاڙڪاڻي وڃي مقيم ٿيو. ليڪن اُن ملڪيت جي جهيڙي ٻنهي ڀائرن جي وچ ۾ ايترو ويڇو وجهي ڇڏيو جو باوجود لقمان ايندي ويندي، ٻنهي ڀائرن وچ ۾ ڪڏهن به ڪلنبي سمپ نه آيو، خود مان پاڻ ننڍي هوندي وڏي چاچي ۽ پيءُ سان گڏجي، ٻه دفعا لقمان ويو هوس ۽ ٽيون دفعو ورهاڱي بعد، ١٩٨٧ع ۾ ويس جتي خيرپور ۾ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جي گهر ٽڪيل هئاسون.

اسان جي اُن ڏاڏي ڀاءُ جو اولاد بمبئي ۾ رهي ٿو، ليڪن جڏهن به، ڪڏهن ڪڏهن، پاڻ ۾ گڏجون، ته ائين گڏجون جڻ پاڻ ۾ ڪجهه نه لڳون!

ڏاڏي کي چار پٽ ۽ هڪ ڌيءُ هئي جيڪا سکر ۾ پرڻيل هئي. اسين سؤٽ چيٽي چنڊ يا ٻئي ڪنهن موقعي تي سکر ويندا هئاسين ته پڦيءَ وٽ ئي ٽڪندا هئاسين. اسان جو پڦاٽ، اسان کي ساڌ ٻيلو گهمائڻ وٺي ويندو هو. ٻيڙيءَ ۾ سنڌو درياهه اُڪرندي، اُن جي لهرن ۾ اسان جا من پڻ هندوري جيان لڏندا هئا. سنڌوءَ مان جل جون لپون ڀري هڪ ٻئي کي هڻندا هئاسين. پري کان ڇوهٺ دروازن واري سکر بئراج ڏسڻ ۾ ايندي هئي. اسان روهڙيءَ واري، زنجيرن تي بيٺل پل به ڏٺي هئي جيئن هردوار جي رشيڪيش ۾ گنگا مٿان بنا پيل پاون واري، زنجيرن سان پختي ٻڌل پل آهي جنهنکي 'لڇمڻ جهولا' چوندا آهن.

منهنجي پيءُ ڏامراهن مان شادي ڪئي هئي. ننڍي هوندي جڏهن مونو هو ته سندس نالو پنجوُ هو. پوءِ جڏهن فوجي خالصن سان دوستي ٿيس ته پاڻ به خالصو بڻيو ۽ نالو رکايائين نارائڻ سنگهه. هو صرف نالي جوئي خالصو نه هو، سچو ۽ صِدقي خالصو هو. گرونانڪ ۾ وڏي شرڌا هئس. اڻ پڙهيل هو پر سکمني ۽ جپ صاحب برزبان هئس. ڪارڪتن ۾ گرونانڪ جو جنم ڏن ڏام ڌوم سان ملهائيندو هو. منهنجو جنم پڻ ڪارڪتن ۾ ٿيو هو. اِها گرو بابا جي ڪرپا سمجهندو هو.

بابا سيني ڀائرن ۾ ننڍو هو اِن ڪري انگلي هو. اسڪول مان ڀڄي ويندو هو. تنهن ڪري ڪورو ڪاغذ هو. خالصا پنٿ سان جو نينهن هوس ته ٻنهي ڀائرن جي هڪ هڪ پٽ کي ۽ اسان ٻنهي ڀائرن کي خالصو بڻايو هئائين. منهنجو نالو هري سنگهه هو. خالصن جيان وڏا وار هوندا

هئا جن جون امان بہ چوٽيون ڪري ٻڌي ڇڏيندي هئي. ليڪن منهنجا سؤٽ جيئن جيئن وڏا ٿيندا ويا، سندن پيئر، پنهنجن پٽن کي مونو ٻڌائيندا ويا. بابا ڪاوڙجندو هو پر ڪجهہ ڪري نہ سگهندو هو. وڏ ۾ وڏ ڪجهہ ڏينهن رٺو رهندو هو ۽ ڪنهن سان بہ نہ ڳالهيندو هو. ليڪن جڏهن منهنجا وار ڪٽايا ويا تڏهن وڏو هنگامو ڪڙو ڪيائين. امان سان ڏاڍو وڙهيو. رسي ويهي رهيو. گهر ڇڏي ٻچي وڃڻ جي ڌمڪي بہ ڏنائين. پر پوءِ جيئن وير لهي وڃڻ بعد سمنڊ شانت ٿي ويندو آهي، بابا بہ شانت ٿي ويو. الين ڏينهن مان ڏاڍو ياد آيوسانس. مان ڊپ وچان سندس منهن تي ئي نٿي چڙهيس. مونکي ڳولهي، وڏا وڏا ٻاڪر پاتائين. چميون ڏنائين. رايل ٽاڪيز ۾ اڳيان ويهاري، نورجهان جو اسٽيج شو ڏيکاريائين. ننڍپڻ کان ئي بابا مونکي ڏاڍو پيائيندو هو. بزار ويندو هو تہ مونکي ڪلهن تي ويهاري وٺي ويندو هو. آسو، منهنجو ننڍو ڀاءُ، سڄو وقت امان سان چنبڙيو رهندو هو. رات جو امان اسان کي آکاڻي ٻڌائيندي هئي. آهي آکاڻيون امان آهڙي ڍنگ سان ٻڌائيندي هئي جو انهن جا ڪردار راجائون ۽ راڻيون، شهزادا ۽ شهزاديون، پريون ۽ جن، جيئرا جاڳندا سامهون اچي ويندا هئا. اسين اک بہ نہ ڇنڀي سگهندا هئاسين. بابا وري صبح جو سوير اُٿي، سکمنيءَ جو پاٺ ڪري، گرامافون تي سئگل، پڪٽ ڪنوررام ۽ جيوني بائيءَ جا رڪارڊ وڄائيندو هو. اُن وقت اسين سندس ٻئي پٽ، سندس هنج ۾ هوندا هئاسين.

ننڍپڻ جا اُهي ڏينهن مون کان مؤر نہ وسرندا. اُهي منهنجي هن آتم ڪٿا ۾ هميشه لاءِ دُرج رهندا.

منهنجو ننڍپڻ نهايت روچڪ رهيو آهي. مان جڏهن اڃان تمام ننڍڙو هوس تہ ٻن ڪٽنبن مونکي گود وٺڻ چاهيو هو. هڪ هو ديوان ڪانسنگ جو ڪٽنب جيڪو اسان جي پاڙي-نوانٽڪ ۾ رهندو هو. ۽ ٻيو هو منهنجو نانو شيوارام جيڪو هردوار ۾ ڪپڙي جو ڪاروبار ڪندو هو. سندس زال بينگالڻ هئي، اُها چري ٿي پيئي هئي، ۽ اُن مان ڪيس اولاد نہ ٿيو هو. ديوان ڪانسنگ کي بہ ڏيئر هيون ليڪن پٽ جو اولاد نہ هو. اِن ڪري هنن مون کي گود وٺڻ پئي چاهيو.

ديوان ڪانسنگ جي ڏيئرن جا نالا گومي ۽ گل هئا. گوميءَ بابا

کي پنهنجو ڌرم جو پاءُ ڪيو هو. هن بابا تي زور رکيو تہ هو مونکي، ڪين گود ۾ ڏين. ليڪن منهنجيءَ ماءُ، منهنجي جمڻ تي، مون کي، ناني کي ڏيڻ جو وچن ڏنو هو جنهن تي هوءَ قائم هئي. ليڪن جيستائين ديوان ڪانسنگ جي بدلي ڪراچيءَ نہ ٿي هئي، منهنجي پالنا سندن ئي گهر ۾ ٿي — پٽن وانگر. هو مونکي پٽن جيان پيار ڪندا هئا. گوميءَ ماءُ هنج ۾ ويهاري، مانيءَ جون گراهيون ڏاهي کارائيندي هئي. سڄو ڏينهن ننڍڙيءَ گل سان پيو رانديون ڪندو هوس. گل لاءِ ٽڦيٽي سائيڪل آئي تہ اُها هن بجاءِ مون پٽي هلائي. گل روئي تہ امي چويس : گل، پٽ، هو تنهنجو پاءُ آهي نہ. تون ترس، هو توکي بہ وارو ڏيندو. پر هوءَ روئڻ بند نہ ڪندي هئي. مان پوءِ کيس وارو ڏيندو هوس. گوميءَ جي شاديءَ ۾ مان بہ بابا سان گڏ ڪراچيءَ ويو هوس. گوميءَ بابا کي لکيو هو تہ مون کي بہ شاديءَ ۾ وٺي اچي. تڏهن مان پهريون دفعو ڪراچيءَ ويو هوس. گوميءَ جي شادي پروفيسر چيتن ماڙيوالا سان ٿي هئي جنهن سان اڳتي هلي، بمبئي ۾، وڌيڪ ويجهائي ٿي ۽ توڙ تائين ناتو هلندو آيو.

اسڪول ۾ مان ڏاڍو شرارتي هوس. حسابن ڪانسواءِ ٻين ڪمن ۾ ڏڏ هوس. ڪلاس ۾ دوستَ صرف ٻہ هئا — برج ۽ نند، باقي سڀ ڇريف هئا. ٻئي سهڻا هئا. ٻئي ڪامورا ٻار هئا. برج تمام هوشيار هو. ڪلاس جو مانيٽر بہ هو ئي هو. ليڪن هو ايترو شرميلو ۽ حليم هو جو جڏهن مانيٽر جون جوابداريون نباهڻيون هونديون هئس تہ مونکي سڏ ڪندو هو. مون کان ڪلاس جا ٻيا ڇوڪرا ڪَنَ هڻندا هئا.

اُن وقت مان ٽئين درجي ۾ هوس ۽ اڃا مونو نہ ٻڌيو هوس. اُنهن ڏينهن اسڪول جي خرچي ٽي پايون هئي جيڪا چوٿين درجي ۾ وڌي چار پايون ٿي هئي. ليڪن ٽن پاين ۾ بہ چڱوئي ٽول ملي ويندو هو.

هڪ ڏينهن چرچي ۾ سهڻي برج جو ڳل پٽيو هوم تہ اُهو ڳاڙهو ٿي ويو هو. ڪاوڙجي پيو هو. ٻہ ڏينهن رلو رهيو. هڪ ڏينهن هن ڳل-پٽ جو بدلو ورتو جڏهن هو ڪلاس جو مانيٽر هو ۽ مون مستي ويلي ڪئي. مون جڏهن سندس چتاءُ بعد بہ شرارت بند نہ ڪئي تہ منهنجي سامهون اچي، مونکي چماٽ هڻي ڪڍيائين. سڄو ڪلاس ڌڄي ويو. ڪين پڪ ٿي ويئي تہ هينئر برج جو خير نہ هو، هو مون هٿان ضرور مار کائيندو.

ليڪن مون هن ڏانهن آگر بہ نہ ڪنئي. پوءِ بہ هو ايترو ڏنل هو جو بہ ڏينهن اسڪول ئي نہ آيو. مان جڏهن سندس گهر ويس تڏهن هن جو ڏپ لٿو ۽ اسڪول آيو.

برج مون کي لکڻ پڙهڻ ۾ ڏاڍي مدد ڪئي. مشق لکڻ کان وٺي، بيتن ياد ڪرڻ تائين، ڪيترين ڳالهيون ذهن نشين ڪرايائين. مشق لکڻ لاءِ هو ڪاري مس کي سنهي ڪپڙي ۾ ڇاڻي، صاف ڇندو هو. پوءِ اکر چمڪندا هئا. ڪلڪ گهڙڻ بہ هن ئي سيکاري. جڏهن سندن بدلي ٻئي شهر ٿي ۽ هو لاڙڪاڻو ڇڏي هليا ويا تہ مان برج کانسواءِ موڳو ٿي پيس. اڄ بہ جڏهن هن جا نقش ذهن ۾ ڦري ايندا آهن تہ اُنهن اسڪولي ڏينهن ۾ موٽي ويندو آهيان.

برج بعد ڪلاس ۾ نند سان دوستي وڌي ويئي. هن جو پيءُ لاڙڪاڻي جي جانورن جي اسپتال جو ڊاڪٽر هو. اسپتال جي حاطي اندرئي کين ڪوارٽر مليل هو. مان هن جي گهر ايندو ويندو هوس. اسپتال نون تڪن جي چيڙي وٽ ۽ پوليس ٿاڻي جي ويجهو هئي. اُهو نند، وڏو ٿي، نند بدلاڻي وڪيل بڻيو ۽ بمبئيءَ جي فورٽ ايراضيءَ ۾ ڪڏهن گڏجي ويندو هو تہ بيهي ڳالهيون ڪندا هئاسين. سندس ڪلهن تي ڪارو جهبو ۽ هٿن ۾ بريف ڪيسن جو ٿهو هوندو هو. افسوس، نندپڻ جو منهنجو اُهو دوست ۽ سهپاڻي، ڪجهہ سال اڳ، ننديءَ عمر ۾ ئي هيءُ جهان ڇڏي هليو ويو. سندس وڏو ڀاءُ، جيڪو پڻ وڪيل آهي، ڪڏهن ڪڏهن رستي هلندي ڏسبو آهي جنهنکي ڏسي نند ياد اچي ويندو آهي.

هڪ ٻيو هم ڪلاسي، نانڪ آهوجا، منهنجي پيٽوئيءَ هرجس آهوجا جو چاچو ٿئي ۽ اسان جي دوستي اڄان تائين قائم آهي.

چوٿين درجي ۾ آيس تہ مان مونو ٿي چڪو هوس. اسان جي ڪلاس ۾ هڪ نئون ماستر بدلي ٿي آيو هو. ڏاڍو سهڻو جوان هو. ٻيا ماستر اچي سٿڻ ۽ قميص پائيندا هئا ليڪن هيءُ نئون ماستر پينٽ ۽ قميص پائيندو هو. هو آيو تہ هن سان گڏ هڪ ڇوڪري بہ اسان واري ڪلاس ۾ اچي ويٺي. هوءِ ماستر جي مائٽياڻي هئي ۽ سائنس گڏ ٻئي شهر مان آئي هئي. هوءِ بہ چوٿون درجو پڙهندي هئي تنهن ڪري ماستر کيس اسان جي ڪلاس ۾ ويهاريو هو. ڇوڪري هئڻ سبب، کيس پهرينءَ بينچ

تي ويهاريو ويو هو جتي نند ۽ موتي ويٺا هئا. مون کان اِهو سَلو نہ ويو. مون سوچيو هن کي پليئن بينچ تي، منهنجي پرسان ويهڻ گهرجي . يا مان پهرينءَ بينچ تي هن جي پرسان ويٺو هجان ....! ليڪن اِهي ٻئي ڳالهيون ممڪن نہ هيون. نند ۽ موتي هوشيار شاگرد هئڻ سبب پهرينءَ بينچ تي ويهندا هئا ۽ مان ڪچو ۽ ڪيچڙو هئڻ سبب، سڀني جي پٺيان، پوئينءَ بينچ تي ويهاريو ويو هوس. ليڪن مان پنهنجيءَ پرِ ۾ خوش هوس تہ مان ڪلاس جي هڪ ئي ننڍي ڇوڪريءَ جي ويجهو ويٺو هوس جتان گهورڙين کان ٽول وٺي سگهندو هوس.

اُنهن ڏينهن سنڌ ۾ گڏيل تعليم جو رواج نہ هو. ڇوڪرين لاءِ الڳ اسڪول هئا. هيءَ پهريون دفعو هو جڏهن ڪا ڇوڪري، ڇوڪرن جي ڪلاس ۾ اچي ويٺي هئي. چوٿون درجو پڙهندڙ شاگردن جي عمر ئي ڪيتري؟ وڌ ۾ وڌ ڏهہ يارهن سال! ليڪن اِن عمر تائين پهچندي منهنجي ٽن ڇوڪرين سان سڃاڻپ ٿي هئي. هڪ گل هئي جنهن سان ننڍپڻ ۾ رانديون کيڏيون، ٻي اندرا هئي، منهنجي ننڍي ڀيڻ، جنهنکي سڄو ڏينهن هنج ۾ کڻي گهمائيندو هوس ۽ ٽين هئي مدو، جيڪا مون کي هردوار ۾ ملي هئي جڏهن مان ناني وٽ رهيل هوس.

مان شروع ۾ چئي آيو آهيان تہ مان انترجامي نہ آهيان. نجومي بہ نہ آهيان جو اڳوات خبر پئجي سگهي تہ زندگيءَ جي راهہ تي هلندي هلندي ڪهڙي رخ ويندس، راهہ ۾ ڪنهن ڪنهن سان مڪاميلو ٿيندم .....

جيئن تہ ناني مونکي گود ۾ ورتو هو ۽ مان اڪثر هردوار ويندو رهندو هوس تہ اِن سبب منهنجو تعليمي اڀياس جاري رهي نہ سگهيو هو. سوچيان ٿو جيڪڏهن مان ديوان ڪانسنگ جي پناري پيو هجان ها ۽ ڪراچيءَ ۾ رهندو هجان ها تہ اڄ الائي ڪهڙي اوج تي هجان ها. گهٽ ۾ گهٽ ڪاليجي تعليم تہ ضرور پرائي هجيم ها. ليڪن اڳوات لهي ڪير پائي؟ ڪنهن پاتي آهي لهي؟ ناشدني! گهڻا سال پوءِ، ورهاڱي بعد، مان جڏهن ڪلياڻ ڪئمپ ۾ اچي رهيس تہ بابا ٻڌايو گل جي ممي مونکي ڏاڍو ياد ڪندي آهي. ديوان ڪانسنگ ڪراچيءَ ۾ سرڳواس ٿيو هو ۽ ورهاڱي بعد سندس پريوار ڪلياڻ ڪئمپ ۾ اچي ٺانئيڪو ٿيو هو.

هڪ ڏينهن مان ساڻن ملڻ ويس. گل جي ٻي نور ميءَ سنيهہ وچان پاڪر پائي بي شمار مليون ڏنيون. گل ڀيڻ مشڪي ڪيڪار ڪئي. هن

مونکي نارنگي چلي، ڦاڪون ڦاڪون ڪري، پليٽ ۾ رکي ڏنيون هيون.

گل سان سندس شاديءَ بعد بہ مليو هوس. سندس گھوٽ منهنجي ڏاڍي عزت ڪئي هئي. هو سنڌي اديب گوپال لکر جو وڏو ڀاءُ هو. ليڪن حياتيءَ هن سان وفا نہ ڪئي. هو ننڍيءَ ڄمار ۾ ئي راهہ زباني ولي هليو ويو. اُن بعد گل وڏوا جي زندگي گذارڻ لڳي. نہ، مون ۾ ساڻس ملڻ جي همت ڪانہ هئي .... مان برداشت نہ ڪري سگھان ها !....

پروفيسر چيتن ماڙيوالا مون سان وڏا وڙ ڪيا. بابا سان ملڻ دڪان تي بہ ايندو هو. جڏهن سندس ديهانت ٿيو تہ مان مارڪي تي ويو هوس. گوميءَ سان پڻ مليو هوس. هن بابا لاءِ پڇيو هو. مون ڪيس ٻڌايو هو تہ بابا جي چوڻ تي ئي مان آيو هوس. ۽ پوءِ هوءَ هميشہ لاءِ پنهنجيءَ ڌيءُ وٽ آميريڪا هلي وئي. هينئر سندس پٽ چيتانند ماڙيوالا ڪڏهن ڪڏهن گڏجي ويندو آهي تہ مان کيس سنڌ جون ۽ سندس ماءُ پيءُ جون ڪيتريون ڳالهيون ٻڌائيندو آهيان ....

اُن سال جو هوس تڏهن ماءُ سان گڏ پهريون دفعو هردوار ويو هوس. اُتي مون کي هڪ اهڙي پاٺشالا ۾ موڪليو ويو جيڪا هڪ استري پنهنجي گھر ۾ هلائيندي هئي. هوءَ پرٽيل هئي پر کيس پنهنجو اولاد ڪونہ هو. ٻارن سان موهہ سبب هن پتيءَ جي موڪل سان گھر ۾ ئي پاٺشالا شروع ڪئي هئي جنهن ۾ ننڍا ننڍا ٻار پڙهڻ ايندا هئا جيئن اڄ ڪالهہ ڪي. جي. پڙهڻ ويندا آهن. اهڙيءَ طرح هن جو ممتا جو موهہ پورن ٿي رهيو هو. اُنهن ٻارن ۾ مڏو بہ هئي. هوءَ اسان جي پاڙي جي ئي هئي. شروع ۾ هڪ نوڪر مونکي ڇڏي ويندو هو ۽ ولي ويندو هو. پوءِ مان ۽ مڏو گڏجي اچڻ وڃڻ لڳاسين. اچڻ وقت تہ اسين سڌو پاٺشالا ايندا هئاسين ليڪن وڃڻ وقت سڌو گھر نہ ويندا هئاسين. رستي ۾ وڙهندا جھڳڙندا، رُسندا پرچندا، رانديون ڪندا، پوءِ گھر پهچندا هئاسين. ڪڏهن وري گنگا گھاٽ وٽ ويهي ٻارن جو منڻ يا جٽيا پائڻ ڏسندا هئاسين. ڪيترا ڳوناٺا اُتي ويلل ناين کان پنهنجو مٿو ڪوڙائيندا هئا. جيئن ناريل جا سمورا ٻڄ نہ لاهي ٿورا بچائبا آهن تيئن مٿو ڪوڙائڻ وقت ٿورا وار بچائيندا هئا جنهنکي مرداني چوٽي چئبو آهي جنهن مان پتو پوندو آهي تہ هيءُ

هندو آهي. جڻيو ۽ چوٽي هندن جي سڃاڻپ آهي. يوپيءَ ۽ سائوٿ ۾ اڄ به ڪيترا مرد چوٽي رکائيندا آهن. جڻيي پائڻ ڪانسواءِ ته هندوءَ جي شادي به نه ٿي سگهندي آهي، بلاشڪ ته ويڏيءَ وقت ئي جڻيو پائين!

مڏوءَ جي ماءُ گذاري ويئي هئي. ڏيڏُ جو خيال ڪندي پڻس ٻي شادي ڪانه ڪئي هئي. هوءَ ڪڏهن پڦيءَ وٽ دهليءَ وڃي رهندي هئي ته ڪڏهن پيءُ وٽ هردوار ۾. هوءَ به مون وانگر ٻن گهرن ۾ ورهايل هئي — هڪ گهر هردوار، ٻيو گهر دهلي. منهنجو هڪ گهر الاڙڪاڻي، ٻيو گهر هردوار ....

مڏو مون سان گڏجي منهنجي گهر هلندي هئي ته امان کيس پيار ڪندي هئي. کيس ٽول ڪارائيندي هئي. تيستائين اسان جي گهر، اسان جي پيڻ پئدا ڪانه ٿي هئي، ٻه ٽي سال پوءِ آئي، تنهن ڪري به شايد امان مڏوءَ کي وڌيڪ پيار ڪندي هئي. هوءَ اسان ٻنهي ٻارن کي ڪڏهن ڪڏهن شام جو هرڪي پؤڙين تي گهمائڻ ولي ويندي هئي. آرتي ڏيڪاري، واپس ورڻ وقت، سپاش گهاٽ تان ملتانيءَ جي ڪلفي فلودو ولي ڪارائيندي هئي. ڪڏهن وري نهري هائوس مان سنڌي حلوائيءَ جا گرم گرم گلاب جمون ولي ڏيندي هئي.

اُن زماني ۾ ڏاڍي سستائي هئي ....

جنهن سال مان چوٿين درجي ۾ هوس ۽ ڪلاس جي نئين ماستر جي هڪ مائٽياڻي اسان جي ڪلاس ۾، پهرينءَ بينچ تي نند ۽ موتيءَ سان گڏ ويلي هئي، منهنجي نند ڦٽل هئي. مون ڪنهن طرح اُن پهرينءَ بينچ تائين پهچڻ پي چاهيو. اُن جو هڪ ئي اُپاءُ هو — امتحان ۾ پاس ٿيڻ ۾ پهريون نمبر حاصل ڪرڻ.

جيئن اڄ ڪالهه اسڪولن ۾ پرليمنري امتحان ٿيندا آهن جنهن مان خبر پوندي آهي ته ودرياٿي ڪهڙي سبجيڪٽ ۾ هوشيار، ڪهڙي سبجيڪٽ ۾ ڪمزور آهي ته جيئن هو اُن تي هوم ورڪ ڪري سگهي يا ٽيوشن ولي هوشيار ٿئي. پڪي ۽ فائينل اِمتحان کان اڳ اِهي پرليمنري امتحان پاس ڪرڻ ضروري آهن.

اِن ساڳيءَ طرح، اسان جي اُن چوٿون درجو پڙهائيندڙ ماستر کي، اُن زماني ۾ خبر ناهي اِهو عقل ڪٿان آيو جو هن هر مهني ڪلاس جي شاگردن کان امتحان وٺڻ شروع ڪيا. مهني جي پوئينءَ تاريخ تي اِمتحان ولي، امتحان جون ڪاپيون پنهنجي گهر کڻي ويندو هو. ڪاپيون جاچي، مارڪون ڏيئي، پهرينءَ تاريخ ڪلاس ۾ اچي نتيجو ٻڌائيندو هو. ۽ پوءِ نئين سِرِ، نمبروار، شاگردن کي بينچن تي ويهاريندو هو. اُن ماهوار امتحان ۾ سخت چٽاڀيٽي ٿيندي هئي. شاگرد پهرين نمبرن ۾ اچڻ لاءِ خوب محنت ڪندا هئا. ليڪن نند ۽ موتيءَ کان ڪوبه ڪڏهن کي نه سگهيو هو. ۽ مان ته هوس ئي سڀني کان پوئتي، پنهنجيءَ ۾ پورو. منهنجو پهرينءَ بينچ تائين پهچڻ لڳ ڀڳ ناممڪن هو. ليڪن اُن دفعي مون همت جو سندرو ٻڌو ۽ اُهو تارو هوندي گهيڙ ۾ گهري پيس.

اُن امتحان لاءِ زور شور سان تياريون ڪرڻ لڳس. يارن دوستن سان رانديون ڪرڻ بند ڪيم. سئنيمائن ٻاهران چڪر هڻڻ ڇڏي ڏنم. برج وارا سيڪاريل نسخا ڪم آڻيندي مس کي سنهي ڪپڙي ۾ ڇاڻيم. ڪلڪ کي سلي نموني گهڙيم جيئن مشق سلي لکي سگهان. تاريخ جا سبق به ياد ڪيم. پر بيت ياد ئي نه ٿين. وسريو وسريو وڃن. ٻه بيت ڏاڍا ڏکيا هئا. ٻي ڏينهن سانده گهر جي ڪڏ تي ويهي، اُس ۾ پگهر وهائيندي، اُهي بيت ياد ڪيم.

مون تي جيڪڏهن پهرينءَ بينچ تائين پهچڻ جي ڌُن سوار نه هجي ها ته مان پٺيئن بينچ تي خوش هوس. پٺيان ويهڻ ۾ جيڪا آزادي هئي اُها اڳيان ويهڻ ۾ بلڪل ڪانه هئي. اڳيان هر وقت ماستر جي نگاهن سامهون رهڻو ٿي پيو جڏهن ته پٺيان پنهنجي بادشاهي هئي.

ليڪن هينئر اِئين نه هلندو. مون کي ڪيئن به ڪري پهرينءَ بينچ تائين پهچڻو هو. منهنجي منزل پهرين بينچ هئي. منهنجي نظر رام وانگر مڇيءَ جي اُن اک تي هئي جنهن تي تير چلڻو هو. رام کي سيتا حاصل ڪرڻي هئي ۽ مونکي پهرينءَ بينچ تي ويلل هن وينجهار وٽ پهچڻو هو جنهنجو نالو پشپا هوا

مهني جو پويون ڏينهن چنڇر هو. مان ڌڙڪندڙ دل سان اسڪول ويس. مان يڌ جي پوري تياري ڪري آيو هوس. مونکي ڪيئن به هيءَ لڙائي کٽڻي هئي. اسڪول پهچي مان بلڪل ماٺ رهيس. ڪابه شرارت

ڪانہ ڪيم. ڪنهن سان بہ جهيڙو نہ ڪيم. مان جڻ اِنهن اِسمن کان ئي غير واقف هوس. خوشحال، ڪلاس ۾ منهنجو حريف، مونکي ماٺ ڏسي عجب کائڻ لڳو. چيڙائڻ جي مراد سان، وارن ۾ گهڻو تيل لڳائي اچڻ تي، مون تي چٿرون ڪرڻ لڳو. پر مان چڙان ئي جو ٿو؟ چا جي چڙ .... ڪهڙي چڙا مان چا ڄاڻان چڙ ۽ هڙ مان؟ جو تہ منهنجو چڙڻ معنيٰ جهيڙوا ليڪن اڄ مان جهيڙي جي موڊ ۾ بلڪل نہ هوس. خوشحال کي نظرانداز ڪري، مان ڪلاس اندر هليو ويس.

امتحان پورو ٿيو. ڪاپيون ماستر پاڻ وٽ سوگهيون ڪيون. موڪل ملي تہ مان سڌو گهر آيس. گهر اچي خبر پيئي تہ امان سان گڏ مان بہ ناناڻي وڃي رهيو هوس. مامي مٺري کي پهريون پٽ ڄائو هو، امان کي گهرايو ويو هو ....

اُن کي چئبو اٿو نيٽي يعنيٰ پرالبڌ ! سپني ۾ بہ ڪين سوچيو هوم تہ مونکي اوچتو ناناڻي وڃڻو پوندو. ۽ هيءُ جو هيترا انسلا ٻڌم، محنت ڪري امتحان ڏنم ۽ سوچيو هوم تہ سومر ڏينهن جڏهن فاتح سولجر جيان اسڪول ويندس تہ ڪلاس جا دوست مونکي سورمو سمجهي، منهنجو سواگت ڪندا ۽ سيتا جيان پشپا مون کي ورمالها پهرائيندي! پر ٿيو ڇا؟ نتيجو ڪهڙو نڪتو؟ مان اچانڪ امان سان گڏجي ڏامراهن وڃي رهيو هوس!

ناناڻي هونءَ تہ مونکي سڀ پيارا لڳندا هئا ليڪن مامو مٺرو سڀني کان وڌيڪ پيارو لڳندو هو. امان سندس شادي ڪرائي هئي ۽ مامي کي لپي لاهي گهرڏياڻي بڻايو هو. هينئر ڪين پهريون ٻار ڄائو هو ۽ اُن ششوءَ جي پرورش لاءِ امان پهچي ويئي هئي.

امان اُن نئين ڄاول ٻالڪ ۽ سندس ماءُ جي ديکڀال ۾ لڳي ويئي ۽ مان مامي مٺري جي حوالي ٿي ويس. مامو مونکي ڳوٺ جي ٻنين ۽ باغن ۾ گهمائڻ ولي ويندو هو. ٻنين وچ ۾ هڪ ڍنڍ هئي جنهن ۾ ٻهہ، پبڻ ۽ ڪنول جا گل ٽڙيل هوندا هئا. مامو مٺرو اُن ڍنڍ اندر گهڙي ويندو هو ۽ اُن مان ٻهہ، پبڻ ۽ ڪنول جا گل پٽي ايندو هو. هڪ ڏينهن هو مونکي ڍنڍ جي ڪناري بيهاري پاڻ ڍنڍ ۾ گهڙي ويو تہ پليان، منهنجي پرسان، هڪ ڀر مان چلڪمرو نانگ نڪري آيو. مون نانگ کي ڏسي رڙيون ڪيون تہ مامي کان اڳ هڪ هاريءَ، جيڪو گاهہ جي ڀري مٿي تي رکي اُتان لنگهي رهيو هو، ڀري اُڇلائي نانگ جي سامهون اچي ٿيو.

هن هڪ چپ ڪٽي نانگ کي چٽي ڇڏيو. مامي ڊنڊ ڪان ٻاهر اچي اُن هاريءَ کي وڏا پاڪر پاتا. مان اچا تائين ڏنل هوس. موٺ وقت مامو مون کي پنهنجن مضبوط ڪلهن تي ويهاري ولي آيو.

اِهو واقعو مون 'پاٽيارا پکي' ناول ۾ ڇليو آهي. افسوس جو منهنجو اُهو دلاور مامو تازو ئي، ١٩٩٥ع ۾، هردوار ۾ گذاري ويو جنهن کان ٻه - ٽي سال اڳ مامي گذاري ويئي هئي. منهنجا وڏا ماما شوقتراءِ ۽ سترام ٻئي هردوار ۾ ئي گذر ڪري ويا آهن جن جو ذڪر هن جيونيءَ ۾ اڳتي ايندو.

مان جڏهن ناناٽن مان موٽيس ۽ ڏڙڪندڙ دل سان اسڪول ويس تہ مونکي خوشخبري ٻڌائي ويئي. مان امتحان ۾ پاس ٿيو هوس ۽ گهڻي ۾ گهڻيون مارڪون کڻي ڪلاس ۾ پهريون نمبر آيو هوس. اِها خبر، منهنجي حريف، خوشحال ٻڌائي جنهن وقت مان ڪلاس اندر داخل ٿي رهيو هوس. ليڪن منهنجي خوشي ڪافور ٿي ويئي جڏهن ٻڌم تہ جنهن لاءِ هيءَ جنگ جوٽي هيم، قلعو فتح ڪيو هوم، اُها، هيلن آف ٽراءِ، پشپا، پنهنجي ڳوٺ هلي ويئي هئي! اُها هيلن - پشپا، جنهنجون اکيون وڏيون، ويڪريون ۽ ڪاريون هيون، جيڪا ٻہ ڇوٽيون ڪري ڪلاس ۾ ايندي هئي، منهنجي لاءِ هڪ سپنو، هڪ ياد بڻجي رهجي ويئي .....

ڇوٿون درجو پئي پڙهيم تہ هڪ ڏينهن ڪو شخص پنهنجا جهونا ڪتاب دڪان تي وڪڻي ويو. اُنهن مان مون ٽي چار سنڌي ڪتاب چونڊي ڪنيا. اُنهن مان هڪ ڪتاب 'ديواندر جاسوس' مونکي ڏاڍو وڻيو. اُهو جاسوسي ناول بيحد روچڪ ۽ رومانچڪاري هو. اُتان مونکي جاسوسي ناول پڙهڻ جي چوس پيئي. مان رام منڊليءَ جو ميمبر بڻيس، جتان ناول ولي ايندو هوس. اُن بعد شيوا منڊليءَ جو ميمبر ٿيس جتي ڪتاب وڌيڪ هئا. ورهاڱي تائين مان اُن شيوا منڊليءَ جو ميمبر هوس. جاسوسي ڪتاب پڙهي پورا ڪيم تہ اُن بعد وڏن قصن جو وارو آيو. ممتاز دمساز، حاطم طائي، سند باد جهازي ۽ ٻيا ڪيترا قصا پڙهي پورا ڪيم. جاسوسي ناولن جا شرلاڪ هومز، بلئڪ جاسوس ۽ اميلياڪارٽر وٽندا هئا. ڊاڪن مان آرسين لوپن ۽ بدمعاشن مان رائمرڪيو کي پسند ڪندو هوس. رائمرڪيو خطرناڪ ۽ آرسين لوپن چالاڪ ۽ قزت ڌاڪو هو.

منهنجو وڏو مامو سترام حيدرآباد ۾ رهندو هو. سهڻو قداور جوان هو. هڪ دفعي ڳوٺ مان لاڙڪاڻي پئي آياسين ته رائيس ڪئنال وٽان لنگهندي، لاريءَ جي ڇت تان ڪئنال ۾ ٽپي پيو ۽ لاٽ پئي، پري نڪري ويو هو. اُن مامي سترام مون کي هڪ ناول ڏئي چيو ته مان جاسوسي ناولن ۽ قصن پڙهڻ بدران هن ناول جهڙا پنگتي ڪتاب پڙهان. هن مونکي جيڪو ناول پڙهڻ لاءِ ڏنو، اهو جڳت آڏواڻيءَ جو ترجمو ڪيل ۽ ڇپايل 'آخرين التجا' هو جنهنجو ليکڪ شرت چندر چٽرجي هو. مون اهو ناول هڪ دفعو نه، الائي ڪيترا دفعا پڙهيو. اُن ناول پڙهڻ بعد منهنجو جاسوسي ناولن ۽ وڏن قصن سان ناتو ٽٽو ۽ پنگتي ناولن سان رشتو جڙيو، جيڪو اڄا تائين جڙيل آهي ۽ سفر جاري آهي .....

زندگيءَ ۾ الائي ته ڪيتريون ياترائون ڪرڻيون ٿيون پون. هڪڙيون ياترائون ٻاهر جون آهن، ٻيون ياترائون من - اندر جون آهن. ٻئي وسيع دنيائون آهن. نه اندرينءَ دنيا جو سفر ٿو پورو ٿئي ۽ نه ٻاهرين دنيا جو. ٻاهرين دنيا ته وري به سامهون هجي ٿي، ڏسي سگهجي ٿي ليڪن اندرين دنيا ڄاڻڻ لاءِ من — منٿن ڪجي ٿو، امرت ۽ وش جو ڀيد ڪجي ٿو، ليڪن اسين لوڪ، امرت جي ڀرم ۾ وش پان ٿي ڪندا رهيا آهيون. وِهُ جا ڏُکَ ٿي ڀريندا رهيا آهيون!

جيتريون گهڻيون ياترائون اوتريون ئي گهڻيون ڀوڳنائون. ياترا دؤران سواءِ ياتنا جي ٻيو ڪجهه به نٿو پڙپي. سرير جون ياتنائون ته برداشت ڪري به وڃجن ليڪن من جون ياتنائون ڀڃي ڀوري چڪناچور ڪري ڇڏينديون آهن. فرد اُنهن کان بچڻ چاهي ٿو، ڀڄڻ چاهي ٿو ۽ اُن لاءِ نوان نوان پناهه گهر ڳولهي ٿو، ڇوٽڪاري جون واٽون ۽ واهون تلاشي ٿو .....

ڪڏون آسان پاڻ ئي پنهنجن هٿن سان کوٽيون آهن. واهون ۽ واٽون اسان پاڻ ئي، پاڻ تي بندي ڇڏيون آهن. اُنهن راهن ۾ گم اسان پاڻ ئي ٿيا آهيون. اُنهن کڏن ۾ اسان پاڻ کي، پاڻ ئي پوريو آهي. ماڻهو صرف فاتحا پڙهندا آهن. شرڌانجليون ڏيندا آهن ....

حد نظر تائين هيءَ سماڌيون ڪنهنجون آهن؟ اُهي ڪهڙا شخص هئا جي هنن سماڌين اندر سُتل آهن؟ اُهي انسان ڪهڙي درجي، ڪهڙي پدويءَ وارا هئا؟ سماج ۾ انهن جو ڪهڙو مرتبو هو .....؟

اِنهن سوالن جو ڇا هڪ ئي جواب آهي ته جنهن جهڙو ڪرم ڪيو تنهن تهڙو پد پراپت ڪيوا ۽ گيتا به ائين ئي چوي ٿي ته توهان کي صرف ڪرم ڪرڻو آهي، ڦل جي اِڇا رکڻي نه آهي ......!

ليڪن منهنجو هڪ ڳوٺائي دوست، گربخش مونواڻي، جيڪو واپاري هئڻ سان گڏ دورانديش ۽ هڏيمان پڻ آهي، اُهو هن ڪرم ڪانڊ جو وروڌي آهي. هن جو چوڻ آهي ته اسان پارتواسين، خاص طور هندن، گيتا جي اِن سکيا تي عمل ڪري ڪافي نقصان سلو اهي. هزارن سالن جي تاريخ ٻڌائي ٿي ته اسان پارتواسين ڪنهن تي به حملو نه ڪيو آهي. ٻين ڌارين اسان تي لڳاتار حملا ڪيا، اسان جو سرمايو لٽي ڪڻي ويا. هنن اسانجو سانسڪرتڪ ورثو تباهه ڪيو ۽ اسين چپ چاپ، ڪرم ۾ وشواس رکي، ڏسندا رهياسين، ڏسندا رهيا آهيون.

هن هڪ ٻيو مثال ڏنو. ورهاڱي بعد اسين سنڌي هندو ڀارت ۾ ڪٽو ڪٽو ٿي وياسين. اسان جي زمين اسان کان کسي ويئي. اسان جي سامهون چنوتي هئي ته اسين ٻي پاڙ، هن زمين ۾ پنهنجون پاڙون پختيون ڪيائي ڏيکاريون، پنهنجن پيرن تي بيهي ڏيکاريون، هڪ مالها ۾ پوئجي ڏيکاريون. اسان اُها چنوتي قبول ڪئي. اڄ اسين سنڌي نه صرف پنهنجن پيرن تي پختا بيٺا آهيون، بلڪ ٻين کي به سهارو ڏيئي رهيا آهيون. جيڪڏهن اسين ڪرم ۾ وشواس رکي ويهي رهون ها ته اڄ اسان جي هٿن ۾ ڪشڪول هجي ها ۽ اسين فٽ پاٿ تي هجون ها! ۽ ايندڙ ايڪويهين صديءَ ۾ ته اسان کي اڃا گهڻو ڪجهه ڪرڻو آهي. پارتواسين کي ذهن نشين ڪرائڻو آهي ته نئين وگيانڪ ٽيڪنالاجيءَ سامهون ڪرمڪانڊ کي ڪا معنيٰ ڪانهي. اِن نشي کان ڪين ساوڌان ڪرڻو آهي. سڄاڳ ڪرڻو آهي. ايندڙ صديءَ ۾ اسان کي تمام گهڻو ڪرم ڪرڻو آهي. ’همٿي مردان، مددي خدا‘ کي ساڪار ڪري ڏيکارڻو آهي .....!

١٩٤٢ع جي ٩ آگسٽ تي جڏهن مهاتما گانڌيءَ انگريزن کي ’ڀارت ڇڏي وڃو‘ جي للڪار ڪئي ته مان اُن وقت هردوار ۾ هوس. عمر ٻارهن تيرهن ورهيه هئي ۽ اسڪول ۾ هندي پڙهي پڙهيس. مان سنڌ ۾ گرمکي سکيو هوس تنهن ڪري هندي جلد پڪ اپ ڪري ورتم. تڏهن به مون هنديءَ جو ڪو امتحان پاس نه ڪيو جيئن چوٿون درجو سنڌي پڙهندي

بہ اُن جو امتحان ڏئي نہ سگھيس ڇو تہ مان هردوار موڪليو ويو هوس. اهڙيءَ طرح منهنجي تعليم اڌوري ئي رهندي آئي — هندي بہ تہ سنڌي پڻ. انگريزي تہ تڏهن پڙهي سگهان ها جڏهن چوٿو درجو پاس ڪيو هجيم ها ۽ وڌيڪ پڙهائي جاري رکي سگهان ها ....

منهنجي اِن تعليمي ڪوتاهيءَ مونکي ڏاڍو پوڳايو آهي. خاص طور تڏهن، جڏهن مون ساهتڪ ڪيتر ۾ پرويش ڪيو تہ اُتي پاڻ کي اڻ پڙهيل ۽ جاهل سمجهيم! پوءِ بہ ٿانو ٺوڪ هٺي چوندو هو : هيترو پڙهيو آهين تہ بہ عقل نہ آيو اٿيئي ....!

هڪ دفعي بئنگلور کان بمبئيءَ پئي موٽيس تہ جهاز ۾ سوار هڪ مارواڙي نوجوان پڇيو، ’ڇا توهين ليکڪ آهيو؟‘

مون ڏانهس نهاري، مشڪندي چيو، ’تو ڪيئن سمجهيو تہ مان ليکڪ آهيان؟‘

هو ٿورو کليو. چيائين، ’توهان جي پوشاڪ ۽ شڪل شبيهہ مان لڳم تہ توهين پڪ ئي پڪ ليکڪ آهيو.‘

’اخبار پڙهندو آهين؟‘

منهنجو سوال ٻڌي هو عجب ۾ پئجي ويو. سندس سوال سان اخبار جو ڪهڙو واسطو هو؟ پوءِ بہ وراڻيائين، ’هندي ۽ انگريزي ٻئي اخبارون پڙهندو آهيان.‘

مون هلڪو مشڪندي چيو، ’اڄ جي انگريزي اخبارن ۾ منهنجو فوٽو ۽ احوال ڇپيل اٿيئي. مون کي ساهتيہ اڪاڊميءَ جو انعام مليو آهي، منهنجي ناول تي ....‘

هو ڏاڍو خوش ٿيو. چيائين، ’تنهنجي معنيٰ تہ منهنجو انومان صحيح هو؟‘

’سورهن آنہ صحيح.‘

هن مون سان هٿ ملائي، واڌايون ڏيندي چيو، ’توهان ڪڏهن ان شخص بابت ضرور لکو جنهنکي سندس مائٽن ٻئي ڪنهن ڏاڙئي شخص کي گود ۾ ڏئي ڇڏيو هجي. اُن جي پيڙا ۽ ويدنا تي ضرور لکجو جيڪا هو اُتي پوڳيندو ۽ برداشت ڪندو آهي. هن جي اُنهن احساسن تي لکو جن کي هر روز نهوڙيو ويندو آهي.‘ هن جو گلو ڀرجي آيو هو. هو وڌيڪ ڪجھ چئي نہ سگهيو.

مون محسوس ڪيو اسين ٻئي هڪ ٺي ٻيڙيءَ ۾ سوار هئاسين. ٻنهي لوڏا ۽ ڏوڏا کاڌا هئا. من ڪچا ٿيا هئا. ليڪن شڪر جو ٻڏڻ کان بچي ويا هئاسين ...

مدو ميونسپل جي ڇوڪرين واري اسڪول ۾ پڙهڻ ويندي هئي. اڇو يونيفارم پائيندي هئي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ٻه چوٽيون به ڪري ويندي هئي. هينئر هوءَ ٿوري وڏي ٿي هئي ۽ وڻندڙ لڳندي هئي. اسين شام جو روز گهمڻ ويندا هئاسين. ڪڏهن دل ٿيندي هئي ته پان کائيندا هئاسين. پان کائڻ بعد مدوءَ جا ننڍڙا سنهڙا چپ ڳاڙها ٿي ويندا هئا.

’ڀارت ڇڏي وڃو‘ جو نعرو هر هنڌ گونجيو هو. هردوار ۾ پڻ اُن جو پڙاڏو ٿيو هو. ڪانگريسي نوجوانن ڪافي ڀڃ ڊاهه ڪئي هئي. پوسٽ آفيس ۽ ڪن ٻين سرڪاري عمارتن کي ڪافي نقصان پهچايو هئائون. شهر بند هو ۽ گورکا ريجيمينٽ جا فوجي جوان گشت لڳائي رهيا هئا. اسان جي ويجهو بجلي گهر هو جنهن ٻاهران فوجي پهرو هو. مون ۽ مدوءَ گڏجي اُنهن فوجين کي ڏاڍو تنگ ڪيو. ڪڏهن ٻاٽي پٽي مٿان وڌوسون ته ڪڏهن پٿر پٽي اُڇلاياسون. پهرين ته هنن ٻار سمجهي ٿورو ڌيڪاريو پر جڏهن اسين باز نه آياسين ته هنن پنهنجون رائفلون سڌيون ڪيون.

اسين پٺي وجي گهر لڪاسون.

اهڙي وقت، جڏهن شهر بند هو ۽ گهٽين ۾ فوجي پهرو هو، ناني آديش ڏنو ته ڪيٽن به ڪري مان هن لاءِ سگريٽن جو پئڪيٽ وٺي اچان! سگريٽ جي ٻاڙ کانئس برداشت ڪانه پئي ٿي. ليڪن سوال هو ته سگريٽ آڻجن ڪٿان ۽ ڪيئن؟ اوچتو ياد آيو ته گهر جي پليان، گهٽيءَ جي ڪنڊ وٽ، پان بيڙيءَ جو هڪ دڪان هو جنهنجو پوڙهو مالڪ رهندو به دڪان اندر ئي هو. دڪان کي پوئتان هڪ ننڍڙو دروازو به هو. هو اُتان ئي اچ وڃ ڪندو هو.

ناني کان پئسا وٺي، مدوءَ کي ساڻ ڪري، باندرن وانگر ڪوٺا ٽپندا، هيٺ مٿي لهندا چڙهندا، نيٺ وڃي اُن دڪان جي پليان پهتاسون. دڪان جو پويون در ڪليل هو. اسين جهٽ پٽ اندر گهڙي وياسين. هن پوڙهي سگريءَ تي ڌال پئي رڌي. هڪل ڪري پڇيائين، ’اڙي ڪير آهيو، ڇا کپيوَ؟‘

مون تڙ تڪڙ ۾ چيو، ’چاچا، هيءَ وٺ پئسا، اسان کي هڪ پئڪيٽ پاسنگ شو سگريٽ ۽ ٻه پان ٻڌي ڏي ....‘

دڪاندار آيل رزق ڪڏهن واپس نہ ڪندو. هن پوڙهي هڪدم پئسا کڻي ورتا. دروازو ڀيڪڙي، سگريٽن جو پئڪيٽ ڏئي، پان ٺاهڻ لڳو. هڪ پان ناني لاءِ پتي ۾ ٻڌائي، هڪ پان جا ٻہ اڌ ڪري، مڌوءَ ۽ مون وات ۾ وڌا.

پان چٻاڙيندا، ساڳيون ڏاڪڻيون چڙهندا لهندا، ڪوٺا ٽپندا، اسين گهر اچي پهتاسين. جڻ وڏي ڪيپ کڻي آيا هئاسون. ٻئي سهڪياسون پئي.

هڪ دفعي پان کائڻ تي ناني ٺٺ هنئي هئي پر اڄ ڪجهہ نہ چيائين. اسان جوکم کڻي، هن لاءِ سگريٽ ۽ پان آندو هو، ڏمال بجاءِ، شاباس ڏنائين.

پاسنگ شو سگريٽن تان ننڍپڻ جي هڪ ڳالهہ ٿي ياد اچي. لاڙڪاڻي جي رايل ٽاڪيز ۾ ’پاسنگ شو‘ نالي واري فلم لڳي هئي. پاسنگ شو سگريٽن جي ڪمپنيءَ مشهوريءَ لاءِ، هرهڪ ٽڪيٽ سان سگريٽن جو پئڪيٽ مفت پئي ڏنو. مون ۽ رام ٻہ ٽڪيٽون ورتيون تہ اسانکي ٻہ پئڪيٽ مليا. اسين اُهي پئڪيٽ هٿ ۾ کڻي، سئنيما هال اندر داخل پئي ٿياسون تہ ڪنهن منهنجو نالو وٺي پليان سڏ ڪيو. مون پليان نهاريو تہ چرڪ نڪري ويو. منهنجو ڪلاس ٽيچر مونکي پاڻ ڏانهن ڪوٺي رهيو هو. مان سندس ويجهو پهتس تہ ڏمال ڪيندي چيائين، ’هن عمر ۾ سگريٽ ٿو چڪين! هيڏانهن ڪر اِهو پئڪيٽ ...!‘

منهنجو تہ گلو ئي خشڪ ٿي ويو هو. نڙيءَ مان ڪو لفظ ئي نہ پئي نڪتو. سگريٽ جو پئڪيٽ ٽيچر جي هٿن ۾ ڏئي، مان تڪڙو تڪڙو هال اندر گهڙي ويس. رام مون کان اڳ ۾ بينچ تي وڃي ويٺو هو. ٻڌايو مانس تہ سگريٽ جو پئڪيٽ ماستر ڦري ورتو ....

اسان وارو اُهو ماستر رايل ٽاڪيز ۾ پارٽ ٽائيم نوڪري ڪندو هو ....!

هردوار شهر ننڍو ۽ نهايت صاف سٿرو هو. هڪ پاسي کان گنگا ۽ ٻئي پاسي کان هماليہ جبل. شهر ۾ اچڻ وڃڻ جا رستا صرف ٻہ هئا. هڪ رستو اسٽيشن کان، پوسٽ آفيس ۽ پوليس ٿاڻي وٽان، اپر روڊ تان،

ٻاهران ئي ٻاهران، هرڪي پئوڙين وارو مٿيون رستو ڏئي، پيم گوڏا ڪان ڏيندو، رشيڪيش ۽ ديهرادون ولي ويندو. هيو رستو پوسٽ وٽان، برلا روڊ ڪان هيٺ لهي، رام گهاٽ ۽ وشنو گهاٽ وٽان ڏيندو، سبزي منڊيءَ تي اچي پهچندو. اُتان وري ٻه رستا آهن. هڪ موتي بزار مان ڏيندو، ڊگهي بزار ڪراس ڪري، هرڪي پئوڙين وٽ، گنگا مندر تائين پهچائي ٿو. هيو رستو سبزي منڊيءَ ڪان، سنڌي ويسيءَ واري وٽان لنگهي، سروڻ گهاٽ، شانتا گري ۽ پورڻ گري هال ۽ رائبريءَ وٽان هلي، بينگالي لاج وٽان ڏيندو، گئو گهاٽ تائين اچي، ساڄي هٿ تي، گنگا ڪناري اچي پهچائيندو جتي گلن ڦلن وارا گلن جون هيڙيون ڦاهي ويٺا هوندا آهن جن ڪان گلن جون هيڙيون ۽ ڪافور جا ڏيئا ولي، هرڪي پوئڙين وٽ، گنگا ۾ تاربيون آهن. هرڪي پئوڙين تائين پهچڻ ۾، رستي تي گنگا سڀا، اسڪائوٽنگ سڀا، سڀاش چندر بوس چؤنڪ ۽ سيوا سمتي اچي ٿي جي پبلڪ شيوا ڪان مشهور آهن. هرڪي پئوڙين جي هيٺاريءَ تي گهنٽا گهر آهي جيڪو گنگا جي آرتيءَ وقت وڄندو رهندو آهي. آرتيءَ وقت سمورا لوڪ اُٿي بيهي، هٿ جوڙي، گنگا جي آرتي اُچاريندا آهن.

هرڪي پئوڙين وٽ، آرتيءَ مهل، ايترا والينٽيئر موجود هوندا آهن جو ڪنهنکي ڪا گستاخي ڪرڻ جي همٿ ڪانہ ڏيندي آهي. ان ڪري اُتي موجود استري چاهي پرش، جوان چاهي ٻڍو، نشچنت ٿي گنگا - سنان ڪندا آهن.

هردوار ۾ جنهن طرف نهار — مندر ئي مندر آهن؛ مٺ ۽ مڙهيون آهن؛ ساڌو ۽ سنت آهن. هيون آهن ڌرمشالون جن ۾ ڀارت جي ڪنڊ ڪڙڇ مان آيل ياتري رهندا آهن.

هردوار جي دڪاندارن جو روزگار انهن ئي ياترين تي نربر آهي. هو اچن تہ وڃڻ وقت سيسا، بوشڻ، باسڻ ۽ گنگا جل جا دٻا ٻري ڪٺي وڃن. هر ڪنهنکي روزگار مليو وڃي. ياتري نہ اچن تہ جيڪر دڪاندار هڪ ڏينهن بہ جالي نہ سگهن. ليڪن جيستائين هردوار ۾ گنگا آهي تيستائين ياتري ايندا رهندا ۽ دڪاندار پنهنجي پيٽ جو گذر ڪيندا، ڪمائيندا رهندا. هونءَ بہ هردوارواسين جو عقيدو آهي تہ گنگا ماتا ڪنهنکي بہ بکئي پيٽ سمهڻ نہ ڏيندي آهي. اُها ماءُ جيان اُٿاري بہ ڪارائيندي آهي، پوءِ اُهو راجا هجي چاهي رنڪ .....!

هردوار جي پنڊن وٽ، سندن دفتر ۾، هر ڪنهن هندو ياتريءَ جي داخلا دُرج آهي — ڏهن پيڙهين تائين. وڏو تيرٿ آسٿان هئڻ سبب هندو هڪ دفعو هردوار ضرور ايندو آهي. هاڻيون ۽ سنک بہ هردوار اچي گنگا جي سپرد ڪندو آهي. ڪيترا هندو ٻارن جو منڊ ۽ جٽيا هردوار ۾ اچي پارائيندا آهن.

ليڪن هينئر هردوار جو رنگ روپ نرالو آهي. هينئر اُهو وڏو شهر آهي. گنگا پار وڃڻ لاءِ ڪيتريون پليون ڪڙيون ڪيون ويئون آهن. گنگا پار ڪان وڏو شاهي رستو ڪڍيو ويو آهي جيڪو آمدرفت لاءِ ڪارگر ثابت ٿيو آهي. منشا ديويءَ تي اڳہ پيادل چڙهي وڃڻو پوندو هو، اڄ بجليءَ تي هلندڙ ٽراليون آهن.

هردوار ۾ ٻيا ڏڻ وار تہ ملهايائي ويندا آهن خاص طور ڏياري ۽ هولي، پر ڪُنڀ ۽ اڌ ڪُنڀ جو ميلو ڏاڍو ڌوم سان ملهايو ويندو آهي جنهن ۾ لکين ياتري گنگا ۾ ٽٻي ڏيڻ ايندا آهن. ڀارت ۾ جيترا بہ مَٺ ۽ اکاڙا آهن اُنهن جا گاديسر ۽ پوٺلڳ ميلي ۾ اچي پهچندا آهن. اِنهن شاهي ميلن ۾ هردوار جا دڪاندار تہ خوب ڪمائيندا ئي آهن، ٻاهريان واپاري پڻ پنهنجا دڪان کولي، ڪمائي ويندا آهن، خاص طور ڪاڌي پيتي ۽ ويسين وارا ....

پُراڻڪ ميٿا موجب سمندر منٿڻ بعد جڏهن امرت جو ڪلش نڪتو تہ اُهو دئيت ڪٽي ڀڄڻ لڳا. ڀڄندي ڀڄندي، جتي جتي، اُن ڪلش مان امرت ڇُلڪي هاريو، اُتي اُتي، ڪنڀ ۽ اڌ ڪنڀ ملهائجي ٿو. ڪنڀ ٻارهين سالين ۽ اڌ ڪنڀ ڇهين سالين. اهڙيءَ طرح اُهي هنڌ، جتي جتي امرت هاريو هو، هندن جا تيرٿ آسٿان بڻجي پيا. اُهي آسٿان هن پرڪار آهن : هردوار، الله آباد، اُجين ۽ ناسڪ.

مون هردوار ۾ رهندي ڪنڀ ۽ اڌ ڪنڀ — ٻئي ميلا ڏٺا آهن.

هردوار جو بيان اِنڪري وڏيڪ پيو ڪريان جو هردوار جو منهنجي جيون ۾ وڏو دخل رهيو آهي. گنگا سان منهنجو اتي سنيهہ رهيو آهي. هوءَ منهنجي لاءِ ماءُ سمان رهي آهي. مُنهنجي حال جي جاڻو رهي آهي. دک - سک ۾ مان وٽس ئي ڊوڙندو ويو آهيان.

هردوار ۾ گنگا جو جل ٻاروهي سيتل — جهڙو برف ! هردوارواسي گهڻو ڪري گرميءَ سرديءَ گنگا سنان ڪن. سنان بعد گنگا جي اُستتي

ڪن. گنگا جل جي لوٽي پري شولنگہ تي چاڙهين. دڪان تي وڃي گنگا جو چندو هڻن. اِنڪري ماڻهن جا من، تن ۽ آچرڻ صاف ۽ شڌ آهن.

هردوار جا گروڪل وديالیہ جڳ مشهور آهن. اُن ۾ وديارٿين کي ڪلن نيم پالڻا پوندا آهن. اُن اگني - پريڪشا مان پاس ٿي، ڪُندن بڻجي، جڏهن هو سنسار ۾ پرويش ڪندا آهن تہ سندن جيون فلسفو بلڪل صاف ۽ چٽو هوندو آهي.

وديارٿي جيون ۾ بالڪ چاهي بالڪيون، سنسڪرت جو ابياس ڪندا آهن. هو جڏهن شام جو قطار ۾، پيرين پنڌ، سنسڪرت جا سلوڪ اُچاريندا، هرڪي پئوڙين طرف ويندا آهن، جتي آرتي ٿيڻ تائين گنگا جي ڪنڌي تي ويهي، هڪ ئي سُر ۾ سنسڪرت جو پاٺ پڙهندا آهن، تہ واتاورڻ ۾ عجيب آلوڪڪ سُر گونجندا آهن. اُهي سُرَ ٻڌي من ۽ چت، ٻئي ترپت ٿي ويندا آهن.

مان گنگا جي تيز وهڪري ۾ لڙهيو بہ آهيان تہ پار بہ پيو آهيان. اهڙيءَ طرح هڪ دفعي، ننڍي هوندي، رائيس ڪئنال ۾ بہ لڙهي ويو. هوس جنهن مان ديارام ٽيلر ماستر بچايو هو. هڪ دفعي، شوراتريءَ تي، ڪملا ۽ شانتي پرساد سان گڏ ڪنکل ويو هوس تہ اُتي گنگا جي چوهہ ۾ پير ترڪي ويو هو. شانتيءَ ۽ ٻئي هڪ جوان بچائي ٻاهر آندو هو. ڪملا پيڻ روئڻهارڪي ٿي ويئي هئي.

اِن ڪري مون کي سنڌوءَ ۽ گنگا لاءِ بيحد شرڌا ۽ عقيدت آهي جو هنن ٻنهي مونکي جيون - دان ڏنو آهي.

هردوار ۾ مون ڪيئي اونهارا، ڪيئي سيارا گذاريا آهن. گرمين ۾ گهڻو ڪري سروڻ گهاٽ تي گنگا سنان ڪرڻ ويندو هوس. هرڪي پئوڙين تي ڪڏهن ڪڏهن ٿي ويندو هوس. گرمين ۾ اوستائين تڙڳندو هوس جيستائين ڏند نہ ڪڙڪڻ لڳندا هئا. سياري ۾، بدن تي سرنهن جو تيل ملي، ڪجھہ وقت اُس جو تڙڪو کائي، پوءِ گنگا ۾ گهرندو هوس. پنج ٽپيون ڏيئي هڪدم ٻاهر نڪري ايندو هوس. مون محسوس ڪيو هو تہ هڪ دفعو ٽپيون ڏيئي نڪرڻ بعد سرديءَ جي لڪا ڪانہ پوندي هئي. ڏڪ ڏڪ يا ڏندن جي ڪڙڪ بہ ڪانہ ٿيندي هئي.

گنگا جو جل ڪڏهن بہ خراب نہ ٿيندو آهي. چون ٿا تہ مغل بادشاهون گنگا جل ڪانسواءِ ٻيو ڪو پاڻي پيئندا ئي نہ هئا ....!

سروڻ گهاٽ جي جنهن چبوتري تي مان ۽ مدو، شام جو ويهندا هئاسون، اُن چبوتري مٿان شهتوتن جي وڻ جي ڇايا هوندي هئي. اسين اُن مان ڪارا ۽ ننڍڙا شهتوت پٽي کائيندا هئاسين. اُهي کائڻ ۾ ڪتا مٺا هوندا هئا. هن وقت اُهو وڻ اُتي ڪونهي. باندرن جي آزار کان اُهو وڻ ڪٽايو ويو هو. ليڪن مان جڏهن به هردوار وڃان تڏهن سروڻ گهاٽ تي ضرور وڃان ۽ اُن چبوتري تي وڃي ويهي رهان. اُتي ويلي ويلي مدوءَ کي ضرور ياد ڪريان. ڏسندو گنگا جي لهرن طرف آهيان ليڪن ڌيان ۾ صرف مدو هوندي آهي. مدوءَ کي ياد ڪرڻ سان من ۾ جلترنگ وڃندا آهن. منهنجي لاءِ هوءَ اُها راڳڻي هئي جنهنکي مان اڄ تائين گنگنائيندو رهندو آهيان. هوءَ اڄ به منهنجي من جي سنگهاسن تي براجمان آهي.

جڏهن به اسان جي ڪا پريه وستو گم ٿي ويندي آهي تہ اسين اُن لاءِ بي چئن ٿي ويندا آهيون. اُن وستوءَ کي بار بار ياد ڪندا آهيون ۽ وڏيڪ ڏکي ٿيندا آهيون.

مدو منهنجي لاءِ گم ٿيل وستو هئي جنهنکي مون جڏهن بہ ياد ڪيو آهي، اتي دکي ٿيو آهيان. ليڪن اُها گم ڪٿي ٿي هئي. اُها وستو تہ مون پنهنجن هٿن سان وڃائي هئي ...!

منهنجي هن آتم ڪٿا جو مکيہ سُوتر مدو ئي آهي ...

اُن زماني ۾ هردوار جي رام ليلا ڏسڻ وٽان هوندي هئي. رام ليلا وارو مئدان زالن، مردن ۽ ٻارن خواہ ٻڍن سان ڀرجي ويندو هو. هلڪو هلڪو سيءُ پوندو هو ليڪن رام ليلا ڏسندي اُن جي پرواہ نہ ڪبي هئي.

اُن هڪ سال، رام ليلا ۾، رام جو ننڍپڻ جو پارٽ ڪرڻ وارو ڇوڪرو بيمار ٿي پيو تہ اُهو پارٽ مونکان ڪرايو ويو. مونکي هندي سلي ايندي هئي، مان اُهو پارٽ بخوبيءَ ڪري ويس. شايد وڏيڪ سُلو ۽ الردار نموني ڪيم. اُن جو ادبت نتيجو نڪتو. ٻئي ڏينهن سروڻ گهاٽ تي ويس تہ زالون ۽ بزرگ پيرين پوڻ لڳا. ڇو ؛ مان رام آهيان! هردوار يوپي پرڳڻي ۾ آهي ۽ يو پي وارا ٻين جي پيٽ ۾ رام پڳت وڏيڪ آهن. ايوڌيا پڻ يوپي ۾ ئي آهي.

رام واري اُن پارٽ بعد، مدو مونکي رام چئي ڪوليندي هئي.

مون هن تي ۽ پاڻ تي جيڪا ڪهاڻي لکي هئي — هڪ لهر، اُن ۾ هوءَ ريڪا آهي ۽ مان رام.

هردوار ۾ هڪ آزار ٻڪرين جو، ٻيو آزار باندرن جو. ٻڪرين کي ته پاڻ مرادو ٻڪيا مليو وڃي ليڪن باندر گهرڻ بجاءِ کسڻ ۾ يقين رکن. جهپ هڻي ڪنهنجو ڪو پهرڻ کڻي ويندا ته ڪنهنجو ڪو چمپل يا بوٽ. ڪنهنجي روٽي کڻي ڀڄندا ته ڪنهنجو ڪو ڦل فروٽ. وڻ جي ڏار يا بجليءَ جي ٿنڀي تي ويهي، ڪاڏي سان ملا ڀريندا ويندا. ڪپڙو لٽو يا بوٽ چمپل جو پادر ڏندن سان ڦاڙڻ - چٿڻ لڳندا. اِن ڪري مان باندرن جو دشمن ۽ باندر منهنجا دشمن هئا.

آسان جي حويليءَ ۾، پڊر ۾ پپل جا ٻه وڏا وڻ هئا جي باندرن جو ٺاڻو لڳاڻو هئا. هو صبوح جو صف ٻڌي اچڻ شروع ڪندا هئا ۽ پپل تي پنهنجو قبضو ڄمائي ويهندا هئا. سياڻا ايترا جو جڏهن اُڃ لڳندن ته وڻ تان هيٺ لهي، پڊر ۾ لڳل نل جي ٽوٽي گهمائي، نل سان وات لڳائي، پاڻي پيئندا ۽ ٽوٽي بند ڪرڻ ڪانسواءِ ئي ڀڄي ويندا.

مان لٺ کڻي کين ڀڄائڻ لڳندو هوس. هو مون ڏانهن ڇوڪي نهاريندا هئا ۽ مان لٺ ڏيکاري کين ڊيڄاريندو هوس. هيترو ڊيڄارڻ کان پوءِ به مون هنن نؤدن کان پنهنجا ڪپڙا ڦاڙايا هئا ۽ چمپل جا پادر گم ڪرايا هئا ...!

اُن سال امان هردوار ڪانه آئي هئي. اسين گهر ۾ ٽي ڄاتي هئاسين. نانو، ناني ۽ مان. نانيءَ جي هڪ ٽنگ ڳوڏي کان ڪٽيل هئي جنهنڪري هو لنگڙو هو ۽ ڪاٺ جي گهوڙيءَ تي هلندو هو. ناني بينگالڻ هئي ۽ صفا ڇري هئي. ليڪن هوءَ سنڌي سمجهندي هئي ۽ ڪڏهن ڳالهائيندي به هئي. ناني ڪلڪتي ۾ رهندي ساٿس پريم وواه ڪيو هو. هوءَ ٻال وڌوا هئي ۽ هڪ بئريسٽر جي ڌيءَ هئي. شاديءَ بعد هو ڪلڪتو ڇڏي، ڪجهه سال سنڌ ۾ رهي آيا هئا جتي هن سنڌي سکي ورتي هئي. سندس نالو راڌا هو جيڪو سندس اصلوڪو نالو نه هو. بينگال ۾ وڌوا کي راڌا ڪوليندا هئا، اِن تان هوءَ راڌا نالي سان سڏي ويندي هئي. نانو کيس ڏاڍو ڀائيندو هو ڇو جو ڏکين ڏينهن ۾ هن سندس ٽهل ٽڪور ڪئي هئي.

مون هنن جي زندگيءَ تي جيڪو ناول لکيو آهي — پاڻياري پکي، اُن ۾ سندن زندگيءَ جا مڪمل ۽ سچا عڪس پيش ڪيا اٿم.

هردوار ۾ ناني کي ڪپڙي جو وڏو دڪان هو. اُهو ڪافي مشهور هو. ٻه ڀائيوار هئا ۽ ٻئي سنڌي هئا. هڪ نانو شيوارام ۽ ٻيو ڪاڪو حشمتراءِ. فرم جو نالو پوندو هو : 'شيوارام حشمتراءِ'. ٻئي شادي شده هئا ۽ ٻنهي کي پنهنجو اؤلاد ڪونه هو. ناني مونکي گود ۾ ورتو هو ۽ ڪاڪي حشمتراءِ پڻ گهڻن ئي ٻارن کي پالي وڏو ڪيو هو. نانو ڪلڪتي ۾ رهي، انگريزن سان ڏنڊو واپار ڪندي، انگريزي ڳالهائڻ سکي آيو هو. هو ڪوڙ اصل نه ڳالهائيندو هو. ڏنڊي ۾ بارگين جي سخت خلاف هو. تنهنڪري دڪان تي بورڊ هڻي ڇڏيو هئائون : هڪ اگهه. فڪس ريٽ. ايڪ دام. اُهو بورڊ انگريزيءَ ۽ هنديءَ ۾ هوندو هو. دڪان جا ٻه مالڪ ۽ ٻه ملازم. هڪ هيمون ۽ ٻيو شانتي. هيمو ڳامبلو هو ۽ شانتي امرتسر جو جنهنکي ناني ننڍي کان وڏو ڪيو ۽ شادي به ڪرائي هئي، ڪملا سان. اُن ڪملا کي مون پنهنجي ڀيڻ ڪيو جيڪو ناتو اڄ تائين نباهيندو اچان. مان جڏهن به هردوار وڃان، ڪيس پيرين پوان ۽ ٻارن کي خرچي ڏيان. سندس پٽ اڄ تائين مونکي 'ماماجي' چون ۽ عزت ڏين.

سنڌ مان جيڪي سنڌي هندو هردوار تيرٿ ڪرڻ يا گهمڻ سانگي اچن ته اسان وٽان ٿوري گهڻي خريداري ضرور ڪن. نانو ڪنهنجي اجائي خوشامد نه ڪري ليڪن ڪاڪو حشمتراءِ اُنهن سنڌين کي ويهاري، کين ٻيڙي چانهه پيئاري، ڪائنس سنڌ جو حال احوال وٺي. مان اُنهن سنڌين جي ويجهو ويهي، ڪن ڏيئي، سنڌ جو حال احوال ٻڌان. مونکي سنڌ جي الڳ الڳ شهرن ۽ ڳوٺن جو احوال ٻڌي خوشي ٿيندي هئي. ائين سمجهندو هوس مان اُنهن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ پهچي ويو آهيان.

ڪاڪو حشمتراءِ، جنهنکي هردوار جا سنڌي مکي صاحب چوندا هئا، اُنهن سنڌ جي ياترين جي همدردي حاصل ڪري وٺندو هو جنهنجي موٽ ۾ هو اسان جي دڪان تان خريداري ڪري ويندا هئا.

دڪان تي هڪ درزي به ويهاريل هو. اُهو اصل ڪوهاٽ جو ڪوهاٽي هو. آفيم جي گوري کائيندو هو. هن کي به اولاد ڪونه هو. هن جي ڪوهاڻ زال جڏهن ڪيس ٻنپهرن جي ماني ڏيئي ويندي هئي ته هو مونکي

بہ ضرور ڪارائيندو هو. مونکي نہ صرف پيار ڪندو هو بلڪ چرچاگهہا بہ ڪندو هو. جڏهن آفيم جي گوري ڪاڏل هوندي هئس تڏهن مشين هلائيندي، پنهنجيءَ ٻوليءَ ۾ راڳ پيو جهونگاريندو هو.

هردوار ۾ ڪنهن ياتريءَ کي تڪڙي سلائي ڪرائڻي هوندي هئي تہ اُهو اسان واري ڪوهاڻي ٽيلر ماسٽر وٽ ايندو هو. هو ماپ ولي، ڪپڙو ڪٽائي وٺندو هو ۽ ياتريءَ کي چوندو هو تہ گنگا سنان بعد، موٽندي وقت پنهنجي قميص يا ڪرتو کڻندو وڃي.

ڪوهاڻي ٽيلر ماسٽر ڪپڙن سبڻ ۾ ايترو تڪڙو ۽ چست هو جو ٻن ڪلاڪن ۾ سمجهہ وارو ڪپڙو هڪ ڪلاڪ ۾ سبي وٺندو هو. ياتري گنگا تان سنان ڪري موٽندو هو تہ ڪيس پنهنجو سبيل ڪپڙو تيار ملي ويندو هو. پر پوءِ تماشو بہ تماشو ٿيندو هو. جيڪڏهن ٽيلرماسٽر جي گوري ڪاڏل هوندي هئي تہ هو ماپ پلجي ويندو هو. اُن حالت ۾ جيڪي ياد پوندو هوس، اُن آڌار تي ڪپڙو ڪٽي سلائي ڪري وٺندو هو. جڏهن ياتري اُهو سبيل ڪپڙو پائيندو هو تہ يا تہ اُهو هجي سوڙهو ۽ يا هجي ويڪرو!

ياتري خفي ٿي چوندو : هيءَ قميص ڪهڙي سُبي اٿيئي؟ هيءَ تہ سوڙهي آهي!

ڪوهاڻي ماسٽر هڪدم جواب ڏيندو : تون تہ ڪو ڀهيلو آهين! ايترو بہ نٿو ڄاڻين تہ ڪپڙو جڏهن پاڻي ۾ پوندو آهي تہ ويڪرو ٿي ويندو آهي، جيئن جتي پائڻ سان ويڪري ٿي ويندي آهي!

جيڪڏهن ياتري مورک هوندو تہ سندس اِها ڳالهہ سچ مڃي، سوڙهي قميص کڻي هليو ويندو هو. پر جڏهن قميص ويڪري هوندي هئي تہ دليل ڏيندو هو : ڪپڙو پاڻيءَ ۾ پوڻ سان سسندو آهي يا نہ، اِهو ٻڌاءِ؟ مون تہ پاڻ پلائي ڪري قميص موڪري سبي آهي جيئن ڌوپجڻ بعد فٽنگ برابر ٿئي!

ٻنهي حالتن ۾ گراهڪ ٺڳيو ملبو هو، جيئن سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي : واٺي ليکي جٺي هلي، جٺيءَ ليکي واٺيو ملوا

ليڪن ڪو ڪو گراهڪ سياڻو نڪري پوندو هو. اُهو گراهڪ سوڙهي يا موڪري قميص وٺڻ کان انڪار ڪندو هو. اُن حالت ۾ ڪوهاڻي ٽيلر ماسٽر کي پئسا پري ڏيڻا پوندا هئا.

سياري ۾ چاهي گرمين ۾، اسان کي ڪوئلن جي سگري ٻارڻ لاءِ

ڪپڙي جي ڪُتر ڪپندي هئي جيڪا اسين رات جو ڪوهاٽي درزيءَ ڪان ولي ويندا هئاسين. اسين ٻئي وقت ماني پنهنجن هٿن سان تيار ڪندا هئاسين. حويليءَ ۾ رهڻ وارا ٻيا ڪيترا ڪاٽ جي ٻوري جي سگري ٻاريندا هئا. ليڪن اسين اگرن تي ئي ماني تيار ڪندا هئاسين.

ناتال جون موڪلون شروع ٿي ويئون هيون. سيءُ بہ وڌي ويو هو. اِن سبب بزار جلد بند ٿي ويندي هئي. نانو ڀيرين گهر هليو ويندو هو ۽ رات جي رسوئيءَ جي تياري ڪندو هو. اُن بعد مان دڪان بند ڪرائي، سگري ٻارڻ لاءِ ڪاتر پني ۾ ويڙهي، گهر کڻي ويندو هوس.

موڪلن سبب مڏو ڀڻيءَ وٽ دهليءَ هلي ويئي هئي. منهنجو وڏو مامو شوقتراءِ ٻن دوستن سان گڏجي هردوار گهمڻ آيو هو ۽ هينئر واپس وڃڻ جو سانباهو ڪري رهيو هو. ٿاني مون کي پڻ اُنهن سان گڏ وطن وڃڻ جي اجازت ڏني. ٿي هو ۽ چوڻون مان، راجستان گهمندا، جوڌپور کان ڇوٽي لائين رستي، حيدر آباد وڃي پهتاسين. اُتي مامي سترام کي اسٽيشن تي ڪٽنلين هئي. مامي اسان کي حيدرآباد گهمائي ڦيرائي، ريل گاڏيءَ رستي لاڙڪاڻي روانو ڪيو. اُتي، حيدر آباد ۾ مامي سترام جيڪو پلو ٺاهي کارايو هو اُن جو سواد اڄ تائين زبان تي آهي ۽ ياد اچڻ تي منهن ۾ پاڻي ڀرجي ايندو آهي.

گهڻا سال پوءِ، ورهاڱي کان چاليهہ سال پوءِ، ١٩٨٦ع ۾ مان جڏهن سنڌ گهمڻ ويس تڏهن نواب اِمداد علي ٽالپر جامشورو وٽ، المنظر ريسٽارنٽ ۾ تازو پلو ولي، اُتي ئي ڪٺائي رڌائي پچائي کارايو هو. اُن کان ڪجهہ ڏينهن بعد دلبر دوست عبدالله قادر جوڻيجو، ساڱئي هنڌ، درياهہ جي ڪپرتي ڪرسيون وجهارائي، ڇئن پنجن اديبن کي تازو پلو کارايو هو.

ننڍي هوندي کان جيئن جيئن ساهتيہ جو اڀياس پئي ڪيم، من ۾ ليکڪ بڻجڻ جي چاهنا پختي ۽ پرٻل ٿيندي پئي ويئي. ليڪن قدرت ڏسو، منهنجي هٿ ۾ قلم بجاءِ، ڪڏهن ڪپڙي ماپڻ جو وال تہ ڪڏهن ملائي - پڪوڙا تورڻ لاءِ تارازي پئي ٿمائي ويئي ...

ٻارهن ورهين جي عمر کان مون هردوار ۾ گز کڻي ڪپڙو ماپڻ شروع ڪيو هو. اُن ۾ سوٽي، ريشمي ۽ اوني ڪپڙو هوندو هو تہ ريشمي، سوٽي ۽ بنارسي ساڙهيون پڻ هيون.

سيڪنڊ ورلڊ وار چالو هئي. هر چيز تي ڪنٽرول هو. ڪپڙي تي

پڻ ڪنٽرول هو. اسان جو دڪان جيئن ته هردوار ۾ وڏو ۽ مشهور هو، اسان کي ملين مان ڪپڙو وٺڻ ۽ ڪنٽرول اگهه تي وڪڻڻ جو سرڪاري لائيسنس مليل هو. جيڪي اگهه کان وڌيڪ اگهه وٺڻ وارن تي قانوني ڪاروائي ڪئي ويندي هئي. اُن ۾ نفعو ٿورو ليڪن وکرو گهڻو ۽ تڪڙو هو. مال جون ڳنڍڙيون لهنديون مس هيون ته خريدارن جي قطار لڳي ويندي هئي. سمورو مال هڪ ڏينهن ۾ وڪامي ويندو هو. سياري ۾، ڌاريوال ۽ لال اِملي ملين مان، گرم ڪپڙو ۽ بلئنڪيٽ ايندا هئا. اُهي به جلد نيڪال ٿي ويندا هئا. اُن سال مون به گرم ڪپڙي مان ڪوٽ سبايو هو.

مان لاڙڪاڻي پهچي، پڃري مان آزاد ٿيل پکيءَ مثل، آڪاش ۾ اُڏامڻ لڳو هوس. اُهائي شيوا منڊلي، اُهائي ڪتابي دنيا. امان جو مون ۾ ساهه هو ته روز نوان نوان طعام ٺاهي کارائيندي هئي. ڳِڀل ٽيوڻ جو ڪٽورو ڀري ڏيندي. پلي مان ڪنڊا ڪڍي، سوئي سوڏي ڏيندي. صبوح جو نيرن تي بابا سائي ٿُوم ڀيل ڇانورن جي اٽي جو ڍوڍو پچائي، مکڻ جهڙيءَ ڏهيءَ سان کائڻ لاءِ ڏيندو هو. شام جو ڪرموءَ جا ڪُني ۾ رڌل ٻهه ضرور کائيندو هوس. ڪڏهن ڪڏهن صبوح جو ڪرموءَ کان دال پن ولي ايندو هوس جي ڦلڪي سان کائيندا هئاسين.

هڪ دفعي اسين ٽئي ڀائر ۽ وڏا سؤٽ - ڪشن ۽ رام، امان ۽ وڏي مامي سان گڏجي، ناناڻن جي اصل ڳوٺ 'پار' ويا هئاسين جتي اسان شهري ڇوڪرن، ڳوٺاڻن ڇوڪرن کي ڏاڍو ڪِٽِ ڪيو هو. اسين اُنهن کي بيوقوف ۽ ڏاهري سمجهي، مٿن چٿرون ڪندا هئاسين. ليڪن مونکي اڄ به ياد آهي، اُنهن ڳوٺاڻن ڇوڪرن مان، هڪڙي ڇوڪري مونکي ايترو ڏيکاريو هو جو ساهه مٺ ۾ اچي ويو هو. ڳوٺ مان هڪ وڙوڪڙ کائيندي واهي وهندي هئي جنهنکي ڳوٺ وارن نانگڻ نالو ڏنو هو. اسان سؤٽن ۽ ڳوٺ جي ڇوڪرن نانگڻ ۾ ٽپا پئي ڏنا. ڇيلهه جيترو پاڻي مس هو. واهيءَ جي ڪنڌيءَ وٽ ڪيتريون ئي ڪنييون نظر پئي آيون — اڇيون اڇيون ڪُنييون. مون اُمالڪ اُنهن مان هڪ ڪني پٽي ورتي. اُن ڳوٺاڻي ڇوڪري رڙ ڪري چيو، 'هيءَ تو ڇا ڪيو؟ اِنهن ڪُنيين هيٺان نانگن جا گهر هوندا آهن. هاڻي ڀڄ، نه ته اِن گهر جو نانگ توکي جيئرو نه ڇڏيندو!'

مان اهڙو ڊنس ۽ اهڙي تکي ڊوڙ پاتم جو امان جي هنج ۾ هوندي به ڪيترو وقت سهڪندو رهيس. امان سمجهايو ته اِهو ڳپوڙو هو ۽ ڪنييءَ

هيلان نانگہ جو گهر نہ هوندو آهي ليڪن منهنجو ڏپ نہ لهي نہ لٿو ....!

اِنهن ڪنيين جي لذيذ ڀاڃي لهندي آهي، ليڪن مون ڪڏهن نہ کاڌي هئي. منهنجي من تي ننڍپڻ جو اُهو ڏپ ويلل هو. گهڻو گهڻو پوءِ، شايد سال کن اڳ بمبئيءَ ۾ ئي کاڌم جڏهن منهنجي ماروت شميءَ جو گهوٽ هيرالعل دهليءَ مان تازيون ڪنييون وٺي آيو هو. اُهي بہ مون اڄ جاڻائيءَ ۾ کاڌيون هيون جو مونکي اڳواٽ خبر ڪانہ هئي تہ هيءَ ڪنيين جي ڀاڃي آهي ....

اهڙن خوشگوار ڏينهن ۾ هڪ ڏينهن اوچتو هردوار مان تار اچي پهتي : ڪم سڻن – فورن اچ. ۽ مان گاڏيءَ ۾ چڙهي پيس. اِهو منهنجو پهريون سفر هو جڏهن مان اڪيلو هردوار وڃي رهيو هوس. رستي ۾، روهڙي ۽ لاهور گاڏيون بدلائڻيون پيئون هيون.

هردوار پهچي جڏهن اصل معاملي جي ڄاڻ پيئي تہ ڌڪو اچي ويو. وشواس ئي نہ پئي آيو تہ ائين ٿيو هوندو. ليڪن وشواس ڪرڻو پيو جو حقيقتون سامهون هيون. منهنجو من ڪروڌ ۽ نفرت سان ڀرجي ويو. ايڏو وڏو پاکنڊ! ڪنهن طرفان ۽ ڪنهن سان ....؟

منهنجي هڏيءَ ۽ سمجهہ کي لقوو لڳي ويو. منهنجي لاءِ جيڪي ڇيو ويو هو ۽ جهڙيون حالتيون پئدا ڪيون ويون هيون تن مونکي پيرالائيزڊ ڪري ڇڏيو هو. اُن مونکي منهن ڏيکارڻ جهڙو بہ نہ رکيو هو. مون تي اِلزام ڏريو ويو هو تہ مون ڪپڙي جي ڪُتر بهاني، ريشمي ڪپڙو پئي چورايو جيڪو مان روز رات جو پني ۾ ويڙهي گهر کڻي ويندو هوس. ناني کي ڪوڙ کان سخت نفرت هئي. هو هن نسوري ڪوڙ کي برداشت ڪري نہ سگهيو ۽ ڪاڪي حشمتراءِ مٿان ڏمرجي پيو. چيائينس : 'تون وڏو پاکنڊي آهين! منهنجي پٽ مٿان ڪوڙو اِلزام ٿو ڏرين! هن گهڙيءَ کان پوءِ مان توسان سڀ واسطا توڙي ٿو ڇڏيان. سياڻي جو سياڻي مان توکان الڳ ٿيندس. مان توسان هڪ پل بہ گڏ نہ رهندس ....!'

هنن جو منصوبو بہ اِهوئي هو. هو پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيا هئا.

ڪنٽرول جي ڪپڙي مان آمدني جهجهي هئي. اِهو ڏسي گامبلو هيمڻءَ جي نِيت خراب ٿي پيئي. هن سوچيو هن دڪان ۾ هو محض هڪ نوڪر هو ۽ سموري ڪمائي ٻن حصن ۾ ورهائجي پئي وئي. سوچيائين

اِن ڪمائيءَ ۾ هو بہ چو نہ حصيدار بڻجي. اِهو سوچي هن مکي حشمتراءِ کي اُبتي سبتي پٽي پڙهائي، الله ڏيئي، پنهنجي سوچيل منصوبي ۾ شامل ڪيو. شانتي پرساد کي بہ للچائي چيائين : ’تون ٻارن ٻچن وارو آهين، ڪيترو وقت هيتري ٿوريءَ پگهار ۾ گهر ٻار هلائي سگهندين؟‘

جڏهن هو ٺئي يڪراءِ ٿيا تڏهن سوچيل اسڪيم موجب مکي صاحب معرفت مون تي چوريءَ جو الزام لڳايو ويو جيڪو ٻڌي نانو ٻاهوڙجي ويو ۽ فورن الڳ ٿيڻ جو اعلان ڪيائين.

سڀ ڪجهہ اُئين ئي ٿيو جيئن هنن رٿيو هو. ٻئي ڏينهن صبح جو دڪانن ۾ ويري پٽجي ويئي. مال جي ورهاست ٿي ويئي. ڪنهن کي ڪيترو ڏيٺو ونڊو هو، اُن جي لکپڙه ٿي ويئي.

ناني کي جو ڪاوڙ بيلي هئي تہ هن جو دماغ بہ جاءِ نہ هو. ٻنهي دڪانن مان ڪيس ننڍو دڪان ڏنائون ۽ وڏو پاڻ ڪنيائون تہ اُهو بہ قبول ڪيائين. ٻنهي نوڪرن مان هيمون مکيءَ کي ۽ شانتي ناني جي حصي ۾ آيو. ليڪن ٻئي ڏينهن جڏهن دڪان کولڻ جو وقت ٿيو تہ شانتي پڻ هنن سان گڏ وڃي ويٺو. نانو بلڪل اڪيلو رهجي ويو. اُن وقت ناني جي من جي جيڪا ڪيفيت هوندي، اهو هن جو من ئي ڄاڻندو هوندو !.....

ناني لاڙڪاڻي تار ڪري مونکي فورن گهرائي ورتو هو.

گنگا بدستور وهي رهي هئي. مان پٽرايل اکين سان سروڻ گهاٽ جي اُن چبوتري تي، شهتوتن جي وڻ هيٺان ويٺو، گنگا جي اروڪ ڌارا ڏانهن يڪ ٽڪ نهاري رهيو هوس، اڪيلو ۽ تنها ..... مٿو دهليءَ مان اچا ڪانہ آئي هئي. منهنجي من ۾ هاهاڪار هو. طوفان هو. ليڪن مان اکيون ڇنڀڻ بنا، گنگا کي گهوريندو رهيس. پتت پاون گنگا منهنجي پيڙا کي محسوس نہ ڪيو هوندو؟ منهنجي ويدنا کي نہ سمجهيو هوندو؟ ائين هرگز نہ هوندو. هن منهنجي من کي ضرور پڙهيو هوندو. هڪ اڌ ڳوڙهو بہ ضرور ڳاڙيو هوندو. اُهو ڳوڙهو سندس ئي وهڪري ۾ وهي ويو هوندو .....! منهنجا ڳوڙها، منهنجين اکين ۾ ئي اٽڪي پيا هئا ..... اُهي اگر ڳڙن ها تہ گنگا ۾ ضرور اُٿل پٿل اچي ها ..... شايد سيلاب اچي وڃي ها .....!

اُها اُتل پٿل آئي، ٿورو دير سان آئي، پر جڏهن آئي ته سڀ ڪجهه لوڙهي ڪٽي ويئي ..... ڪجهه به وڃڻ باقي رهڻ نه ڏنائين .....!

گنگا ساهيءَ گتيءَ سان وهندي رهي ۽ وقت گذرندو رهيو. اسين پورا سارا ۽ هو دن بدن شاهوڪار ٿيندا ويا. سندن زالن جو بدن سون سان جهڄهبو ويو. سندن دماغ ستين آسمان تي پهچي ويو هو.

هڪ ڪملا ئي هئي، شانتيءَ جي پٽني ۽ منهنجي ڏرم جي ڀيڻ، جيڪا گِلٽ فيل ڪندي هئي. هوءَ اڳهه کان وڌ منهنجو خيال رکڻ لڳي. پڙهڻ لکڻ ۾ به مدد ڪرڻ لڳي.

مڌو موٽي آئي هئي. هوءَ منهنجي وڏيڪ ويجهو هلي آئي. هوءَ منهنجي دل جوئي ڪندي هئي ليڪن منهنجو من منهنجو مايوس هو. خوشي ڪافور هئي. مان دڪان تي به وڏيڪ وقت ويهڻ لڳو هوس. مڌوءَ سان تمام ٿورو وقت هوندو هوس. ليڪن هوءَ مون سان گڏ هوندي هئي ته سمورو وقت ڳالهين سان وندرائيندي رهندي هئي.

ناني هڪ ٻيو ماڻهو دڪان تي رکيو جنهنجو نالو ٽيڪچند هو. هو به گامبلو هو ليڪن ڪجهه وقت ناني وٽ نوڪري ڪري ويو هو. هو آيو ته مون تان جوابداريون گهٽ ٿيون. پوءِ مان ۽ مڌو گهڻو وقت گڏ گذارڻ لڳاسين.

هڪ ڏينهن سروڻ گهاٽ تان سنان ڪري آيس ته هڪ ڪَنَ ۾ سور اچي پيو. شايد پاڻي چورايو هئائين. ڪملا ڀيڻ مون واري ڪمري ۾ اچي، ڪن ۾ ڦوڪون ڏنيون پر سور گهٽ نه ٿيو. اوڏيءَ مهل مڌو آئي ته ڪملا چيس : مٽي وڃ، هريءَ جي ڪن ۾ سور آهي، گرم تيل جا ٽيپا وجي وجهينس.'

مڌو گرم تيل جي ڪٽوري ڪٽي مٽي آئي. مان سور کان ڦٿڪي رهيو هوس. مڌو منهنجي پاسي کان ويهي ٿوم پيل گرم تيل جا ٻه ٽي ڦڙا ڪن ۾ وجهي، ڪن جي پاسن کان هلڪي هلڪي مالش ڪرڻ لڳي. ٿورو سور گهٽ ٿيو ته هوءَ هيٺ وڃي ڪملا کي ٻڌائي، واپس موٽي آئي.

ٻاهر پپل جا پن هوا جي جهونڪن تي ڏيمي ڏيمي لڏي رهيا هئا. ڪو ڪو پن هوا جي زور تي ڇڄي هيٺ ڪري ٿي پيو. اڄ شايد باندر به مات هئا.

مڌو در ھيڪڙي منھنجي پرسان اچي ويلي. مان پاسو ورائي، ديوار طرف منھن ڪري سمھي پيس.

منھنجي پاسي واري جاءِ خالي ڏسي ته مڌو بنا حجاب پاسي کان ليٽي پيئي. مون پنھنجو منھن ورائڻ ڪانسواءِ چيو، 'تون ڪيتري نه سٺي آھين. منھنجو ڪيترو خيال ٿي رکين!'

اُمالڪ ھن پنھنجي ٻانھن منھنجي ڳردن چوڌاري ورائي ڇڏي.

مون ٿڙڪندي چيو، 'تون سچي عمر ائين ئي، منھنجو خيال رکندي اچج. تنھنجي سھاري منھنجا سمورا ڏک دور ٿي ويندا .....!'

منھنجا لفظ ٻڌي الائي ڇا ٿي ويس. منھنجو منھن پاڻ طرف ڦيري، ڳراٽڙي پائي مشڪڻ لڳي. مون پنھنجو منھن سندس سيني ۾ ڇپائي ڇڏيو .....

نه، اھو گناھ نه ھو. پاپ نه ھو. اھو ٻن معصوم دلين جو سنيھ ھو. نشپاپ پريم ھو. ٻه دلڙيون، ھڪٻئي جي پر ۾ ليٽي، ھڪٻئي جو ڏک سور ونڊي رھيون ھيون. ٻنھي جي دلين ۾ اھڙو ڪجھ نه ھو جنھنکي پاپ - پاونا چئي سگھجي. اھو محض ٻن ڪشور دلين جو سنيھ - ملن ھو. ھو ٻئي پنھنجي اڪيلائيءَ جي احساس کان مڪتي پائي رھيا ھئا.

منھنجو ماءُ پيءُ مون کان گھڻو پري، سنڌ ۾ ھئا جن وٽ منھنجو ننڍو ڀاءُ ۽ ننڍڙي ڀيڻ موجود ھئا. اُھو پريو ڀاڳيو گھر ھو جتي خوشيون ئي خوشيون ھيون.

مونکي ته وري به ماءُ جو پيار نصيب ھو ليڪن مڌو ماءُ جي پيار کان وانجھيل ھئي. سندس پيءُ ڌنڌي ۾ مشغول ھو ۽ سندس پڦي ڍھليءَ ۾ ھئي. ھوءَ به مون جيان ڪملا ڀيڻ جي صحبت ۾ گھڻو وقت گذاريندي، وڏي ٿيندي پئي ويئي.

اُن عمر ۾، اُن وقت، جڏھن مڌو منھنجي پر ۾ سُتل ھئي، اسان جي من ۾ ٻيو ڪجھ به نه ھو، پوءِ به مان اُن وقت ڏجي ويو ھوس جنھن وقت مڌوءَ مونکي پاڻ طرف موڙي، ڳراٽڙي پاتي ھئي. انڪري، ڪن جي سور جي پرواھ نه ڪري، مان مڌوءَ جي پر مان اُٿي، ھيٺ پڇي ويو ھوس.

اھو واقعو مون پنھنجي ھڪ ڪھاڻي 'سرٽيفڪيٽ' ۾ بيان ڪيو آھي، جنھن طرف اندرا واسواڻيءَ جو ڌيان ويو ھو ۽ ھن اُن جو ذڪر، منھنجي

ڪهاڻين جي تبصري ۾ ڪيو آهي.

تڏهن ئي تہ چيو ويندو آهي تہ ليڪ جيڪي لکي ٿو، اهو پنهنجي نجي انڀو مان لکي ٿو، بلاشڪ تہ اُن ۾ ڪلپنا جو انش هجي، پر اُها نِلي ڪلپنا نہ هوندي آهي. مڏوءِ سان منهنجو پيار هو، اڄ بہ آهي. جيتوڻيڪ هوءِ ووَاهتا استري ۽ ٻارن جي ماءُ آهي. مون اڄ تائين اُن پيار ۾ خيانت نہ ڪئي آهي. اهڙي چاهنا بہ ڪانہ اٿم. ان جي ضرورت بہ محسوس نہ ٿي اٿم. پيار هو، آهي؛ ڇا ٿي پيو جي هوءِ ٻئي جي ٿي ويئي آهي. پر هوءِ تہ سمپورڻ منهنجي هئي، منهنجي لاءِ ئي هئي. اُهو تہ مان ئي هوس، جيڪو ڪمزور ثابت ٿيو هوس ۽ مَن جو هٽ ٻئي جي هٽ ۾ ڏيئي هميشه لاءِ ڪنگال بڻجي ويو هوس.

ڪاش! اُن وقت مان پرٿويراج چوهاڻ جيان بهادر هجان ها ۽ همٿ ڪري مڏوءِ کي سنجوگتا جيان گهوڙي تي ڪنيي ڪڍي ويو هجان ها! .....
ليڪن گهڻو پوءِ منهنجي پٽ چندر اِها سورهيائي ڏيکاري هئي ۽ پنهنجي سنجوگتا کي هوائي جهاز رستي ڪنيي ڪڍي ويو هو جيڪا اڄ سندس جوءِ ۽ ٽن ٻارن جي ماءُ آهي ۽ سندن محبت قائم آهي .....

ڪيڏو نہ ڀاري نقصان سٺم. ڪجهہ بہ باقي نہ بچيو. خالي کوکو رهجي ويس. پيار جو پکيئڙو هميشه لاءِ پرواز ڪري ويو.

اڄ تائين اُن پيڙا کان مکتي ڪانہ ملي آهي. سمورو گلستان واريءَ جو ڍڳو بڻجي ويو آهي. هينئر اُن ڍڳي تي ڪيترين بہ بوندون برسن، پيار جو سلو اُڀرڻو نہ آهي. ريگستان ڦهلجندو ئي رهيو آهي .....

هردوار ۾ رهندڙ سنڌين جي زندگي محدود دائري اندر گذرندي هئي. گهڻو ڪري سڀ واپار ۾ لڳل هئا. بولچند پنجواڻي شاهوڪار هو. ڪيس جهنگلات جا ٺيڪا مليل هئا. هو ريلوائيءَ کي ڪاٺ جا سليپر سپلاءِ ڪندو هو. اڄ ڪالهہ سندس اهو ڪاروبار پٽس رام پنجواڻي سنڀاليندو آهي. ٻئي هڪ سنڌيءَ مينگهراج کي ڪاٺ جي مڏي هئي. اوم پرڪاش ڀانسالي هو. ڪيولرام بامبي اسٽور کوليو هو ۽ ڪنٽرول جي زماني ۾ ڪافي ناڻو ڪمايو هئائين — ڪاسميٽڪ چيزن مان. جوالاپور ۾ سيرومل کي سڀُن جو بلو هو. هو يار باش ماڻهو هو. ناني سان دوستي هئس. اهڙيءَ طرح ٻيا پڻ ڪيترا سنڌي هئا جن سڀني جي هڪٻئي سان سڃاڻپ هئي،

رام رام جو رستو هو.

سنڌين جي ڳڌجاڻي ٿئي شاديءَ يا غميءَ تي. نہ تہ مهنا ڳڌريو وڃن، پاڻ ۾ نہ ڳڌجن. شاديون مراديون گهڻو ڪري هردوار ڪان ٻاهر ڪن، ميرٺ، سهارنپور، دهليءَ تائين. ورلي ڪنهن سنڌيءَ غير سنڌيءَ سان شادي ڪئي هوندي. البت رام پنجواڻيءَ جون ٻئي زالون پنجابي آهن ۽ آهن بہ ٻئي پينر. قصو وڏو آهي پر اُهو ٻڌائڻ منهنجي لاءِ واجب نہ آهي. ليڪن اڄڪالهہ سڀ روا آهي.

جوالاپور وارو سيرومل هوليءَ تي وڏو هنگامو ڪندو هو. پنهنجا خاص دوست يار ٻلي تي گهرائي سڄي رات محفل مچائيندو هو. ڪاڏو پيتو ۽ راڳ رنگ. دهليءَ نہ تہ سهارنپور مان ناچڻيون گهرائيندو هو جي سڄي رات مجرو ڪنديون هيون. اُنهن مٿان نوٽن جي ورڪا ٿيندي هئي. نوٽ ڏيکاري نرتڪيءَ کي پاڻ وٽ ڪوليندا هئا. سندس ڳل پٽي، نوٽ هٿ ۾ ڏيندا هئا. ڪو دل فينڪ تہ ڪيس هنج ۾ ويهاري چمي چٽي بہ ڏيندو هو. پر اُن لاءِ کيس وڏو نوٽ ڏيڻو پوندو هو. سارنگيءَ ۽ تبلي تي جيئن جيئن ٿاپ وڌندي ويندي هئي، نرتڪين جي نرتيہ ۾ چلولائي وڌندي ويندي هئي.

مان جڏهن اهو سڀ ڏسي نہ سگهيس تہ ٻاهر نڪري ويس. ٻاهر ميدان ۾ وري ٻي مؤج هئي. سچ پڇ تہ سچي هولي اُتي ملهائي پئي ويئي. ٻلي جا پورهيت زالون ۽ مرد، ٻار ۽ ٻڍا دهلن دمامن تي مستيءَ ۾ نچي ۽ ڳائي رهيا هئا. گلال ۽ رنگن سان هڪٻئي کي رنگي ڇڏيو هئائون ۽ شايد ڀنگ بہ پيتي هئائون. هرڪو مؤج ۾ هو. زالون ۽ مرد هڪٻئي کي ڀاڪر ۾ ڀري نچي رهيا هئا. وڏا وڏا گهاگهرا گول گول ڦري رهيا هئا. ڪيترين زالن جون چوليون مٿي کڄي ويئون هيون. مردن کي ننڍيون ڌوتيون ۽ گنجيون پيل هيون. ڪيترا ٻار اُگهاڙا هئا.

هنن متوالن کي شراب ۽ ڪباب جي ضرورت ئي ڪانہ هئي. هنن کي شباب ئي مدهوش بڻائي ڇڏيو هو.

اُن رات مان بہ هنن جي مستيءَ ۾ شامل ٿي ويو هوس. هولي شايد آهي ئي مؤج ۽ مستيءَ لاءِ، نچڻ ۽ ڳائڻ لاءِ.

مان جڏهن رات جو دير سان واپس اندر ويس تہ ڏٺم مجرو چالو هو ليڪن مڙسالو ڪونگهرا هڻي رهيا هئا .....!

مون اڳيئي جو ناول 'شيکر ايڪ جيوني' پڙهيو آهي. شرت چندر چٽرجيءَ جي جيوني بہ پڙهي اٿم. گوپال نيل ڪنٺ دانديڪر جو جيوني ناول 'هڪ رولاڪ جي آتم ڪهاڻي' پڻ پڙهيو اٿم. امرتا پريتم جو 'رسيدي ٽڪيٽ' ۽ سارتري جو شبد (وردس) بہ پڙهي چڪو آهيان. هر ڪتاب، هر جيونيءَ ۾، هڪ هڪ واقعو يا مڪالمو (ڊائلاگ) هوبهو ساڳيو اچي نٿو سگهي، جيڪو اُن سمي، اُن عمر ۾ چيو ويو هو. هر ويڪتي ليکڪ يا شاعر نٿو بڻجي، گهٽ ۾ گهٽ اڳوات سوچي نٿو سگهي، جنهن سبب هو سڀ ڪجهہ، هر ورتانت، هر گهٽنا، هر ڊائلاگ، اڳوات لکي نٿو رکي. خود ڊائري بہ سوچي سمجهي لکي ويندي آهي. ليکڪ شاعر آهي تہ اُن جي ٻولي وڏيڪ پالش ٿيل هوندي، شاعراڻي نوع جي هوندي. شرت چندر ٻڌائي ٿو تہ ڪيس اڳوات سڌ هجي ها تہ وڏو ٿي هو ليکڪ بڻجندو تہ پنهنجي زندگي ڪنهن ٻئي نموني گذاري ها ..... چوڻ جو سار اهو آهي تہ ڊائريون ۽ جيونيون سوچي سمجهي، ان مراد سان لکيون ويئون آهن جيئن اُهي رچنائون سمجهي پڙهيون وڃن، پڙهيون وڃڻ ٿيون، جيئن امرتا پريتم جي 'رسيدي ٽڪيٽ' ۽ موهن ڪلپنا جي 'بڪ، عشق ۽ ادب' پڙهيون ويئون آهن.

منهنجي حق ۾ ليکن ائين نہ آهي. ليکڪ بڻجڻ جي هڪ مبهم آس ٻچپن کان هئي ضرور، ليکن اڻ پوري تعليم، اڀياس ۽ ادبي ماحول جي عدم موجودگيءَ سبب اهو شايد ممڪن نہ هو، هردوار ۾ رهندي تہ اصل ممڪن نہ هو. البت، هردوار ۾ ساهت جو اڀياس جاري هو. منهنجي رُچي ساهت طرف ڏن بڌن وڌي رهي هئي. سروڻ گهاٽ وٽ جيڪا وڏي شاهي لائبرري هئي، اُتي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي هندي ڪتاب ۽ مخزنون پڙهندو هوس. هردوار ۾ رهندڙ پنجابي دوستن کان اُردو ڪتاب ۽ مخزنون وٺي پڙهندو هوس. هڪ دفعي حيدرآباد مان ٽپال رستي سنڌي ڪتاب گهرايا هئم.

ڪن موقعن تي مڏو پڻ مون سان گڏ لائبرريءَ ۾ هلي هئي. مان ڪتاب ويٺو پڙهندو هوس ۽ هوءَ مخزنن جا ورق ويٺي ورائيندي هئي.

هڪ دفعي مڏو ۽ مان منشاديوي وڃي رهيا هئاسين. مڏو جبل تي

چڙهندي ٿڪجي پيئي ۽ هڪ چٽان تي ويهي رهي. هڪ سهڻي، پيو پگهر، اُن روپ ۾ مونکي ايترو وڻي جو هٿ جهلي چيومانس : اچ تہ توکي ڏڏيءَ تي کڻي هلان .... هوءَ کلندي اُٿي ۽ منهنجو هٿ جهلي جبل جي چاڙهي چڙهڻ لڳي .... اِهو درشيہ ۽ ڊائلاگ 'هڪ لهر' ڪهاڻي ۾ درج آهن.

مدو مون سان گڏجي ڪيترا دفعا گنگا پار هلي هئي. اُن زماني ۾ پار وڃڻ لاءِ پليون نہ هيون. اسانکي مايا پور کان وڃڻو پوندو هو. اُتي هڪ ئي قطار ۾ جمن جا ڪيترا وڻ هئا. اُنهن وڻن جا جمون هڪ تہ ڪارا ۽ ٻيو تمام مٺا هوندا هئا. جمون پٽڻ لاءِ مان باندر وانگر شال ڏيئي وڻ تي چڙهي ويندو هوس ۽ جمن جي ٿيلهي نہ تہ جهول ڀري هيٺ لهي ايندو هوس.

جمن جا داغ ڪپڙن تي ڏسي ڪملا جون ڏهون ڪائٽيون پونديون هيون. مدو وڻ تي چڙهڻ کان روڪيندي هئي پر جمن جي لالچ تي گهڻو زور نہ پريندي هئي. ساڳيءَ طرح واٽر ورڪس جي باغ مان انبڙيون پٽيندو هوس. چوڪيدار هڪل ڪندو هو تہ ڀڄي ايندا هئاسين. هڪ ڏينهن شام جو موٽڻ ۾ دير ٿي ويئي تہ واٽر ورڪس جي هڪ ورڪر ٻيڙيءَ ۾ ويهاري پار پهچايو هو ۽ پنڌ کان بچايو هو.

گنگا جو هڪ هيءُ روپ هو جيڪو هرڪي پئوڙين وٽان ڏسڻ ۾ پئي آيو. گنگا جو ٻيو روپ — نيل ڌارا جو روپ بہ ڏسڻ وٽان آهي. هرڪي پوئڙين وٽان چاهي مٿان، بند مان، جيڪو پاڻي ڇڏيو وڃي ٿو اُهو نيل ڌارا جو روپ ڌارڻ ڪري، ڪاشي ۽ ڪانپور کان ٿيندي، ڪلڪتي جي اُپسمنڊ ۾ وڃي جوڙ ڪري ٿي جتي سندس نالو بدلجي هگلي ٿئي ٿو — جيئن شاديءَ بعد ڪنوار جو پيڪو نالو بدلائي ساهرو نالو رکيو ويندو آهي. ڪلڪتي ۾ هگلي سمنڊ سان لائون لهندي آهي.

انبن جي مند ۾ مدو ۽ مان وڙهي پوندا هئاسين. رس چوسڻ وارا انب چئين آني سير ملندا هئا. مٿان هڪ بہ انب ائين ئي رونگ ملندو هو. اسين انب ولي، انگوشي ۾ ٻڌي، گنگا جل ۾ ٿڌا ڪري، هڪ هڪ ڪري چوپيندا هئاسين. مدو جهپ هڻي ٻن هٿن ۾ بہ انب کڻي ولندي هئي. مان ڪيس ڏک اولاريندو هوس تہ بہ نہ مڙندي هئي. پر مون ڪڏهن بہ ڪيس ساهيا ۾ ڏک نہ هنيو. تڏهن بہ نہ هنيو هوم جڏهن

سندس غلطيءَ ڪان منهنجو لغڙ ڪاٽا ٿي ويو هو. هوءَ ڏور واري چڪري جهلي بيلي هئي ۽ مان لغڙ کي اُڏائي رهيو هوس. جڏهن لغڙ آسمان ۾ ٽڪ ٻڌي بيلو تہ مڌوءَ چيو : 'ٿوري دير مونکي ڏي نہ'

'هل ڇري، سنڀالي نہ سگهين تہ؟'

'سنڀالي سگهنديس. تون مونکي ڏي.' هن ليلائي چيو.

مون لغڙ جي ڏوس سندس هٿ ۾ ڏئي، ڏور واري چڪري پنهنجي هٿ ۾ ورتي.

اوچتو ڪٿان، ڪنهن حريف جو لغڙ ظاهر ٿيو ۽ اسان واري لغڙ طرف وڌڻ لڳو. جيستائين مان مڌوءَ جي هٿ مان لغڙ جي ڏور وٺان ۽ پنهنجي لغڙ کي پري ڪڍي وڃان، حريف جو لغڙ منهنجي لغڙ سان اُلجهي ويو. ڪافي دير ڏنم پر منهنجو لغڙ ڪاٽا ٿي ويو. مڌو هيسجي ويئي. سمجهي ويئي تہ هينئر هوءَ منهنجو ٿڦڙ کائيندي. مون سندس چهري ڏانهن نهاريو تہ دنگ رهجي ويس. اُس ۾ هن جو گورو مکڙو لال گلاب ٿي ويو هو. مان مگهہ بڻجي اُن سرخ گلاب کي ڏسندو رهيس.

مون مڌوءَ جو اُهو روپ رنگ 'پاٽيارا پکي' ناول ۾ زينب کي بخشيو آهي جڏهن هوءَ شيوڪ سان گڏ ڊنڍ تي ڪنول جا گل ڪٽڻ ويئي هئي .....

يو.پيءَ جي وڏن شهرن ۾، خاص طور سياري ۾، وڏيون نمائشون لڳنديون آهن جن کي اجڪالهہ 'ايگزيبيشنس' چوندا آهن. انهن نمائشن ۾ وندر سان گڏ خريداري بہ ٿيندي آهي. ڪيترا ٻاهريان دڪاندار اهڙين نمائشن ۾ پنهنجا دڪان کوليندا آهن. ڪي ڪمپنيون پنهنجي مال جي مشهوري ڪنديون آهن. نمائش ڏسڻ لاءِ شهر کان سواءِ آس پاس جي ڳوٺن مان زالون، مرد ۽ ٻار ايندا آهن. تفريح لاءِ ڪارنيوال جون رانديون ۽ ٻي وندر جي سامگري هوندي آهي. نمائش ۾ خلق اچي ڏيئي ٻرڻ ڪانپوءِ تان جو رات جا ٻارهان وڄيو وڃن تہ بہ ميلو متل رهي. خاص پيڙ هوندي هئي 'موت جو کوهہ'تي جنهن ۾ هڪ نوجوان ڇوڪري موٽر سائيڪل هلائي ڪرتب ڏيکاريندي هئي.

اهڙي ئي هڪ نمائش سهارنپور ۾ هئي جنهن ۾ اسان پنهنجو ساڙهين جو دڪان کوليو هو. اسان سان هن دڪان ۾ هردوار جو هڪ مشهور ساڙهين

جو واپاري هاسارام بہ پائيوار هو. هو تمام هوشيار سيلسمين هو. وس هلندي گراهڪ کي واپس وڃڻ نہ ڏيندو هو جڏهن تہ هن جا گهڻا گراهڪ عورتون هونديون هيون.

مان هوس تہ چوڏهن سالن جو ليڪن مان بہ گهڻ هوشيار سيلسمين نہ هوس. ناني لپي ناهي هوشيار ڪري ڇڏيو هو. ڪيترا گراهڪ مون مان خوش رهندا هئا. هڪ دفعي، سياري جي ڏينهن ۾ جڏهن زري گهٽ بزار بند ٿي چڪي هئي ۽ مون دڪان تي ويلي ڪجهہ پڙهيو تہ هڪ گراهڪ آيو. مون سمجهيو هن اويل وقت اچائي منهنجو وقت وڃائيندو. پر هو پلو ماڻهو ۽ ڪيس ڪوٽ لاءِ گرم ڪپڙو ڪپندو هو. مون ڪيس بہ ٽي تاڪيا کولي ڏيکاريا. هن هڪ ڪپڙو پسند ڪيو ۽ ڪوٽ لاءِ ڪپڙو ڪٽايو. مون اُتساه ۾ اچي بيون بہ ڪي چيزون ڏيکاريون. مون جنهن چيز جي ساراه ڪئي، هو اُها شيءِ ولندو ويو. جڏهن بنڊل ٻڌي بل ٺاهيم تہ اُهو اُٺن سون ڪان مٿي هو. هن ٻلونئين مان سوَ سوَ جا نوٽ ڪڍي ڏنا. هو مون مان خوش هو ۽ مان هن مان خوش هوس. اُن زماني ۾ اٺ سوَ ٿوري رقم نہ هئي. دڪان بند ڪري گهر آيس تہ نانو چنتا ۾ ويٺو هو. جڏهن ٻڌايومانس تہ هڪ ئي گراهڪ ئي هيتري جو مال وڪيو اٿم تہ شاباس ڏنائين.

رات جا اٺڪل اٺ ٿيا هئا. نمائش ۾ روشني ئي روشني هئي. ماڻهو ئي ماڻهو هئا. هاسارام مونکي اڪيلو ڇڏي پاڻ ڊاڀي ٽان رات جي رسوئي کائڻ ويو هو. اُن وقت برقعو پهريل ٽي عورتون ۽ هڪ بنا برقعي اڌيڙ عمر جي عورت، دڪان جي سامهون اچي بيٺيون. اُنهن مان هڪ عورت ٽنگيل ساڙهين مان هڪ ساڙهي کي هٿ لڳائي ڏسڻ لڳي. هن ساڙهيءَ جو اگهہ پڇيو. هن جنهن شوق ۽ چاه سان ساڙهي جو اگهہ پڇيو اُن مان جاتم تہ هيءَ پڪ ئي پڪ رئيسياڻيون آهن ۽ خريداري ڪرڻ آيون آهن.

مون اُن عورت طرف نهاري، نهايت فضيلت سان چيو، 'بيبيجي، اوهين مٿي اچي وهو تہ مان توهان کي هن کان بہ سٺيون ۽ فئنسي ساڙهيون ڏيکاريان. مونکي خاطري آهي اُنهن مان ڪيتريون ساڙهيون توهان کي پسند اينديون. ولڻ نہ ولڻ توهان جي مرضيءَ تي آهي.'

هڪ مڏر کل ٻڌم. صبوح جي پهرين پهر ۾ جيئن ڪا راڳڻي ٻڌي

اڪ ڪلي پوي، اهڙي ملڙي ڪل .....

برقعي پيل اُن عورت، جنهن کليو هو، هين هن برقعي وارين عورتن ڏانهن نهاري چيو، ’هن نينگر کان ڪهڙو پردو، هٽايو نقاب تہ ويهي ساڙهيون پسند ڪريون!‘

سڀ کان پهرين هن ئي پنهنجو نقاب هٽايو. مان سندس ماهتابي ڇهري کي ڏسندو ئي رهجي ويس. جنهن کي مون وڏيءَ عمر جي ڪا عورت پئي سمجهيو اُها تہ مهہ لڪا هئي؛ ساڪيات چندرمُکي هئي .....!

ڪارو نقاب هن جي منهن تان ڇا هٽيو، آفتاب ظاهر ٿي پيو ...!

شيخ اياز جي هڪ ڪتاب جو عنوان آهي :

اُڀر چنڊ پس پرين.

مان پرين کي نہ اُڀريل چنڊ کي تڪڻ لڳس .....!

منهنجو پرين، منهنجو چنڊ، مٿو، هردوار ۾ هئي .....!

باقي ٻن پڻ پنهنجا نقاب هٽائي ڇڏيا. ڇا تہ جلوو هو .....!

ٽنهي جي پاڻ ۾ ڪا مشابهت ئي ڪانہ هئي. ٽيئي هڪٻئي کان سرسُ هيون ........

ٽنهي گڏجي ساڙهيون ڏسڻ شروع ڪيون. مون سندن اڳيان ساڙهين جا ڍير لڳائي ڇڏيا. هنن اڌ مني ڪلاڪ اندر ٻہ قيمتي بنارسي ساڙهيون خريد ڪيون. هڪ جو رنگ سُرخ هو ۽ ٻي آسماني نيري رنگ جي. ٻنهي ساڙهين تي زريءَ جو ڪم ٿيل هو. ساڙهيون ولي، پئسا ڏيئي، مرڪنديون هيٺ لٿيون ۽ نقاب هيٺ ڪري هليون ويئون. اُن بعد هاسارام دڪان تي آيو. هن پريان بيهي ڏٺو پئي تہ مون ۾ ڪيترو دم خم هو.

مون کلندي ۽ خوش ٿيندي چيو، ’شريمان هاسارام، توهان اڳ اچو ها تہ شايد چنڊ ۽ تارا بادلن پليان لڪي وڃن ها ...!‘

هاسارام کي شايد اِها ڄاڻ ڪانہ هئي تہ سنڌي ڄائي ڄم کان مرچنٽ آهي. وکر وڪڻڻ جو هن کي انوکو ڏانءُ آهي. اِئين نہ هجي ها تہ هو ڏيساورن ۾ پنهنجو مال وڪڻي نہ سگهي ها. هنن هند ۽ سنڌ جو مال چين ۽ جاپان تائين وڪيو ۽ اُتان ناٽي جون خزينون ڀري پنهنجي ديش ۾ آنديون. تاريخ گواهہ آهي تہ سنڌ کي شاد ۽ آباد ڪرڻ وارا سنڌورقي ئي هئا. سنڌ جي هڪ عالم پير حسام الدين راشديءَ اهڙن سنڌورقين جا ڪافي گڻ ڳايا آهن. خود شاهہ لطيف پڻ سُر سامونڊيءَ ۾ اهڙن واپارين جا مثال ڏنا آهن ......

ناني جي زندگيءَ ۾ اوچتو هڪ اهڙو واقعو درپيش آيو جنهن هن کي صفا ٽوڙي ڇڏيو. منهنجي ڇري ناني راڌا اوچتو غائب ٿي ويئي. اڳ ڪڏهن رات جو دير تائين گهر واپس ڪانه ورندي هئي ته نانو ڪيس ڳولهي وٺي ايندو هو. هڪ دفعي هوءَ ڪيس هرڪي پئوڙين تي گهنٽا گهر جي هيٺان هڪ ڳوٺ جي پاسي کان سمهيل ملي هئي. ناني جو من پرچي آيو هو. هيءَ اُها راڌا هئي جنهن ڏکين ڏينهن ۾ سندس سات ڏنو هو. هن پنهنجو گهر تياڳيو هو ۽ ڳوٺ وانگر هن جي پنيان پليان هلندي آئي هئي. هوءَ سندس ڳوٺ ۾ به ڪيترا سال رهي آئي هئي. ۽ آخر ۾ هوءَ ڇري ٿي پيئي! خبر ناهي ڪيس ڪهڙي ڳالهه ڳاراٽو هو جنهن سندس دماغي توازن هيٺ مٿي ڪري ڇڏيو هوا ڪين اولاد نه ٿيو هو، اُن ۾ هن جو ته ڪو قصور نه هو. ٻين ڪيترن کي اولاد نه ٿيندو آهي ته ڇا اُهي سڀ ڇريا ٿي پوندا آهن؟ دماغي توازن ڪوهي وهندا آهن؟ آخر ڪهڙي ويڌن هئي هن جي راڌا سان؟

نانو هميشه راڌا بابت ئي سوچيندو هو. جڏهن به ڪيس ڪنهن نئين ڊاڪٽر يا وئديه حڪيم جو ڏس ملندو هو ته هو راڌا کي وٺي اُن وٽ پهچي ويندو هو. هن ڪيترن سادن ۽ فقيرن جا در به پيٽيا هئا. دعائون ۽ تعويز ورتا هئا. پر سڀ بي اثر ثابت ٿيا هئا. ڪنهن به راڌا کي شفاياب نه ڪيو هو. ڪنهن اِهو به نه ٻڌايو هو ته راڌا کي ڪهڙي بيماري هئي، ڇريائپ جو ڪارڻ ڪهڙو هو؟

اُن رات به نانو راڌا کي هرهنڌ ڳولهي آيو. پر هوءَ ڪانه لڌي. اسين ٻئي، مان ۽ ٽيڪچند، سڄو شهر ڙُلي آياسين، پر راڌا جو ڏس نه مليو. جوالاپور ۽ رائوالا به وياسين ته متان اوڏانهن مڇي ملڻ ڪاڻ ويئي هجي. پر هوءَ اُتي به ڪانه هئي. ڪنهن چيو هوءَ رشيڪيش جي ڪالي ڪملي آشرم ۾ ڏٺي ويئي آهي. اوڏانهن به ڀڄاسون. اُتي سادن سنتن کان پڇيوسون. پر هنن اهڙي ڪا عورت ڪانه ڏٺي هئي.

نانو بي حال ٿي ويو. ڏڪا پري روئڻ لڳو. چوڻ لڳو، 'منهنجن هٿن ۾ پران تياڳي ها ته مان سندس ڪريا ڪرم ته ڪري سگهان ها...!'

ڇا هوءَ گنگا ۾ لڙهي ويئي هئي؟ پوليس کي سندس مرتڪ سرير هٿ ڇو نه آيو هو؟

نانو ورلاپ ڪندو هو ۽ پاڙي وارا ڪيس شانت ڪرائڻ جي ڪوشش

ڪندا هئا.

سيني کي مات لڳي ويي هئي ....!
آخر راڌا ڪيڏانهن ويئي ....!

هڪ ڏينهن امرتسر جي واپاريءَ ٻڌايو ته اِن طرح جي هڪ عورت امرتسر جي سوني دربار ۾ ڏٺي ويئي آهي جنهن لنگر مان وٺي کاڌو پئي.

ناني مونکي ۽ ٽيڪچند کي امرتسر روانو ڪيو. تاڪيد ڪندي چيائين ته اُتي نه لڀجي ته لاهور تائين وڃون. اُتي به نه هجي ته سنڌ جي سر زمين تائين وڃي پهچون.

ٽيڪچند کي وڏيڪ هدايت ڪيائين ته اگر سنڌ تائين وڃڻ ٿئي ته مون کي لاڙڪاڻي ڇڏي اچي.

امرتسر پهچي اسان ڪافي تلاش ڪئي. سوني دربار ڪانسواءِ ٻيا مندر ۽ مڙهيون به ڏٺيونسين. هوٽلون ۽ ڍاٻا به ڏٺاسون. پر راڌا جو ڪنهن ڏس نه ڏنو. لاهور ۾ به ساڳيءَ طرح ڳولها ڪئيسون.

مون حياتيءَ ۾ پهريون دفعو لاهور شهر ڏٺو هو. اُتي جو مشهور شاليمار باغ ۽ انارڪلي بزار به ڏٺم. رتن فلم به اُتي ئي ڏٺم جنهن ۾ ڪِرن ديوان ۽ سُرٽلتا هيرو هيروئن هئا. اُن فلم جا گانا ڏاڍا مشهور ٿيا هئا.

لاهور واقعي سهڻن مهاندن جو شهر هو. ٻه ڏينهن لاهور ۾ رهي، ٽئين ڏينهن سنڌ جي سفر لاءِ اُسهياسين. روهڙيءَ پهچي هڪ ڌرمشالا ۾ وڃي رهياسون. اُتي به پڇا ڳاڇا ڪئيسون پر ڪنهن به ڏس پتو نه ڏنو. ٻئي ڏينهن ٽيڪچند گمبٽ هليو ويو ۽ مان پنهنجي شهر لاڙڪاڻي ....

روهڙي اسٽيشن تي مونسان هڪ واقعو پيش آيو جنهنتي مون 'سزا' نالي ڪهاڻي لکي آهي. روهڙي اِسٽيشن تي هڪ گاڏي واري جا ڪوفتا ڏاڍا مشهور هئا. دوني ۾ چار ڪوفتا ۽ رس ڏيندو هو، ڦلڪا جيترا چاهيو ؛لو. مون ڪانئس ڪوفتن جو دونو ۽ ٻه ڦلڪا وٺي کاڌا هئا. ڳاڙها مرچ تهڻا وجهندو هو. مون کي مرچ لڳا ته مون هڪ مٽ مان پاڻيءَ جو گلاس ري پيتو. تنهن تي هڪ هندوءَ ٽوڪيو ته مون مسلمانڪو پاڻي پيتو هو. ان ڏجي ويو هوس ۽ اُن مانڊٽيءَ طرف نهاريو هوم جتي لکيل هو : مسلمانن ۽ پاڻي. ٻئي هڪ هنڌ لکيل هو : هندن لاءِ پاڻي ....

وري پنهنجو وطن، پنهنجو شهر، پنهنجو گهر. ڪيترو نه سک ٿو

ملي، راحت ٿي ملي اِنهن ٻن جڳهين تي!

اسان جي جاءِ ٻن ماڙن واري هئي. هيٺ گرائونڊ فلور تي وڏو چاچو رهندو هو. هن جي پهرين زال گذاري ويئي هئي جنهن مان کيس ٻه ٻار هئا — ڪشن ۽ سُري. پوءِ هن ٻي شادي ڪئي پنهنجي ساليءَ سان. اُن مان کيس ٻي پٽ ۽ چار ڌيئر آهن. پاڻ گذر ڪري ويو آهي ليڪن ڀاڀي اڃا حيات آهي. ٻئي نمبر چاچي ٻه ٻه شاديون ڪيون. پهرينءَ مان ڌيءُ پٽ — گنگا ۽ رام. ٻيءَ مان کيس ڪوبه ٻار نه ٿيو. هوءَ راڌا سوامي هئي ۽ 'لاڙڪاڻي واري امان' نالي سان مشهور هئي. ٽيو نمبر چاچو، سندس ٻئي زالون ۽ ٻئي ٻار پرلوڪ سڌاري ويا آهن ليڪن سندس پوٽا، پرپوٽا ۽ ڏوهٽيون آهن. ٽيون نمبر چاچو ننڍي عمر ۾ ئي گذاري ويو هو. کيس ٻه پٽ ۽ ٻه ڌيئر هئا جن مان ننڍي ڌيءُ ڪٿي سنڌ ۾ ئي گذاري ويئي هئي. ڀاڀي اڃا حيات آهي ۽ سندس پٽ، پوٽا ۽ ڏوهٽا ڏوهٽيون وڏندڙ آهن. چوٿون آهي بابا جيڪو ننڍي هوندي پنجو هو ۽ پوءِ خالصو بڻجي نارائڻ سنگهه بڻيو. امان جو نالو ڀمي هو ۽ هوءَ اصل ڏامراهن جي هئي. اُن جي ڪهاڻي هيءَ آهي ته سندس ماءُ پيءُ ننڍپڻ ۾ ئي ڇوري ڇني ڪري ويس. پلي نپني مامي مٺري جن جي گهر جيڪو سندس ننڍو سؤٽ هو. اُن جي پيڻ مٺريءَ کي امان وڏيءَ پيڻ جيان پاليو ۽ پرڻايو. منهنجو نانو شيوارام ٻه ري ماءُ پيءُ هو. هو رشتي ۾ امان جو چاچو هو پر هن کيس ڌيئرن جيان پاليو نپايو ۽ شاديءَ ۾ ڏيب ڏنو. هو جڏهن ڪلڪتي ۾ رهندو هو ته ٻه ۽ جڏهن هردوار ۾ رهندو هو تڏهن ٻه امان کي ڏيءُ سمجهي ڪجهه نه ڪجهه موڪليندو رهندو هو.

لاڙڪاڻي جي نون تڪن ۾ اسانجو ڪاروبار اناج، ڪرياني، ڪير ڏڌ ۽ مٺدي جي سٽين جو هو. ٽئي ڀائر گڏجي محنت ڪندا هئا ۽ سکي رندگي گذاريندا هئا.

اُن سکي زندگيءَ ۾ گهٽو تڏهن لڳو جڏهن وڏو چاچو ڪراچيءَ ۾ ڪَڪڙن جو سٽو هڻي آيو جنهن ۾ وڏو نقصان پيو. پڪتي ۽ مضبوط گهر جو بنياد ئي لڏي ويو. قرض ته قرض هو، اُهو لاهڻو ته هو ئي. ٽنهي ڀائرن قرض ورهائي ڪنيو ۽ ڪمائيءَ مان قرض جون قسطون ڀرڻ لڳا. قرض ورهائي هو پاڻ ۾ فارڪتي وجهي الڳ ٿي ويا هئا. بابا محنت ڪري

پنهنجي حصي جو قرض اُتي ئي لاهي آيو ليڪن وڏن چاچن پنهنجو قرض هندستان ۾ اچي، ڪليمن مان ڪٽايو.

دنيا ۾ ڪيئي عجوبا ٿيا آهن. اچا تائين پيا ٿيا آهن. اعتبار ۾ نه اچڻ جهڙيون ڪرامتون به ٿيون آهن. هيءَ به هڪ اهڙوئي عجوبو هو، ڪرامت هئي.

راڌا، صفا ڇري راڌا، جيڪا مهني ڪان وڏيڪ عرصي کان هردوار مان گم ٿي هئي، اُها راڌا هڪ ڏينهن اوچتو لاڙڪاڻي ۾ لڀجي ويئي!

لاڙڪاڻو نانيءَ جو ڏٺل هو. هوءَ ڪافي وقت اُتي رهي ويئي هئي. هن جڏهن هردوار ڇڏي هوندي تڏهن سندس ذهن ۾ شايد لاڙڪاڻي وڃڻ جو خيال آيو هوندو. ٿي سگهي ٿو هوءَ امرتسر ۽ لاهور به ويئي هجي ۽ اسانکي نظر نه آئي هجي. ليڪن لاڙڪاڻي پهچڻ ڪو سؤلو ته نه هو. هردوار مان امرتسر، پوءِ لاهور ۽ پوءِ روهڙي. روهڙيءَ مان لاڙڪاڻي جي گاڏي پڪڙڻ ڪنهن ڇريءَ جو ڪم ته نه هو. روهڙيءَ مان ڪي گاڏيون ڪراچيءَ وينديون آهن جن جو روٽ ٻي هيو آهي. ليڪن راڌا لاڙڪاڻي واريءَ گاڏيءَ ۾ چڙهي هئي ۽ هن اهو سمورو سفر بنا ٽڪيٽ ڪيو هو. ڪيس پهريل پوشاڪ ڪانسواءِ ٻيو هٿ ۾ ڪجهه به نه هو. اُها پوشاڪ به بلڪل ميري ٿي ويئي هئي. ڇڻ فقيرياڻي هئي.

لاڙڪاڻي اسٽيشن جا رستا ۽ ماڳ سڃاڻيندي هوءَ رايل ٽاڪيز جي ويجهو، پاڻيا ڌرمشالا جي ٻاهران، اُن نانوائيءَ جي دڪان ٻاهران ٻيهي رهي جتي ڪنهن وقت مڇي ۽ چانور ڪاڌا هئائين. نانوائيءَ شايد ڪيس سڃاڻي ورتو. هن جي پوشاڪ پڌري هئي. اهڙي پوشاڪ هتي ٻي ڪا استري ڪانه پائيندي هئي. اهڙي پوشاڪ صرف بينگالي استريون ئي پائينديون آهن.

نانوائي سمجهي ويو ته هوءَ گم ٿيل هئي ۽ ڪيترن ڏينهن کان بکايل هئي. هن پلي ماڻهوءَ ڪيس هٿ منهن ڌوئاري، ويهاري، هڪ ٿالهيءَ ۾ چانور، دال ۽ تريل مڇي رکي، کائڻ لاءِ ڏني. هوءَ کائڻ لڳي ته نانوائيءَ هڪ ڇوڪري کي بابا ڏانهن پڄايو. نوان تڪ رايل ٽاڪيز کان گهڻو پري نه هئا. ڇوڪرو منٽن ۾ بابا وٽ پهچي ويو. بابا ٻڌڻ شرط ڊوڙندو آيو. ٻنهي هڪ ٻئي کي ڏٺو، سڃاتو ۽ چپ رهيا. بابا بيلو رهيو ۽ راڌا پيٽ

پري ڪائيندي رهي. جڏهن ڪائي بس ڪيائين تہ گلاس پاڻيءَ جو پي، هٿ ڌوئي ٻهي رهي. نانوائيءَ ڪان هڪ هيڙي ولي دڪائي چڪڻ لڳي. جڏهن هيڙي چڪي پوري ڪيائين تڏهن بابا چيس، 'هيئر گهر هلون؟'

هوءِ بابا جي پليانُ هلڻ لڳي. بابا هڪ بگيءَ ۾ چاڙهي ڪيس گهر ولي آيو. امان تيستائين ڪيس پاڪر مان نہ ڪديو جيستائين هن سنڌيءَ ۾ نہ چيس : 'ننڍڙي، مونکي ڌوتل ڪپڙا ڏي تہ هيءَ ميرا ڪپڙا بدلايان ....'

بابا اوڏيءَ مهل ئي پوسٽ آفيس وڃي، هردوار تار ڪري آيو : راڌا هتي ملي ويئي آهي، جلد اچو.

تڏهن ئي مون چيو تہ دنيا ۾ عجيب غريب عجوبا ظهور ۾ اچن ٿا ..... ڪير اعتبار ڪري چاهي نہ ڪري ...!

لاڙڪاڻي پهچي ناني، نانيءَ راڌا کي ڏاڍيون پاڪيون پاتيون. هن کي جڻ وڃايل اِملاڪ واپس ملي هئي. هو بيحد خوش هو.

ناني سنڌ جي ڪيترن پيرن، فقيرن ۽ حڪيمن جا در پيٽيا. هنن جيڪي چيو، جيڪي ڏنو، اُهو سڀ راڌا نانيءَ مٿان آزمايو ويو. مون کي ياد آهي هڪ پير نيري مس سان پني ئي کي دعائون لکي ناني کي ڏنيون ۽ هدايت ڪيائينس تہ هيءُ پنو ڌوئي، اُهو پاڻي کيس پيئاريو وڃي. ليڪن ڪنهن بہ دُعا ۽ دَوا ڪو اثر نہ ڪيو. نانو نراس ٿي واپس هردوار وڃڻ جون تياريون ڪرڻ لڳو.

ناني سوچيو اڪيلي گهر ۾ ڪا ننڍي نيلي هجي تہ بهتر. اهو سوچي امان کي چيائين، 'ڪا ڇوڪري ڳولهيو تہ هريءَ کي پرڻائي ڪنوار سوڌو هردوار ولي وڃان.'

مون ٻڌو تہ سراپجي ويس. هن عمر ۾ مان شادي ڪيئن ڪندس. شڪر جو مڌو هردوار ۾ هئي. هوءِ هُدي ها تہ ڏڪو اچي وڃيس ها. ليڪن مان وڏن اڳيان چا ٿي چئي سگهيس. اُن زماني ۾ ڇوڪرن يا ڇوڪرين ۾ ايتري همت ڪٿي هئي جو هو پنهنجن وڏن اڳيان، پنهنجي پيار ۽ پسنديءَ جو اظهار ڪري سگهن .....

مان بہ خاموش رهيس.

وڏي سوٽ رام ۽ منهنجي ماڻلي اچڻ لڳي. قمبر جي هن پينرن

جو رشتو گهر وارن کي پسند پيو. وڏي ڀيڻ رام لاءِ ۽ ننڍي ڀيڻ منهنجي لاءِ. سندن هڪ ئي ڀاءُ هو جيڪو ريلوي ۾ نوڪري ڪندو هو. سندن پيءُ حيات ڪونہ هو. ماءُ ۽ ڏاڏي حيات هيون. سندن ڀاءُ جي شادي ٿيل هئي. اُها مائٽي پڪي ڪئي ويئي. اهڙو اطلاع ناني کي هردوار ڏنو ويو.

مڱڻي بعد مان هردوار هليو آيس.

اُهو ١٩٤٤ع جو سال هو. مان پندرهن سالن جو ٿي ويو هوس. هردوار اچڻ کان اڳ مون رايل فوٽو اسٽوڊيو مان ڪوٽ ۽ ٽاءِ سان هڪ فوٽو ڪڍايو هو جيڪو ورهاڱي بعد چاچي کڻي آئي هئي. اُهو فوٽو مون وٽ سانڍيل آهي. اُن فوٽي ۾ مان اُن ئي عمر جو لڳان ٿو.

جهڙيءَ طرح مان لاڙڪاڻي جي گهٽين، بزارن، باغن ۽ سئنيمائن کان واقف هوس تهڙيءَ طرح هردوار جي هڪ هڪ گليءَ کان باخبر هوس. مونکي خبر هئي تہ هردوار جي هر مندر، هر ڌرمشالا ۽ هر عمارت کي ٻہ ٻہ دروازا هئا – هڪ اڳيان، ٻيو پليان. مان اُنهن سڀني لنگهن جو ڄاڻو هوس.

لاڙڪاڻي ۾ مون گرمکي ۽ هٽائي اکر سکيا هئا. ناني چيو هو تہ اهي ضرور سکي اچج ڇو تہ هو دڪان جا اڪائونٽ بوڪ هٽائي اکرن ۾ لکندو هو. سندس هٽائي اکر تمام سٺا هوندا هئا. هو هندي اخبار پڙهندو هو ۽ انگريزي سلي ٻالهائي سگهندو هو.

نانو لاڙڪاڻي آيو هو تہ مامي سترام کي، جيڪو رشتي ۾ سندس ڀائٽيو هو، اُن کي ڀائيوار ڪري سگهرو ئي هردوار وٺي ويو هو. مامي سترام کي سنڌ ۾ هڪ ڌيءُ ڄائي هئي پر هوءَ ستت ئي گذاري ويئي هئي. اُن بعد هن کي ڪو اولاد نہ ٿيو.

هيءَ سمورا تفصيل انڪري پيو ڏيان جو منهنجي هيءَ آتم ڪٿا انساني رشتن جو دستاويز آهي.

نانو ۽ مامو سياسي ويچارن کان هڪٻئي جا مخالفتي هئا. نانو ڪانگريس وروڌي هو تہ مامو ڪانگريس جو سمرٿڪ هو. نانو هندي اخبار وير ارجن پڙهندو هو تہ مامو اُردو اخبار ميلاپ. ڪڏهن ڪڏهن بحث مباحثو ڪندي

پاڻ ۾ وڙهي به پوندا هئا. پوءِ ڪيترا ڏينهن پاڻ ۾ ڳالهه ١٠ به هئا.

ليڪن مان انهن ٻنهي کان پري، پنهنجي دنيا ۾ پورو هوس.

مان هردوار آيس ته مڏو دهليءَ ۾ هئي. مان نه لڳندو هو ته لائبرريءَ ۾ وڃي ويهندو ۽ پڙهندو هوس. شام جو شهتوتن جي وڻ هيٺان ڇپوتري تي نه ته هرڪي پئوڙين تي هليو ويندو هوس. دڪان جي چنتا گهٽ هئي ڇو ته دڪان تي ٽيڪچند ۽ مامو سترام هئا.

مڏو دهليءَ مان موٽي آئي ته ڪجهه بدليل لڳي. سندس ڳل پرجي آيا هئا ۽ ڇاتين جو اُڀار به ظاهر ٿي پيو هو. هينئر هوءَ فراڪ بجاءِ سلوار قميص يا ساڙهي بلائوز پائڻ لڳي هئي. هن جو اهو روپ ڏسي مون سوچيو دهليءَ ۾ اهڙو ڇا هئو جيڪو هردوار ۾ نه هو ۽ جيڪو دهلي ۾ هو اهو هردوار ۾ ڇو نه هو؟ دهليءَ جو هوا پاڻي ڪائي هوءَ سهڻي ٻڻجي آئي هئي جڏهن ته هردوار ۾ رهندي ائين نه ٿيو هو. اهو شايد انڪري هو جو هردوار سادي جيوت ۽ آچار وهنوار جو ڳامڙو هو ۽ دهلي راجڌاني هئي جيڪا نوجوان دلين جو شهر هئي!

اُن ڏينهن هڪ عجيب هراڻي ڪري ويلس. مڏو وهنجي سهنجي، صاف سٿرا ڪپڙا پائي، منهنجي ڪمري ۾ آئي ته مان ڪيس ترو تازا ڏسي هڪ عجيب فرمائش ڪري ويلس. اهو خيال ئي نه ڪيم ته ڪنهن ڪشوريءَ کان اهڙي فرمائش ڪرڻ جائز نه هئي. پر اُن وقت نه ايتري سمجهه هئي ۽ نه ئي اهڙو خيال آيو هو. اُن وقت ته مان مڏوءَ کي ڏسي جذبي وهيڻو ٿي ويو هوس. اُها فرمائش مون ان جذبي وس ٿي ڪئي هئي جيڪا ٻڌي مڏو شرمائجي ويئي هئي.

مڏوءَ چينهيندي چيو، 'تون ڪنو آهين! ڪنهن ڇوڪريءَ کي ائين چئبو آهي ڇا!'

پوءِ به هن منهنجي فرمائش پوري ڪئي هئي.

جنهن وقت مڏو منهنجي سامهون آئي هئي، ڪيس ساڙهي ۽ بلائوز پهريل هو. بلائوز هيٺان باڊي پاتي هئائين جنهن سبب هن جون ڇاتيون اُڀريل هيون. منهنجي منهن مان اُمالڪ نڪري ويو، 'مڏو، اهو بلائوز ۽ باڊي ته هٽاءِ، مان ڏسان تون ڪيتري وڏي ٿي ويئي آهين!'

منهنجي ڳالهه ٻڌي هوءَ شڪجي، شوخ ٻڻجي، پوئتي هٽي ويئي.

ڇيائين، 'ائين نہ ڇئبو آهي. ڇوڪرين کي شرم ايندو آهي!'

'مون کان شرم! اڳ تہ تو مون کان ڪڏهن شرم نہ ڪيو. اڄ ڇو ٿي شرم ڪرين؟'

'اڳہ جي ڳالهہ ٻي هئي. تڏهن مان ننڍڙي هئس، هينئر مان وڏي ٿي ويئي آهيان. دهليءَ جون ڇوڪريون هن عمر ۾ ٻاڍيون (ٻرا) پائينديون آهن.' ايترو چئي، هوءَ پليان هلي، دروازي سان لڳي بيلي. ڊپ هوس تہ ڪير اچي نہ وڃي يا مان ٿي ڪا حرڪت نہ ڪريان.

مورک ڇوڪري! مونکان ٿي ڊڄي؟ ڪو ڪلاڪار ڀلا پنهنجيءَ ٺي گهڙيل، تراشيل مورتيءَ کي ڪيئن پنهنجن ٿي هٿن سان ڀڃندو، ڊاهيندو؟ مڌو تو اهو ڪيئن سوچيو تہ مان ائين ڪندس؟ تون تہ منهنجي مورتي آهين، منهنجي آراڌنا آهين، مان ڪيئن اهڙي ناداني ڪندس؟ تون مونتي ڀ ڪر مڌو، مان تنهنجي باري ۾ ڪڏهن بہ غلط نہ سوچيندس، ڪڏهن بہ نہ. تون منهنجي آهين تہ منهنجو توتي هرڪو حق آهي. تون منهنجي نہ آهين تہ منهنجو توتي ڪوبہ اختيار نہ آهي. مون طرفان تون خاطري رکج مڌو، بلڪل نشچنت رهج تون. ائين نہ هجي ها تہ تون منهنجي ايترو ويجهو آهين جو ڪنهن بہ گهڙيءَ، ڪنهن بہ سائت، توکي ٻانهن ۾ آڻي، توکي ڇمي سگهيس ٿي. توکان سڀ ڪجهہ حاصل ڪري سگهيس ٿي. پر تون وشواس رک مون تي، مان ائين هرگز نہ ڪندس. مورتي کنڊت نہ ڪندس!

مڌوءَ طرف نهاري چيم، 'تون برابر ٿي چوين، تون برابر وڏي ٿي ويئي آهين. مون کان پري هلي بيلي آهين. مان بہ توکان پري هلي بيهندس. هلي ويندس. اهوئي ٺيڪ آهي!'

'نہ، نہ، اهو ٺيڪ نہ آهي! مان وڏي ڪانہ ٿي آهيان. مان اڃا ننڍڙي آهيان. ڏس، تون بلاشڪ ڏس! ڏس، مان تنهنجي سامهون بيلي آهيان، تنهنجي قريب آهيان' هوءَ گهبرائجي منهنجي سامهون اچي بيلي. ساڙهيءَ جو پلئہ هٽائي، بلائوز جا ٻيڙا کوليائين ۽ ٻاڍيءَ کي مٿي کڻي چڙهايائين!

منهنجي مک مان حرف بہ ڪين نڪتو. اکيون ڇنڀڻ بنا اُنهن اڇن اڇن، ننڍڙن ننڍڙن ۽ گول گول اُرهن کي ڏسندو رهيس. اُهي ڄڻ چمن ۾ ٽڙيل تازا گل هئا. اُهي گل ايترا سڳنڌي ۽ شوڀنيڪ هئا جو ڏسندڙ

کي مگڏ ڪري رهيا هئا. مون کي لڳو مڌوءَ جهڙا لالاڻي اُره وشوَ ۾ بيءَ ڪنهن ناريءَ جا نہ هئا. مونکي اهڙا بينظير ۽ ڊولائتا اُره ڪٿي بہ نظر نہ آيا آهن. مون اُنهن کي گنگا جي گهاٽن کان ولي، بمبئي ۽ گوئا جي بيچ تائين ڳولهيو آهي. ليڪن مون کي اُهي، مڌوءَ جهڙا، ڪٿي بہ نظر نہ آيا آهن. شايد تہ ٻيا اهڙا آهن ئي ڪين. سرشٽيءَ ۽ منش جي رچيتا ٻيا اهڙا ٺاهيا ئي ڪين آهن. منهنجي تلاش نرنتر جاري آهي ۽ پرينءَ جهڙن پستانن کي ڀسڻ جي آرزو قائم آهي. منهنجي اُها اُسات، اُها آس اڃا پوري نہ ٿي آهي.

مون جڏهن سڌارٿ ناول پڙهيو تہ ٿهرس ۾ پئجي ويس جڏهن ناول جو نائڪ سڌارٿ، نائڪا ڪملا جا اُره ڏسي، سندس سامهون هٿ جوڙي بيهي رهيو. جڻ هو اُنهن جي اُستتي ڪري رهيو هو ....

مان بہ تہ مڌوءَ جي اُرهن جي اُستتي ئي ڪندو رهيو آهيان. مون مڌوءَ جي ياد سان گڏ، مڌوءَ جي اُرهن کي پڻ اِملاڪ سمجهي، ذهن ۾ محفوظ رکيو آهي جيئن بئنڪ جي لاڪر ۾ قيمتي شيون سوگهيون رکبيون آهن .....

لاڙڪاڻي مان چليون اچڻ لڳيون تہ ڇوڪرين وارا شاديءَ لاءِ زور ڀري رهيا آهن. ڪيتري تڪڙ وڏيءَ ڇوڪريءَ جي هئي جيڪا ساماٽيل هئي. ناني جي مرضي هئي تہ شاديون جلد ٿين تہ جيئن هو منهنجيءَ ڪنوار کي هردوار ولي اچي. ليڪن منهنجي پنهنجي شاديءَ جي چاهنا نہ هئي. پر مان ڪجهہ ڪري نہ پئي سگهيس. مان مٽي ڇئي ۽ لکي آهيو آهيان تہ مان ايترو بهادر ڪونہ هوس جو پرٿويراج چوهاڻ جيان مڌوءَ کي سنجوگتا سمجهي ڀڄائي ولي وڃان! اِها بهادريءَ منهنجي وچين پٽ چندر ڏيکاري جنهن پنهنجي محبوبا کي ڪنهي سائس لائون لڏيون. مان تہ هڪ ساڌارڻ ڪشور هوس جيڪو سپنن جي دنيا ۾ پئي رهيو. چوڏهن - پندرهن ورهيہ بہ ڪا عمر هئي اهڙن جانبازيءَ جيُ ڪرتبن لاءِ؟ مون اُن عمر تائين ٿورو گهڻو ساهت پڙهيو هو جنهن مان استري پرش جي سنبنڌ جي ٿوري ڄاڻ پيئي هئي. نہ تہ ڪٿي اُها عمر ۽ ڪٿي پريم جو پر پنچا اُهو زمانو کهڙو هو ۽ اسان جهڙن جي هستي ڪهڙي هئي؟ پريم ڪرڻ، پريم جي

شادي ڪرڻ، اسان لاءِ سوچڻ بہ عبث هوا

مون اڄان تائين مڌوءَ کي بي خبر رکيو هو تہ منهنجو مڱڻو ٿي چڪو هو ۽ هينئر شاديءَ جون تياريون ٿي رهيون هيون. مون کي ڊپ هو تہ ڪٿي مان مڌوءَ کي وڃائي نہ ويهان. مون چاهيو پئي تہ مڌو هر وقت، هردم منهنجي سامهون هجي، مون سان گڏ هجي، مونکي ٻيو ڪجهہ نہ گهرجي، .... صرف مڌو گهرجي! ليڪن مڌوءَ کي پتو پئجي ويو. ڪيس ڪملا مان پتو پيو تہ مان مڱجي آيو آهيان.

مان هردوار ۾ هجان ۽ مڌو مون کان پري هجي، ائين ڪڏهن نہ ٿيو هو. ليڪن هينئر ائين ٿي رهيو هو. منهنجون نگاهون مڌوءَ کي ڍونڊڻ لڳيون هيون. ۽ جڏهن هوءَ ملي تہ مان ڄڻ هن لاءِ اجنبي هوس. اڻ سڃاتل هوس. اوپرو هوس. مونکي ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ آيو. مان ڪيس جيئن تيئن راضي ڪري گنگا جي هن پار وٺي ويس. هوءَ سمورو وقت چپ هئي. پر نيٺ ڳالهائين.

’شادي ڪرڻ ڪڏهن ٿو وڃين؟‘

مان خالي خالي نگاهن سان سندس منهن تڪڻ لڳس. سو، نيٺ هن کي خبر پئجي وئي. مان لاجواب ٿي ويس. حقيقت، حقيقت هئي، اُن ۾ ميڻ ميخ تہ هئي ڪانہ

ڳيت ڏيئي چيم، ’پر مڌو، توکان سواءِ مان رهي نہ سگهندس.‘

مس مس هوءَ مشڪي. هيٺ، ڌرتيءَ طرف نهاريندي چيائين، ’شاديءَ بعد مونکي ڪيئن حاصل ڪندين؟‘

مون وٽ اِن جو ڪو جواب نہ هو.

مڌوءَ جي من ۾ جيڪي هو، چئي ڏنائين، ’مون سان شادي ڪندين؟‘

’توسان شادي .... ؟‘ مون اچرج وچان مڌوءَ کي ڏٺو.

’ها، مون سان شادي!‘ هن وري دهرايو.

مان وري بہ لاجواب ٿي ويس. جيئن تيئن چيم، ’مان پنهنجي مرضيءَ جو مالڪ نہ آهيان!‘

مڌوءَ ۾ الائي ڪٿان همت اچي وئي. بي ڊپو ٿي چئي ڏنائين، ’تون ٿوري همت ڏيکار، مان هينئر جو هينئر گنگا جل هٿ ۾ کڻي، توسان لائون لهڻ لاءِ تيار آهيان ....!‘

’مڌو ....!‘ منهنجي ڪاڪڙي مان صرف ايترو ئي نڪتو.

’نہ، تون ايترو همٿ وارو نہ آهين. تو ۾ ايتري بهادري ڪانهي. مان اجائي آس لڳائي ويلي هئس!‘

مان اهڙو ڪُڇان جهڙي پٿ، جيڪا اڏول بيلي هوندي آهي. من ۾ آيو گنگا ۾ ٽپو ڏيان ۽ لڙهندو لڙهندو مدوءَ ڪان، سندس اِن طعني ڪان گهڻو پري نڪري وڃان. هڏي بہ وڃان تہ ڪو ارمان ناهي. پر مون ڪجهہ نہ ڪيو. ڪجهہ نہ چيو. چپ چاپ ويلو رهيس.

’تہ پوءِ مونکي ڇڏ تہ مان بہ پنهنجن مائٽن جي مرضيءَ سان شادي ڪريان. دهليءَ وارا پڪيءَ ۽ بابا تي زور بار پيا آڻين. رکو منهنجي ها ڪرڻ جي دير آهي .....!‘

مان اُپامي پيس، ’نہ نہ، مدو، تون ائين نہ ڪج، ائين هرگز نہ ڪج، اهڙو فيصلو مور نہ ڪج ...!‘

’ڇو، مان اهڙو فيصلو ڇو نہ ڪريان؟ تنهنجي لاءِ سڄي عمر ڪنواري ويلي هجان ... ؟‘

مون وٽ ان جو بہ جواب نہ هو. ڪهڙو جواب هو؟ ڪهڙو بہ جواب هجي ها، نہ مان پنهنجي شادي روڪي سگهان ها ۽ نہ ئي مدوءَ ڪي روڪي پئي سگهيس ....

اسان جي پريم ڪهاڻيءَ جو اِهوئي انت هو؟ مدو شاديءَ بعد دهليءَ هلي ويندي ۽ مان شادي ڪرڻ پنهنجي وطن لاڙڪاڻي ويندس! بس، ڪهاڻي ختم؟

هڏو بہ اٿم ۽ پڙهيو بہ اٿم تہ ڇوڪريون پنهنجو پهريون پيار ڪڏهن نہ پلجنديون آهن، ڇوڪرا پلجي ويندا آهن، وساري ڇڏيندا آهن. اسان هنهي مان ڪير ڪنهنکي وساريندو، ياد رکندو، اهو وقت ئي هڏائيندو .....

ياد ٿو اچيم هڪ دفعي مدوءَ هڪ فرمائش ڪئي هئي. چيائين، ’اڄ شام جو مونکي ملتانيءَ جي ڪلفي بہ کاراءِ ۽ نهري هائوس واري سنڌي حلوائيءَ وٽان گرم گرم گلاب جمون بہ ولي کاراءِ. ۽ پوءِ بنارسي پان !‘

فرمائش تہ ڪيائين پر اِهو نہ سوچائين تہ مان ايترا پئسا آڻيندس ڪٿان. گهٽ ۾ گهٽ ٻن رپين جي ضرورت هئي. اسان هجي ها تہ چنتا نہ هئي. اُها بہ رپيا ڏئي ڇڏي ها. ناني ڪان ايترا پئسا گهرڻ

معنيٰ لپاٽ ڪائڻ. هو مونکي خرچي ڏيندو هو صرف چار آنہ. ٻہ رپيا تہ اُن جي الوڻ هئي!

موهن ڪلپنا جي هڪ ڪهاڻي آهي جنهن ۾ نائڪ کي، پنهنجي پريمڪا کي آئيسڪريم کارائڻي آهي. ليڪن وٽس ايترا پئسا ڪونہ هئا. منهنجي بہ اُن نائڪ جهڙي حالت هئي. افسوس بہ ٿيو ۽ ڏک بہ ٿيو. منهنجي پريمڪا پهريون دفعو فرمائش ڪئي هئي ۽ مان اُها پوري ڪرڻ کان اُسمرٿ هوس. پوءِ بہ مون مڌوءَ کي چيو، 'شام جو اسين ٻئي اِهو عيش ڪنداسين!'

پوءِ مان نڪتس سوا ٻن روپين جي تلاش ۾، ٻہ روپيا ڪلفي ۽ چمن لاءِ ۽ چار آنہ بنارسي پانن لاءِ. فرهاد شيرين جي فرمائش تي جبل ٽاڪي پاڻي ٿي ڪڍيو ليڪن مونکي تہ صرف ٻہ روپيا ۽ چار آنہ ئي هٿ ڪرڻا هئا ....

دوستن جي نالن تي نظر ڊوڙايم. اُنهن مان اهڙو ڪو شاهوڪار نظر نہ آيو جيڪو ايترا پئسا اوڌارا ڏيئي سگهي. ڪنهن سنڌي دڪاندار کان گهران ۽ هو ناني کي ٻڌائي تہ ويس ڪم کان. مار بہ کائبي ۽ خوار بہ ٿبو. ڪملا پيءُ کان بہ گهري نہ پئي سگهيس جيتوڻيڪ هوءَ شاهوڪار هئي. هوءَ جيڪڏهن پڇي ها تہ مان ايترا پئسا ڪيڏانهن ڪندس تہ مان ساڻس ڪوڙ ڳالهائي نہ سگهان ها. اُن حالت ۾ مڌوءَ کي ٻڌڻو پوي ها .... مون اِهو هرگز نہ پئي چاهيو. مڌو سمجهي ها تہ مان بلڪل جوڪو آهيان ! سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي : پلي بک پرم جي، شال نہ وڃي شان !

پوءِ ڪجهہ ياد آيو. دل ۾ ٿوري اُميد جاڳي. ناني راڌا جي ٽرنڪ ۾ ڦولهہ وڌم. هڪ ساڙهيءَ جي ڪنڊ ۾ ڪجهہ ٻڌل هو. دِل ڌڙڪڻ لڳي. شل اِهو نوٽ هجي ! ڏيري ڏيري ڳنڍ کوليم. هڪ رپئي وارو نوٽ نڪتو.

راڌا سڄو ڏينهن گنگا جي گهاٽن تي پيئي گهمندي هئي. نانو سندس ساڙهيءَ جي پلوَ ۾ ڪجهہ نوٽ ٻڌي ڇڏيندو هو چانهہ ۽ ٻيڙين لاءِ تہ جيئن کيس پنڌو نہ پوي ! نانو ايترو خيال رکندو هو نانيءَ راڌا جو ... !

رپيو مليو، باقي سوا رپيو. اڃا منزل دور هئي .... هڪ رستو سجهيو.

گهر جي هڪ دريءَ ۾ نيپال لکڻ لاءِ پوسٽ ڪارڊ ۽ لفافا رکيا هئا. مون دل ۾ چيو، انهن مان ضرورت جيترا لفافا ڪڍي، هڪ واقفڪار مڇاريءَ کي وڃي ڏنم. چيومانس ته پل ۾ وڏيڪ ولي آيو آهيان، نانو ماريندو. هن پئسا ڏنا ته منهنجي ڳلتي لڳي.

اِها هئي ته چوري پر اُن وقت اهڙو خيال نه آيو هو.

هينئر مون وٽ سوا ٻه رپيا هئا. مان پاڻ کي شاهوڪار سمجهڻ لڳس ـــ دنيا جو واحد شاهوڪار .....!

اُن شام مڌو مونتي ڏاڍي مهربان هئي. ڪلفي کاڏائين. گرم چڻون کاڏائين. بنارسي پان سان لب لال ڪيائين. ۽ پوءِ گهر اچي مونکي ملي ڏنائين. اهڙيءَ طرح مونکي ڏنيه ڪري چڙهايائين.

اِها مڌوءَ جي نراڙ تي ڏنل ملي مون دهرائي آهي، 'اڇا وار، ڪارا پنوڙ' ڪهاڻيءَ جي انت ۾ ......!

اُها سڄي رات مان سمهي نه سگهيو هوس. گرمين جي مند هئي. اسين سڀ وڏي ۽ ويڪري گڏ تي سمهندا هئاسين پپل جي هيٺان. مان هڪ ننڍيءَ کٽ تي ۽ نانو صندل تي سمهندو هو. سترام مامو سگهرو هيٺ پنهنجي ڪمري ۾ سمهندو هو. مون ڪان ٿورو پري، پپل جي بلڪل هيٺان، ڪملا، شانتي ۽ ستدن ٻار سمهندا هئا. اُن رات جيستائين شانتي دڪان تان اچي، گهر وڃڻ ڪان اڳ، مڌو، ڪملا جي ٻارن سان سمهي پيئي هئي. مون کي هن جي ويجهو وڃڻ ڪان ڊپ پئي ٿيو. منهن انڌاري ۾ هن جي ڏنل ملي اڃا سَرِ سَرِ ڪري رهي هئي.

چنڊ اُڀريو بيلو هو.اُنجي چانڊاڻ پپل جي پتن سان گڏ نچي رهي هئي.اُها ڪڏهن پٽن ڪان ڇٽي هيٺ هارجي ٿي پيئي. اُن وقت زمين جي هر چيز جرڪي ٿي پيئي. مڌوءَ جي مک ۽ ديهه تي پڻ چانڊوڪيءَ جي چٽسالي چادر پيل هئي. هوءَ ڪملا سان ڳالهيون ڪندي ڪندي کِلي ٿي پيئي ۽ مان اُهو سٽار وادن ٻڌي، نيم - ننڊاکڙو، جاڳي ٿي پيس.

مڌوءَ ته مونکي سڀ ڪجهه ڏنو ٿي. منهنجو سمجهي، مونکي ٿي سُپرد ڪيائين پئي. پر مون ئي اُهو سڀ ڪجهه نه ورتو هوا اُن پليان منهنجي کهڙي پاونا هئي؟ ڪمزوري هئي، ڊپ هو، انديشو هو يا ڪو آدرش هو؟

منهنجي من جي اهڙي اِسٽتي ڇو هئي؟ اِن جو ڪارڻ اِهو ته نه هو ته منهنجو اِسترين طرف جيڪو موهه هو، جيڪو سنيهه هو، اهو آدرشواد ۾ بدلجي ويو هو؟ اهو ڇا شرتچندر جي ناري پاترن جو پرڀاوَ هو؟ .اُن جو اثر منهنجي ساهت تي به ته پيو هوا 'پاٽيارا پکي' ناول ۾ يا 'ٻاهر نڪرڻ جو رستو' ۾ نائڪائون، نائڪن جي ويڇهو ايندي به، قريب هوندي به، اڇوتيون ٿيون رهن ۽ ليکڪ کي، پاٺڪن ۽ نقادن کان ٻڌڻو ٿو پوي ته نائڪ هيڻو آهي، ڪمزور آهي، گيدي آهي ......!

اڄهو ناول جي نائڪا پاڻ مرادو، پاڻ کي ڀاڪر پائي، سنتوش ٿي پائي ۽ ناول جو هيرو ڀاڪر پائڻ جي سڌ ڪندي به، نائڪا کي ڀاڪر پائڻ بنا ڇڏي ٿو ڏئي ....

اِهو ڇا آهي؟ اِئين ڇو آهي؟ منهنجا نائڪ ايترا ڪمزور، ايترا آدرشوادي ڇو آهن؟ ڪٿي ائين ته نه آهي ته اُنهن نائڪن پليان مول روپ ۾ مان پاڻ آهيان؟ ليڪن اِن پليان منهنجي ڪهڙي ڪمزوري پوشيده آهي؟ ڪٿي مان سائڪي ڪيس ته نه آهيان؟ ذهني طور بيمار يا اپاهج ته نه آهيان؟

هڪ دفعي اوٽي جي جبلن تان هيٺ لهندي، ليڪ طرف ويندي، گل ٽالپر پڇيو، 'ادا، هيءُ توکي ٿيو ڇا هي؟ حالتن ۽ حقيقتن کان تون پاڻ به ڀڄندو رهيو آهين، تنهنجا نائڪ به ڀڄندا پيا وتن! تون ايترو ڪمزور ڇو آهين؟ اِن ڪمزوري جو ڪو ته سبب هوندو؟'

گل ٽالپر ذهين پاٺڪا ۽ سلي ليکڪا آهي. هنجو سوال ٻڌي ڀهرين ته مان ماٺ رهيس. پوءِ ڪيس ٻڌايم، 'ڀهريون سبب مڌوءَ جو پريم ۽ اُن جو وڇوڙو آهي ۽ ٻيو سبب شرت بابوءَ جون نائڪائون آهن. اُنهن مون تي ايترو اثر ڪيو جو ڀڄڻهن به منهنجي سامهون ڪا اهڙي اسٽتي آئي، مان ڀڄي آيس. بلڪ ڀڄندو ئي رهيو آهيان. تون اِن کي ڪجهه نه سمجهه.'

مون کي گل ٽالپر جي من - جڳت جي سُڌِ آهي. هوءَ منهنجو من - سنسار پروڙي ويئي ۽ چپ رهي. هن جون ڪهاڻيون ڇپيون گهٽ آهن ليڪن مونکي خبر آهي ته هن جون ڪهاڻيون، هن جي من جا دستاويز آهن. هن به مون جيان پيار ڪيو پر پيار جي شادي نه ڪئي. هن نه مون جيان هار ڇڏيا ۽ اُنهن لاءِ جيئندي رهي. هن سڄي زندگي پيڙا

سلي ۽ سهندي رهي ٿي. مون جيان هوءَ بہ پيپل جي پن جيان آهي جيڪو گرمين چاهي سردين ۾ ڏڪندو ۽ لڇندو رهي ٿو. ۽ شايد اوستائين لڇندو ڏڪندو رهندو جيستائين اُهو وڻ مان ڇڄي ڪري نہ آهي .....!

پوءِ بہ هوءَ چانورو ڏيندي رهي آهي. هوءَ پنهنجن ڇهن ٻارن جي ڇپر ڇانوَ آهي، جيئن مان پنهنجن ڇهن ٻارن جو ابو ۽ اجهو آهيان! ۽ جيئن هن لاءِ تيئن مون لاءِ پڻ ٻاهر نڪرڻ جو رستو بند آهي ... دروازي تي ٻاڙهن اکرن ۾ نو ايگزٽ جو بورڊ لڳل آهي ....

۱۹۴۴ع جو سال پويان پساہ کڻي رهيو هو. مون ڏٺو، سڄيءَ هردوار ڏٺو، حشمتراءِ اينڊ ڪمپنيءَ جو سج لهي رهيو هو. رات جو انڌڪار سندن گهرن تي ڇانئجي رهيو هو.

سڀ ڪان اڳ انڪم - ٽئڪس وارن سندن گهرن ۽ دڪان تي ريڊ وڌي. سمورا اڪائونٽ بڪ ۽ بئنڪ جا کاتا سيل ڪيا ويا. اُن بعد ڪيس هليا. ڪيسن ۽ وڪيلن جي پليان پهرين نقدي ۽ پوءِ زيور وڪامجڻ لڳا. ڏسندي ڏسندي سندن زالن جون ٻانهون ۽ ڳچيون وري ٻُليون ٿي ويون.

مونکي گهٽي ۾ گهڻو ڏک ڪملا ڀيڻ جو هو. جنهن کي نندڙا ٻار هئا. پر هوءَ اڳ جيان مونتي مهربان هئي. هن جو سنيهہ جيئن جو تيئن رهيو. ٿورو وڌيو ٿي هيو. هڪ ڏينهن چيائين، ’توسان جيڪو انياءَ ٿيو هو، گنگا ماتا اُن جو حساب ورتو آهي!‘

مون ڪجهہ نہ چيو هو. ڪملا ڀيڻ جي پيرن طرف نهاريندو رهيو هوس. اهوئي تہ اُهو سنيهہ هو جيڪو مونکي استرين وٽان مليو هو ۽ مون اُهو موٽايو هو سنيهہ ڏيئي، عزت ڏيئي، سنمان ڏيئي!

ڪملا کي ياد ڪرڻ سان يڪايڪ ارهڙ جي دال ياد پوندي آهي جنهن کي سنڌيءَ ۾ ملرن جي دال چوندا آهن. منهنجي پهرين پسند جي دال - تہ دالي آهي. اُن ۾ ٿوري سائي ٿوم ۽ ٿوري ليمي جي رس پيل هجي ۽ اُن سان گڏ ڍوڍو هجي تہ واہ، ڇا چئجي! اُن سان گڏ تريل پٽاٽا، واڱڻ، ڀينڊيون يا گوبي هجي تہ مزو اچي ويندو. پر جي تريل مڇي هوندي تہ پوڇڻ ڪائي من پرسن ٿيندو.

ارهڙ جي ڏال هردوار ۾ عام جام کائيندا هئا. جنهن ڏينهن ڪملا ارهڙ جي دال رڌيندي هئي، مونکي سڏ ڪري، پنهنجي سامهون ڇوڪي

۾ وهاري، دال ڦلڪو ۽ ٿريل پٽاٽا ڪارائيندي هئي. ڏاڍو آنند ايندو هو. دال اهڙي سوادي ٺاهيندي هئي جو ٿوم يا ليمي جي ضرورت ئي نہ پوندي هئي. اُنهن بجاءِ دال ۾ سچي گيهہ جو تڙڪو ڏيندي هئي جنهن ۾ جيرو پيل هوندو هو. ڇا تہ خوشبوءِ ايندي هئي!

اڄ تائين جڏهن بہ هردوار وڃان ۽ ڪملا سان ضرور گڏجان تہ هوءَ مونکي ارهڙ جي دال ضرور ڪارائيندي آهي.

اهڙيون بيون بہ ڪي اِستريون آهن جن سامهون وهاري ڪارايو آهي جن مان هڪ امان هئي جيڪا پلو مڇي سوئي ڪارائيندي هئي، اُشا ۽ ريکا ڏيئر آهن جي الائي ڇا ڇا ٺاهي ڪارايندبون آهن. ۽ بيون آهن سنڌ جون نياڻيون : ماهتاب محبوب ۽ گل ٽالپر ....!

ماهتاب جڏهن بہ مانيءَ تي گهرائيندي هئي، ميز تي سندس ڪٽنب سان گڏ مهمان بہ هوندا هئا ۽ اُهي ليکڪ ئي هوندا هئا، جن ۾ ڪڏهن محمد اِبراهيم جويو، ڪڏهن حميد سنڌي، ڪڏهن آغا سليم تہ ڪڏهن بيا اديب ۽ شاعر هوندا هئا. ليڪن اديءَ گل وٽ صرف بار هوندا هئا جن سان گڏجي فرش تي ويهي کائيندا هئاسين، جيڪو بہ رڌبو هو .... ! پر جنهن ڏينهن نواب اِمداد علي ٽالپر گهر ۾ هوندو هو وڏي مجلس ڪندو هو پنهنجي پٽن سان گڏ. اُن مجلس ۾ مغز، ڪپورا، جيرا، بڪيون ۽ بيو الائي ڇا ڇا ٺاهرائيندو هو ۽ وڏي ڳالهہ تہ زبردستي ڪارائيندو هو. مان جو پيلوري هئس، اهڙا سوادي طعام ڪير پلي؟

ليڪن مونکي پيٽ - چٽيَ جي نہ، ناري سنيهہ جي ڳالهہ ٻڌائڻي هئي جن مونکي ننڍپڻ کان ئي ڇپر ڇانوَ پئي ڏني آهي ....

مون پنهنجي ڪهاڻين، ناولن ڇاهي هن آتم ڪٿا ۾، ڪٿي بہ، ڪنهن بہ ناريءَ جو نرادر نہ ڪيو آهي. ايتري قدر جو مڏوءَ جو اصلي نالو بہ ڪٿي نہ ڄاڻايو اٿم.

چيو ويندو آهي تہ آتم ڪٿا ۾ سمورو سچ لکجي. مون سمورو سچ لکيو آهي سواءِ مڏوءَ جي اصل نالي لکڻ جي. ڇا اِهو واجب ٿيندو تہ مان مڏوءَ جو اصلوڪو نالو لکي کيس رُسوا ڪريان؟ هڪ پرڻيتا ناريءَ کي، جيڪا گهر بار واري آهي، اُن کي هن عمر ۾ خوار ڪريان؟ پوءِ تہ منهنجو

ناري سنيھ ۽ سنمان مليا ثابت ٿيندو. ڊونگہ سڏبوا مان ائين هرگز نہ ڪندس. ڪڏهن بہ نہ ڪندس. مڌوءَ جو اصلوڪو نالو ڪڏهن بہ پنهنجيءَ زبان تي نہ آڻيندس.

تون مون تي وشواس ڪج مڌو ... ضرور وشواس ڪج ...!

١٩٤٥ع ۾ مڌوءَ جي شادي ٿي ويئي، دهليءَ ۾. سندس گهوٽ سرڪاري نوڪريءَ ۾ هو.

اُها رات مون بيچينيءَ ۾ گذاري هئي. رات جو دير تائين سروڻ گهاٽ جي چبوتري تي، شهتوتن جي وڻ هيٺان ليٽيو پيو هوس — اکيون کولي. اکيون ٻوٽڻ سان مڌو سامهون اچي ٿي بيلي. گنگا جي وهڪري جو ڌيمو سُر ڪنن ۾ گونجي رهيو هو. سرد هوائن کان بچڻ لاءِ گرم شال ويڙهي ڇڏي هئم.

اُن ئي سال منهنجي بہ شادي ٿي ويئي. چار شاديون هڪ ئي وقت ٿيون. ٻہ سؤٽ — رام ۽ مان. ٻہ سؤٽيون — سُري ۽ ڪلي. رام ۽ ٻنهي سؤٽين جون وڏيون پڙهيون ويئون.

سنڌ ۾ شارڊا قانون لاڳو هو جنهن تحت مان اجان شاديءَ لائق نہ ٿيو هوس. تنهن ڪري منهنجي وڏي نہ پڙهي ويئي. منهنجي شادي ٽڪاٽي ۾ ڪرائي ويئي، رات جو ٻارهين بجي ڪانپور، جنهن وقت مان گهريءَ ننڊ ۾ هوس.

مون کي سڌ ٿيو تہ منهنجي آهنر، ماسڙ رهنديمل، مونکي ڏونڌاڙي جاڳايو. منهنجو نانو، گهوٽ پيءُ، منهنجي لاءِ هردوار مان فل سوٽ سبائي آيو هو جيڪو مونکي پهريل هو ۽ سمهي پوڻ سبب گهنججي ويو هو.

ٽڪاٽي ۾ پهرين وچن ورتو ويو پوءِ مونکي هڪ ڇوڪريءَ کي هار پائڻ لاءِ چيو ويو جنهن جو منهن ڍڪيل هو. پهرين مون هن کي هار پاتو ۽ پوءِ هن مونکي هار پاتو. اُن بعد اسان ٻنهي هڪ ٻئي جو هٿ جهلي، گرنٿ صاحب جي چوڌاري ست ڦيرا پاتا. اسان جي شادي ٿي ويئي. سيٽن هڪ ٻئي کي واڌايون ڏنيون. ڇوڪريءَ جو نالو لڇمي هو جيڪو گرو گرنٿ صاحب جي وچن موجب ڦيرائي ڪوشليا رکيو ويو. اِها پرمپرا هئي .....

ڀارتي اپکنڊ ۾ شادي پرمپرا جو مطلب آهي ونش جو وڪاس ۽ پريوار ۾ واڌ. اُن موجب ڪنوار ٻئي ڪٽنب مان اچي ٿي، شاديءَ بعد پيڪن سان ناتا ٽوڙي، نالو پڻ بدلائي، ساهرن سان ناتو جوڙي ٿي ۽ سندن ڏنل نالو سويڪار ڪري ٿي.

نينگرِ پهرين ڪنوار بڻجي ٿي – يعني زال. پوءِ ماءُ. پوءِ سسُ. پوءِ ڏاڏي. اِهو چڪر آهي جيڪو هلندو رهي ٿو، هلندو رهندو – خاص طور هندو سماج ۾ ....

وقت بدليو ته وقت سان گڏ ماڻهن جا من ۽ ذهن پڻ بدليا. پهرين گهر جي وڏڙن موجب شاديون ٿينديون هيون. پوءِ ڇوڪرو ڇوڪري هڪ ٻئي کي ڏسڻ لڳا. اُن ۾ ڇوڪري جي پسنديءَ جو ئي خيال رکيو ويندو هو، ڇوڪريءَ جي پسندگيءَ کي ڪا گهڻي اهميت ڪانه هئي.

اُن بعد زمانو آيو پريم وواهه جو. اُن ۾ ٻن دلين جو ميلاپ هو. اُن جي وڪاس ۽ واڌاري ۾ ٽي.وي، سئنيما ۽ ساهت گهڻو ڀاڱو ادا ڪيو. اُن ميڊيا ۾ پريم جي مهما ٻڌائي ويئي هئي. پريم جا گيت ڳايا ويا هئا جن جو اثر تکڙو قبول ڪيو ويو. اُن کان سواءِ شهري زندگيءَ ٿي ويسٽرن لائيف اسٽائيل جو به اثر پيو. جنهن موجب شاديءَ جو ٻنڌن غير ضروري سمجهيو ويو. هنن جي ويچار موجب استري پرش جو سنبڌ نجي معاملو هو جنهن سان ٻئي ڪنهنجو واسطو نه هو. هنن جو عقيدو هو ته بڪ لڳڻ تي جيئن بريڊ بٽر کائجي ٿو تيئن سيڪس جي چڪ ٿئي ته استريءَ جو سرير ماڻي سگهجي ٿو. اُن بعد اگر سنتان جي اُتپتي ٿئي ته اُها جائز هئي، جڏهن ته ڀارتي پرمپرا موجب اُها ناجائز سنتان هئي، اُهو جائز ونش نه هو. يورپ ۾، ۽ اسلام ۾، اُن کي جائز قرار ڏنو ويو آهي، ملڪيت ۾ حق ۽ حصيدار قبول ڪيو ويو آهي.

منهنجا پنهنجا ويچار ڀارتي پرمپرا طرف مائل رهيا آهن. ليڪن مان اِهو پڻ قبول ڪريان ٿو ته منهنجي شاديءَ، منهنجي اِن عقيدي کي ڌوڏي ڇڏيو آهي، وشواس جي شيشي ۾ چير وجهي ڇڏيا آهن.

منهنجي شادي مونکي ڪنهن به راس نه آئي. مان پنهنجي پتنيءَ کي پريم ڪري ئي نه سگهيس. منهنجي دل ۽ دماغ تي هميشه مڌو براجمان رهي. مان اُها جاءِ ٻئي ڪنهنکي ڏيئي نه سگهيس، مالڪيءَ جي بنياد تي ته اصل نه، البت مسواڙ تي ضرور ڏنم جيئن جاءِ خالي نه رهي ۽

گهر گرهستي هلندي رهي. مون کي اُن جاءِ جي مسواڙ ملي - ڇهه ٻار – ٽي پٽ، ٽي ڌيئر جي سڀ شادي ڪري پنهنجي پنهنجي گهر خوش آهن.

هينئر اُها مسواڙي جاءِ خالي آهي، پر مون فيصلو ڪيو آهي تہ اُها خالي جاءِ ٻئي ڪنهن کي سب ليٽ نہ ڪندس، ليز تي بہ نہ ڏيندس، بلاشڪ تہ اُها خالي پيئي هجي ۽ آهستي آهستي ڍهندي وڃي ....!

شاديءَ جي ٻئي ڏينهن وڏي دعوت ڪئي ويئي. تيوڻ ۽ پلاءَ جون ديگيون لٿيون. دارونءَ جا شيشا کليا. تن ڏينهن دارون گلاس بجاءِ ڪُٽِ جي تسرين ۾ پيئندا هئا. منهنجي ليکي دارون ڪا ڌائڪيدار چيز هئي. رات جو اُٿي، آهستي آهستي ڪوٺيءَ اندر وڃي، هڪ تسريءَ ۾ دارون وجهي، ڳيت ڏيئي پي ويس. الاا منهن مان دانهن نڪري ويئي. شڪر جو امان نہ ٻڌي جيڪا ٻاهرين صفحي ۾ پنهنجي ننڍڙيءَ ڪنوار سان گڏ سمهي پيئي هئي. اُن رات مونکي پهريون دفعو خبر پيئي تہ دارون ڪوڙو ٿيندو آهي. اِهوئي سبب آهي جو مون پنجاهہ سالن جي عمر تائين شراب نہ ورتايو هو. اُن بعد، ڊاڪٽري صلاح تي، دوا طور پيئڻ شروع ڪيم، ننڊ اچڻ لاءِ. هڪ پيگ هضم ٿي وڃي. ٻيو پيگ پيئان تہ جهوٽا اچن. ڪڏهن ڪنهن محفل ۾ ٽيون پيگ پيئاريو وڃي تہ سمهي پوان. نشي ۾ ڪڏهن نہ اچان جو ٻڙ ٻڙ ڪريان.

ڪوٺيءَ مان رات ڪوڙو ڪري ٻاهرين صفحي ۾ آيس تہ پنهنجي نووراني ڪنوار تي نظر وڌم جيڪا منهن ڍڪي، امان جي پاسي کان کرونڊڙي ٿي سمهي پيئي هئي.

تن ڏينهن گهڻن سنڌي هندو پائيبندن جيان اسان ۾ بہ مڙس ۽ سهري کان منهن ڍڪڻ جو رواج هو. ڪٿي تہ اڃا تائين آهي. هندستان ۾ بہ ڪيترن هنڌ اِهو رواج چالو آهي.

مان ٻاهر پڌر ۾ سمهيو هوس ٻين سان گڏ، پوءِ بہ صبح جو منهنجي هٿان ناريل ڀڃايو ويو. جي اِهو رواج آهي!

مان ۽ رام جڏهن پهريون ڀيرو ساهرين وياسين تہ منهنجا انگل ڏسڻ وٽان هئا. هڪ تہ قمبر شهر ننڍو تنهن مٿان پيئڻ جو پاڻي ٻاڙو ! پاڻي پيئان تہ اُلٽيون ڪريان. ضد ڪري بيلس تہ مونکي هينئر جو هينئر لاڙڪاڻي

موڪليو وڃي.

لاڙڪاڻي مان ڇوٽي لائين جي گاڏي هلندي هئي جيڪا قمبر ۽ شهداد ڪوٽ کان ٿيندي جيڪب آباد وڃي ختم ٿيندي هئي.

منهنجي وڏي سؤٽ ۽ سنيوءَ رام، سمجهائيندي چيو، 'ساهرن ۾ ڪِلَ نہ ڪراءِ. هڪ ٻہ ڏينهن مان ڪري گذارا'

پر مان پنهنجي ضد تي اڙيو رهيس. آخر مونکي پرچائڻ جو هڪ رستو ڳولهيو ويو. پاڻيءَ بجاءِ منهنجي لاءِ راڌي جي هوٽل تان لمليٽون گهرايون ويئون. جنهن مهل اُڃ لڳي، ليمن کولي ڏين. تڏهن ليمن کي لمليٽ چوندا هئا.

قمبر ۾ سئنيما صرف هڪ ئي هئي سا بہ ڪچي، مانڊي جهڙي. هڪ ريل هلائي بنيون ٻارين جيستائين ٻيو ريل تيار ٿئي. بيزار ٿي پيس. اڌ کيل مان اُٿي آيس.

هڪ ڏينهن اسان جو سالو تولارام اسان کي ٻنين تي وٺي ويو. ڳوٺاڻي ماحول ۾ پهتس تہ ڏاڍو خوش ٿيس. چهچ سايون ٻنيون، ساوا انبن جا وڻ ۽ سادا سودا ڳوٺاڻا جن وٽ سڪ ئي سڪ هئي. رستي ۾ جيڪي بہ واهيون ۽ موريون آيون، سڀ پاڻيءَ سان ٽمٽار. مون کي ٻچپن کان ئي ڳوٺ وڻندا هئا. ڏامراهہ ۽ پارڳوٺ ۾ رهي، ڳوٺن جو لطف ماڻي چڪو هوس. ورهاڱي کان چاليهن سالن بعد جڏهن سنڌ ويس تہ اُتي ڳوٺن کي نہ وساريم. نواب بشير احمدخان لغاري ۽ نواب منظورحسين ٽالپر جي ڳوٺ تاجپور ۾ ڪيترا ڏينهن رهي، ڳوٺاڻيون ڪچهريون ڏٺم. ساڻن گڏ جيپ ۾ ويهي ٻنيون ۽ باغ ڏٺم. هنن سان گڏ واهن ۾ ڪلاڪن جا ڪلاڪ تڙڳيس. اصل پيٽ ئي نہ پربو هو.

تاجپور ۾ سالياني عرس جو ميلو لڳو تہ بزاريون ڪلي ويئون. ڪيرين جا نخرا ۽ ناچ ڏٺم. مون وارا رئيس مون تان نوٽ گهوري ڪين ڏيندا وڃن. ڪيرين ڏس تہ مون سان اڇيو من مستي ڪن. ميدان ۾ پهلوانن جون ملهون ڏسي دنگ رهجي ويس. هڪ پهلوان، جنهن ملهہ کٽي هٽي ۽ ماڻهو ڪيس سڏ ڪري نوٽ ڏيئي رهيا هئا، منهنجي سامهون اچي مون سان هٿ ملايو ۽ چيائين : آءٌ اوهان کي سڃاڻيندو آهيان. اوهان جي ڪونج بہ پڙهي اٿم. مون کي ڏاڍي خوشي ٿي. مٿان وري پلهوانن کي منهنجي هٿان انعام ڏياريا ويا.

اِهي آهن سنڌي ڳوٺ ۽ ڳوٺاڻن جا قرب ...!

هڪ ڏينهن ادي گلشن مون کي پنهنجي ڳوٺ وٺي ويئي. موٽر جڏهن حيدرآباد شهر کان ٻاهر نڪتي ته پاڻ وڃي ڊرائيور جي سيٽ تي ويٺي. ڇهائين ڪيترن سالن کان موٽر ڪانه هلائي اٿم. اڄ تنهنجي صدقي هلايان پيئي. مون پٺيئن سيٽ تي ويهي سندس فوٽو ڪڍيو هو جنهن ۾ هن جي ڳردن، وارن جو چوٽو ۽ اِسٽيرنگ تي هٿ نظر اچن ٿا. اُهو يادگار فوٽو مون سانڍي رکيو آهي.

اهڙيءَ طرح هڪ ڏينهن شوڪت شورو پنهنجي ڳوٺ سجاول واري زمين تي وٺي ويو هو. وڏي ڀاڻس جي وڏي حويلي هئي جتي رات جو ڀڏر ۾ کٽولن تي ستا هئاسون. گهر ٻاهران هڙواڙو واهي ڪوٺي هئائون جنهن ۾ هنس پئي تريا. سڄو وقت چٽن جي تنوار پئي ٻڌيسون.

ڇهه ساوا چٽون جن جون ڇهنبون ڳاڙهيون هيون. اُهي جڻ هن گهر جا ڀاتي هئا. جيڏي مهل چاهيائون پئي، ڀڏر ۾ اچي داٽو پاٽي چڳي پئي ويا. مون ڏٺو گهر جي نياٽي، شوڪت جي ڀائٽي، اُنهن جو ڏاڍو خيال رکي رهي هئي. ۽ شؤڪت جو ڀائٽيو، اُهو وري هنسن پٺيان ديوانو. مطلب ته سڀي ڪتنب موهي ڇڏيو. هنن به خدمت ۾ وسان ڪين گهٽايو. هڪ ٻئي جون دليون ڪنهي ورتيون سون.

مطلب ته سنڌ جا ڳوٺ، سنڌ جا سرڳه ڀُري هئا ...

تولارام پڙهيل ڳڙهيل ۽ ريلوي ۾ نوڪري ڪندڙ هو. هو پنهنجي نڻديءَ ڀيڻ جي شاديءَ خلاف هو. مجبورن ڪيس ها ڪرٽي پيئي هئي جو سامهون به سليون مائٽيون هيون.

اسين پهريون دفعو ساهرين آيا هئاسين ته رام کي الڳه ڪمرو مليو. مان صفحي اندر، ڀين جي هوندي، الڳه کٽ تي سمهاريو ويس. سياري جا ڏينهن هئا ۽ مان سوڙ پائي سمهيو پيو هوس. اوچتو منهنجي ڪنن تي ڀڻ ڀڻ جو پڙلاءُ پيو. ڪو زنانو آواز، ڪنهنکي چئي رهيو هو: نڻدي کي به وڏي جيان الڳه ڪمري ۾ سمهاريو ها ... ۽ مرداني آواز مخالفت ڪندي چيو : هننجي اجا وهي ڪانهي، هو اجاهار آهن!

اهو مردانو آواز ٻڪ ٿي ٻڪ تولارام جو هو ۽ زنانو آواز سندس پتنيءَ جو.

ٽولارام برابر چئي رهيو هو. اسان جي وهي ڪانہ هئي. اسين اڃا ٻار هئاسين. وڏي ڳالهہ تہ منهنجي پنهنجي بہ مرضي ڪانہ هئي. مان ڪنهن بہ حالت ۾ اڳہ ڪمري ۾ سمهڻ قبول نہ ڪريان ها. پوءِ شايد هڪ ٻيو هنگامو ٿئي ها....

امان پنهنجي ننڍڙيءَ ڪنوار کي گڏين جيان سينگاريندي هئي. وارن ۾ ڦِٽي ڏيئي، هڪ چوٽي ڪندي هئس. نوان نوان ريشمي وڳا پهرائيندي هئس. ليڪن مان جيئن ئي گهر ايندو هوس، هوءَ منهن ڍڪي ڇڏيندي هئي!

منهنجي سالي سشيلا، رام جي ڪنوار، هوشيار هئي. هوءَ گهر جي ڪم ڪاج ۾ پرٻيڻ هئي. سڄو گهر سنڀالي ورتو هئائين. منهنجي ڏاڍي خاطرداري ڪندي هئي. مون ڪان، مون ننڍڙي ڪان منهن ڍڪيندي هئي ۽ هروقت پيٽوپيم - پيٽوپيم چئي سڏ ڪندي هئي. گهر هڪ ئي ماڙ تي هئا، پري تہ هئاسين ڪين جو ڪهي وڇٽو پوي. مان ونس ويندس تہ پنهنجن هٿ سان رڌل ڪاڌو ٿالهيءَ ۾ پروسي ڏيندي هئي. اڄ تائين اِهو سلسلو جاري آهي جيتوڻيڪ ڪجهہ سال اڳہ منهنجو سؤٽ رام گذاري ويو ۽ پاڻ لڳاتار بيمار رهندي اچي.

١٩٤٥ع ۾ ئي مان واپس هردوار هليو آيس. ليڪن هتي تہ ڪڪ ڪانا وڃي بچيا هئا. مڙوءِ ڪانسواءِ ڪجهہ مِلو نہ ٿي لڳو. من موڳو ۽ موڙهيل رهڻ لڳو. هڪ ڏينهن ناني جي موڪل سان، مامي سترام بجاءِ، مان پاڻ خريداريءَ لاءِ دهليءَ ويس. من ۾ هوم تہ خريداريءَ بهاني مڙوءِ وٽان ٿيندو ايندس. سندس گهر ويس بہ، پر اندر وڃڻ جي همت ڪانہ ٿي. گهر ٻاهران بيهي بيهي تہ متان هوءَ پاڻ ٻاهر نڪري ۽ مان ڪيس ڏسي وٺان، واپس موٽي آيس. ان تان مون هڪ ڪهاڻي لکي آهي 'انديشو' جنهن ۾ پنهنجي من جا، اُن وقت جا، آڌما ظاهر ڪيا اٿم.

انديشو ــ مان چند ٽُڪرا : اوچتو، بنهہ اوچتو، جنهنجو ڪيس بلڪل انديشو ڪونہ هو تہ ڪو اِهو گمان بہ سندس من ۾ پيدا ٿي سگهي ٿو، جيڪو هينئر پيدا ٿيو هو، هن جو ڪال بيل طرف وڌيل هٿ هيٺ جهڪجي آيو.

۽ اُهو گمان ڪهڙو هو؟

— اگر هن ڪيس نہ سچاتو تہ ؟

۽ اُن گمان ڪي آڌار ڪهڙو هو، اِهوئي نہ تہ سندن وچ ۾ ورهين جي وڇوڻي هئي، جنهنڪي متان هوءَ پار ڪري، هن تائين پهچي نہ سگهي؟

— ليڪن ڇا اِهو ممڪن هو؟ اُهو سنبنڌ جيڪو ڪجهہ ورهيہ اڳہ سندن وچ ۾ هو، اُهو ڇا ايترو اُچاترو هو جو ڪنهن جي چاهڻ سان بلڪل سؤلائيءَ سان وسري سگهي؟

هو ڇا ڪيس وساري سگهيو هو؟

هن ڇا ڪيس وساري ڇڏيو هوندو؟

هڪ بيو بہ انديشو هو، جيڪو اُن گمان بعد پئدا ٿيو هو، تہ اگر هن ڪيس سچاتو بہ تہ ڇا چئي يا ڪهڙو سنبنڌ بڌائي هوءَ سندس سچاڻپ ڪرائيندي؟

هڪ پرٽيتا ناريءَ لاءِ ڇا اِهو ممڪن هو تہ هوءَ پنهنجي مکہ مان چئي سگهي تہ ڪجهہ ورهيہ اڳہُ هوءَ هِن پُرش کي پيار ڪندي هئي؟

اِهو بلڪل ناممڪن هو. هوءَ ائين هرگز چئي نہ سگهندي. ڪا بہ اِستري نہ چوندي. هن کي ڏوھ ڏيڻ اجايو آهي.

اِن ولوڙ مان سواءِ پاڻيءَ جي بيو ڪجهہ بہ نڪرڻو نہ آهي. ۽ هن پاڻي وِلوڙڻ ڇڏي ڏنو.

هِڪ آٽو رِڪشا اُتان اچي لنگهي. گهٽي ايتري ڪشادي ڪانہ هئي تنهن ڪري هو ٿورو هٽي، دروازي جي بلڪل ويجهو، ديوار سان لنگهي بيٺو.

اندران ڪنهن اِستريءَ جي کِل جو هلڪو پرلاءُ جهٽي، هو سڌو ٿي بيٺو.

— اِها ڪنهنجي کِل هئي؟

حافظي تي زور ڏيئي، هن سندس کِل کي ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هوءَ ڪڏهن ۽ ڪٿي کِلي هئي، هو اُهي هنڌ ۽ پل ڳولهڻ لڳو. ڪيس ياد آيو جڏهن هن پنهنجي مُنڊي جي ڳالہ ڪئي هئي تہ هن تيسي ۾ پرچي ڇيو هو تہ هو ائين هرگز ٿيڻ نہ ڏيندو.

تڏهن هوءَ اُمالڪ کِلي ويلي هئي. جڏهن کِلي بس ڪيائين تہ چيائين، 'تون پاڻ تہ اڳہُ ئي مُنجي ويٺو آهين. باقي مونکي ڇو ٿو منع ڪرين؟'

۽ هُن گنڀير ٿي چيو، ’توکي سُڌ آهي ته مان ننڍپڻ ۾ ئي مڱايو ويو هوس.‘

هڪ ڀيرو وري هوءَ کلي. چيائين، ’ته پوءِ اِن ۾ روئڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي. تون پنهنجو مڱٽو ٽوڙي نٿو سگهين ۽ مان مڱجڻ کان رهي نٿي سگهان. حساب برابر ....‘

۽ پوءِ هوءَ خوب کلي هئي.

هُن جي شرارتي کل تي هوُ نارمل بڻجي ويو هو ۽ پاڻ به کِلڻ لڳو هو.

— ليڪن هيءَ اُها کل نه هئي. هُن کي جڻ يقين ٿي ويو.

— ته ڇا اِها سندس ڏيءُ جي کِل هئي؟

— ليڪن ڪهڙيءَ ڏيءُ جي — وڏيءَ جي يا ننڍيءَ جي. ڪيس سُڌ هئي ته هنکي هڪ ٻئي پٺيان ٻه ڌيئر ڄايون هيون.

مون کي اُهي ڏينهن ياد آيا جڏهن منهنجي مڱجڻ جي سڌ پيئي هئس ۽ پوءِ سندس به مڱٽو ٿيو هو ته هوءَ مون کان پري پري رهڻ لڳي هئي. مون سان ملڻ کان ئي نٽائيندي هئي. ملندي هئي ته پورو ڳالهائيندي ڪانه هئي. هان - هون ۾ وراڻيون ڏيندي هئي. مون گهڻيون ئي مرليون وڄايون ليڪن اُن جو هڪ به سُر مڌوءَ جي ڪنن تي نه پيو. هوءَ جڻ گونگي ٻوڙي ٿي ويئي هئي. چُپُ ماري ويهي رهي هئي!

سياري جون راتيون ۽ سرد هوائون. هڪ رات ڪملا جي ڪمري ۾، سوڙ هيٺان پاڻ کي لڪائي ويٺا هئاسين. اُن رات مون جوڪر جو پارٽ پئي ادا ڪيو. ڪملا ۽ ٻارن ٽهڪ پئي ڏنا ۽ مڌوءَ صرف مشڪيو ويٺي. ڪملا کلندي چيو، ’ماريا، ڪيترو ٿو کلائين!‘

ليڪن مون ته اندر ئي اندر رنو ويٺي. منهنجي سڄني مون کان رٺل هئي جنهنکي پرچائڻ جا حيلا ويٺي ڪيم.

ڇرڇا گهڻا ڪندي، مون پنهنجو هڪ پير مڌوءَ جي پير سان ڇهائڻ جو يتن پئي ڪيو. اُن ڇهاءَ وسيلي مون مڌوءَ کي پنهنجي من جي ڪئفيت ٻڌائڻ پئي چاهي. احساس ڪرائڻ پئي چاهيو. پر هن پنهنجا پير ٻه پاڻ طرف سميٽي ورتا هئا جيئن پاڻ کي مون کان پري ڪري ڇڏيو هئائين. مون اکين ۾ ڪيئي سوال ڀري هن ڏانهن نهاريو پر هن اکين معرفت پڇيل ڪنهن به سوال جو جواب نه ڏنو. هوءَ جواب ڏيڻ لاءِ تيار نه هئي.

اُن لاءِ هوءَ جوابدار بہ ڪانہ هئي. اِها بہ پارٽي ناريءَ جي هڪ پرمپرا هئي.

مدوءَ کي خبر هئي تہ منهنجي شادي جلد ٿيڻ واري هئي. پوءِ هوءَ بہ مڱجي ويئي. اُن وقت هن جي من ۾ الائي تہ ڪهڙا ڀاوَ هئا....؟ اُهي صرف هوءَ ۽ ٻي گنگا جي ڌارا ڄاڻي ...! مان پاڻ ڪجهہ بہ تصور ڪري نٿو سگهان ....

هڪ دفعي مدوءَ چيو، 'تون ترڻ ڇو نٿو سکين؟'

شايد ڪملا ٻڌايو هوس تہ مان ٻہ ٽي دفعا ٻڏندي بچيو آهيان. منهنجي ڇپن تي اُمالڪ مرڪ هلي آئي. مذاق ڪندي چيم، 'مونکي ٻڏڻ ۾ مزو ايندو آهي. توسان گڏ ٻڏڻ ۾ تہ وڌيڪ آنند ايندو.'

ليڪن اِها ٻہ سال اڳ جي ڳالهہ هئي. هن وقت تہ مدو مون سان ڳالهائڻ لاءِ بہ تيار نہ هئي.

هردوار ۾ مان بلڪل اڪيلو هوس. لائبرريءَ ۾ ويندو هوس پر ڪجهہ بہ پڙهڻ تي دل نہ ورندي هئي. ڪيترا ڪلاڪ چبوتري تي ويٺو گنگا طرف نهاريندو رهندو هوس. ڏيئن ٻرڻ تي ماڻهن جون تاريل گلن جون ٻيڙيون جن مٿان ڪافور جون ڏياٽيون پيئون ٻرنديون هيون، منهنجي اکين اڳيان، گنگا ۾ ترنديون وينديون هيون. انهن ٻيڙين ۾ منهنجي ۽ مدوءَ جي تاريل ٻيڙي ڪانہ هئي. اسان جي ٻيڙي وچ ڌارا ۾ ٻڏي ويئي هئي!

۱۹۴۶ع ۾، ناني مونکي لاڙڪاڻي موڪليو تہ مان ڪوشليا کي هردوار وٺي اچان.

اُن وقت سنڌ ۾ ٻن ڳالهين جي چرچا هئي. هڪ پاڪستان جي ۽ ٻي اليڪشن جي. ڪانگريسي ۽ مسلم ليگ چونڊن ۾ سوڀ حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيون هيون. سنڌ جي مسلم منورٽيءَ ۾ ڦيرو آچي رهيو هو. هو پاڪستان جي فائدي ۾ ٿي ويا هئا. پاڪستان جو نهراءُ جي - ايم سيد ئي پاس ڪرايو هو جنهن تان پوءِ هٿ ڪنيو هئائين. ليڪن تيستائين دير ٿي چڪي هئي. ميان جناح ڪانگريس سان ضِدِ پئجي ويو هو. سنڌ جي فضا مان تعصب جي بوءِ اچڻ لڳي هئي. هڪ ڏينهن مون شيرو حجم کان وار پئي ڪٽايا تہ اُتي ويٺل مومن هندن تي چٿرون

ڪري رهيا هئا. خود شيروءَ ۾ بہ ڦيرو اچي ويو هو. هن ۾ اڳ جهڙي اُها سڪ ۽ حب نہ رهي هئي.

اُن سال اُسين چار ڄڻا ـــ اَمان، مان، ڪوشليا ۽ ڀيڻ اندرا، هردوار روانہ ٿياسين. ۽ اُهو اسان جو، سنڌ جو، آخري سفر ثابت ٿيو. امان، ڪوشليا ۽ اندرا وري سنڌ جا وڻ نہ ڏٺا. مان پاڳن وارو آهيان جو ٻي دفعا وطن وڃي سنڌو ڌرتيءَ تي سيس نوائي آيو آهيان.

امان کي هڪ ڳالهہ جو ڏک رهجي ويو هو. هن جيئن تيئن پئسا ميڙي، ڏهہ گنيون وٺي، ڪوٺيءَ جي ديوار ۾ پوري ڇڏيون هيون جي اُتي ئي رهجي ويئون.

مڏوءَ جي وڇوڙي منهنجو من ڳاٽون مائون ڪري ڇڏي هو. مان گرهست آشرم ۾ پرويش ڪرڻ لاءِ تيار ئي نہ هوس. دڪان بند ڪرڻ بعد، رات جو دير تائين گنگا جي ڪناري تي ويٺو رهندو هوس. اُن وقت منهنجو ساٿي گنگا هوندي هئي. هن وقت تائين مان اُن سان ئي پاڻ اوريندو رهيو آهيان. ڏک سک ونڊيندو رهيو آهيان. ابو ناول تي مدر ٽيريسا هٿان هارمني اوارڊ مليو تہ بہ ۽ جڏهن اجهو تي ساهتيہ اڪاڊمي جو نئشنل اوراڊ مليو تڏهن بہ، مان گنگا وٽ ويس، کيس سمورو احوال ڏنم ۽ ڪانئس آشيرواد وٺي واپس بمبئي آيس. ۽ هردوار وڃي ڪملا ڀيڻ سان نہ ملان، اِهو ممڪن ئي نہ آهي. هوءَ مون تي اڄ بہ اُهوئي سنيهہ اوتيندي آهي. سندس سُپاتر اڄ بہ مونکي پنهنجو مامو سمجهندا آهن.

رات، سانت ۽ گونجار. گنگا ڪناري ويهي اِهوئي رس-پان ڪندو هوس. ليڪن منهنجي روش تي امان ناراض هئي. هوءَ مونکي سمجهائي چوندي هئي تہ مان ٻار نہ هوس، مونکي پنهنجيون جوابداريون نڀائڻ گهرجن.

امان ۽ ڪملا ملي هڪ منصوبو رٿيو. رات جو جڏهن مان دير سان گهر موٽيس تہ ڏٺم جنهن جاءِ تي مان سمهندو هوس اُتي منهنجو بسترو وڇايل ڪونہ هو. ڪوشليا، جيڪا هونءَ امان جي پاسي کان سمهندي هئي، اُها بہ اُتي ڪانہ هئي. مان هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳس. پپل جا پن هوا تي لڏي رهيا هئا جيئن هميشہ لڏندا هئا.

مان سوچي ئي رهيو هوس تہ مان ڪٿي سمهندس تہ ڪملا سامهون اچي بيٺي. هن پنهنجو قسم ڏيئي چيو، 'اڄ تون منهنجو چيو مڃ، اندر

وڃي سمهه. تنهنجو بسترو اندر وڇايل آهي.'

ڪملا، جنهن مونکي ننڍپڻ کان پالي وڏو ڪيو هو، اُن جي قسم کي مان ڪيئن ريٽيان؟ مان هن جي قسم کي اورانگهي نه سگهيس.

آڪاش ۾ اڄ به چندرما ڪڙيل هو. اڄ به سندس چاندوڪي پپل جي پتن تان ترڪي هيٺ پئي هاري. ليڪن اڄ اُن چانڊاڻ ۾ هڪ ٻيو چهرو پئي نظر آيو، ڪوشليا جو چهرو ...!

ٻيڪڙيل دروازو کولي مان ڪمري اندر داخل ٿيس. ڪملا چيو هو : هيءَ هينئر تنهنجي آهي. تنهنجي پناري آهي. توکي هن سان نباهڻو آهي!

ڪمري اندر پلنگ تي ڪوشليا پاسو ورائي سمهي پيئي هئي. ننڊ ۾ هئي يا جاڳ ۾، مونکي خبر ڪانه هئي. پوءِ خبر پيئي، هوءَ ننڊ ۾ ڪانه هئي.

مون هميشه گهر جي ئي ماني کاڌي آهي. ڪڏهن ڪڏهن سڌ ٿيندي هئي ته ذائقو بدلائڻ لاءِ ٻاهر جي ماني کائي ڏسان، ليڪن اِها سڌ پوري ڪرڻ جي ڪڏهن ڪوشش ڪانه ڪيم. هڪ دفعي چکڻ جو من ٿيو هو پر سوچڻ سان ئي من ڪچو ٿي ويو هو. اُن بعد وري ڪڏهن من نه وريو. آهڙا سنسڪار ئي ڪين پيل هئا. يا شايد مڏوءَ جو پيار ڍال بڻجي رکيا ڪندو رهيو هو ...!

١٩٤٧ع جي ورهاڱي وقت جيڪا خونريزي ٿي اُها واسطيدار فرقن تي داغ هئي. آزاديءَ جي لڙائي لڙندي خون وهي ها ته اُهو شهيدن جو خون هجي ها. هيءُ خون ڪنهن نياڪڙ جي چرچ تي، سياستدانن جي ڦهلايل نفرت ڪارڻ وهيو هو ... ٻن قومن جي سڏانت تي ٿيل هيءُ ورهاڱو حقيقي ورهاڱو نه آهي ڇو ته ٻنهي طرفن جي باشندن جا پاڻ ۾ باهمي لڳاپا آهن. ٻنهي ۾ ساڳيا سنسڪار پيل آهن. ٻنهي هڪ ئي ڌرتيءَ جو اَن - جل ورتايو آهي. اگر ڪا نفرت آهي ته اُها مفاد پرست لابيءَ ۾ آهي جنهن ۾ هنن جو پنهنجو شخصي لاڀ پوشيده آهي ...!

ورهاڱي وقت ٻنهي طرفن کان پاڄ ٿي، ماڻهن پنهنجا ماڳ ڇڏيا ۽ جتي به ڪين اڄهو ۽ اَنو مليو، اُتي ٽانئيڪا ٿيندا ويا. اُن سمي هردوار پڻ ڪيترن کي اڄهو ڏنو هو. پنجاب، سرحد ۽ سنڌ صوبي جا ڪيترا

هندو ڪلب اُتي اچي پهتا. منهنجو پيءُ، وڏو سؤٽ ڪشن ۽ ننڍا سؤٽ ڀڳوانو ۽ ارجن به هردوار اچي سهڙيا. وڏو چاچو لاڙڪاڻي ۾ بابا جو دڪان سنڀالڻ لڳو ڇو جو بابا خالصو هو تنهن ڪري هو پهرين اُتان نڪتو هو. وچون چاچو ۽ رام اجمير وڃي رهيا هئا. پر پوءِ نيٺ ٿئي پاڻ هڪ هنڌ گڏ ٿيا، ڪلياڻ ڪئمپ، بمبئيءَ ۾.

۱۹۴۸ع ۾، هردوار ۾ رهندڙ منهنجو پريوار - امان، بابا، ڀاءُ، ڀيڻ، ڪوشليا ۽ منهنجا سؤٽ وغيره بمبئيءَ هليا ويا. تولارام کي ويسٽرن ريلوي ۾ نوڪري ملي هئي جنهن سان گڏ ڪيس ماٽونگا ۾ ڪوارٽر به مليو هو. هن جي مرضي هئي ته سندس ننڍي ڀيڻ ڪجهه ڏينهن وٽن رهي وڃي. هن جي ماءُ ننڍيءَ ڌيءَ کي ڏاڍو ياد ڪري رهي هئي. ان ڪري امان ڪوشليا کي به پاڻ سان گڏ وٺي ويئي هئي.

مان وري اڪيلو ٿي پيس. پريل پريل گهر خالي ٿي ويو. مان وري مدوءَ جي يادن ۾ کوهجي ويس. مدوءَ جي ياد منهنجو ساٿي بڻجي ويئي.

سچ پچ اِنسان جي پندار ۾ جيڪڏهن يادن ۽ سمرتين جي اِها پونجي نه هجي ته جيڪر هو پانولو بڻجي پوي. اُنهن يادن ۽ سمرتين جي سهاري هو پيو گهڻو ڪجهه برداشت ڪريو وٺي، برداشت ڪندو اچي. هيءُ جيونيون، هيءُ ڊائريون، اُهي يادگيريون ۽ سمرتيون ئي ته آهن جي لکي ڪيترن ليکڪن ۽ سياستدانن پاڻ کي هميشه لاءِ زنده رکيو آهي. دراصل اُپنياس ۽ ڪهاڻيون به داخلي چيزون آهن؛ ڪنهن حد تائين سچين گهٽنائن تي آڌار رکندڙ آهن؛ ليکڪ جي جيون سان لاڳاپو رکندڙ آهن؛ اُنهن جون مِني جيونيون آهن. منهنجا ناول ۽ ڪهاڻيون، منهنجون مِني آپ بيتيون آهن، اُنهن ۾ مان آهيان ئي آهيان ....

دهليءَ وڃڻ جي ڏاڍي مرضي هئي. ليڪن هميشه انديشن جي پنور ۾ قاتل رهيس، وڃڻ جو ويچار هوندي به وڃي نه سگهيس.

سياري جي موسم شروع ٿي ويئي هئي. ڪجهه ڏينهن کان سروڻ گهاٽ واري هال ۾ هڪ ودوان جو پروچن هلي رهيو هو. اُن جي ڏاڍي واکاڻ ٿي رهي هئي. هڪ شام مان به اُن ودوان جو پروچن ٻڌڻ هليو ويس. سيارو هوندي به هال پريل هو. مان سوڙهو سڪوڙو ويٺو هوس.

ڪڏاڇڪ ودوان نهايت قابليت سان ڪٿا ٻڌائي رهيو هو. وچ وچ ۾ تز درشٽانت پڻ ٻڌائيندو پئي ويو.

گنگا جو ڪنٺ، سرد هوا، سيءُ وڌندو ويو، منهنجا هٿ سرد ٿي ويا. سويٽر پائڻ به وسري ويو هو. اوچتو هڪ هٿ منهنجي هٿ مٿان اچي پيو. اهو گرم هٿ هو. اُن مٿان گرم شال جو هڪ پلؤ به اچي پيو. مان حيرت وچان اُن مهربان جي چهري طرف نهارڻ لڳس. اُها هڪ ڇوڪري هئي جا منهنجي لڳو لڳ ويلي هئي. ڪيس گرم شال اوڍيل هئي جنهنجو هڪ پلؤ منهنجي سرد هٿ مٿان پيل هو جنهن مٿان پهرين هن پنهنجو گرم هٿ رکيو هو. منهنجي من ۾ سوال اُٿيو ته هن پنهنجو هٿ جاڻي واڻي منهنجي هٿ مٿان رکيو هو يا اِهو محض هڪ اِتفاق هو؟ مان پنهنجي اِن سوال جو جواب ڳولهي ئي رهيو هوس ته ڌيمو آواز ٻڌم : 'توهان جا هٿ سرد ٿي ويا آهن، گرم شال هيٺان ڍڪي ڇڏيو!' هن پنهنجي گرم شال جي پلؤ کي اڃا به هيٺ ڪيو.

منهنجي من ۾ جڻ ناد وڳو :

'هاء ناري، تنهنجي عجب ڪهاڻي!'

تڏهن ئي ته وار وار چوندو رهيو آهيان ته مون تي استري جاتي سدائين مهربان رهي آهي .... ڪرپالو رهي آهي .... سنيهه اوتيندي رهي آهي ....!

هنن جي اِنهن احساسن بدولت مان هميشه هنن جو آڀاري پئي رهيو آهيان، رهندو ايندس، ياعمر ....

مان ڪيئن ٿو هُن کي اِسپائل ڪري سگهان، مندو سوچي سگهان ......؟ ناممڪن ..... ڪداچت نه ....!

ڪٿا ٻڌندي، سخت سرديءَ ۾، هن اپرچت ڇوڪريءَ مون تي جيڪا مهرباني ڪئي، سرديءَ کان بچاءُ ڏيندي پنهنجو گرم هٿ منهنجي سرد هٿ مٿان رکيو، گرم شال هيٺ پناهه ڏني، ڪنهن وقت اگر هوءَ مون سان نعلگير ٿئي ته مان جيڪر ٿس کان مسِ نه ٿيان. اڏول رهان — پهاڙ جيان !

٤ ائين ٿيو به ....

منهنجو هڪ شرٽارٿي دوست هو — تلڪراج. مؤجي جوان هو. ڇوڪرين جي باري ۾ ڏاڍو لبرل هو. اُنهن جون اهڙيون اهڙيون ڳالهيون ٻڌائيندو

هو جو مونکي اعتبار ئي نہ ايندو هو. پنجابي ڇوڪرين جي سونهن ۽ جوڀن جي تعريف ڪندي ٿڪبو ئي نہ هو. اُن ڳالهہ ۾ مان ساڻس سهمت هوس. لاهور ۽ امرتسر جي سفر دؤران مون پنهنجي اکين سان پنجابي سونهن ۽ جوڀنوتيون ڏٺيون هيون. پنجابي سونهن ۽ سادابي، پنجاب جي کيتن ۽ ندين جيان ڀرپور ۽ شاداب هئي ....!

منهنجي لاءِ اِهي انگور کٽا هئا، ليڪن منهنجو اُهو پنجابي دوست تلڪ، اُنهن کٽن انگورن کي منهنجي لاءِ، مٺا انگور بڻائڻ جي چڪر ۾ هو.

هڪ ڏينهن مون کي ملول ڏسي چيائين، ’زال کي بمبئيءَ موڪلي اُداڪو ٿيو آهين نہ؟‘

مون ڪلندي وراڻيو، ’ نہ تہ.....!‘

’نہ تہ، ڪيئن؟ تنهنجي شڪل مان ئي ظاهر آهي.‘

’منهنجي شڪل مان ڇا ظاهر آهي؟‘ مون مرڪندي تلڪ کان پڇيو.

’تنهنجيءَ شڪل مان ظاهر آهي تہ تون زال کان سواءِ ويڳاڻو آهين ۽ هيئنر مونکي ئي تنهنجي خوشيءَ لاءِ ڪجهہ ڪرڻو پوندو.‘

’ڇا ٿو ڪرڻ گهرين منهنجي لاءِ؟‘

’ڪجهہ تہ ڪندس. تون رڳو ڏسج ويلو.‘

مون سمجهيو هو چرچو ٿو ڪري. پر هو تہ ساڀيا ۾ منهنجي ملولائي دور ڪرڻ جو انتظام ڪري آيو. موڪل واري ڏينهن هو مون کي پاڻ سان گڏ وٺي ويو.

چترا ٽاڪيز واري گهٽيءَ ۾ گهٽي پاڻي شرڻارٿين جا گهر هئا جي پوءِ ٺهيا هئا. تلڪ راج هڪ گهر ٻاهران بيهي ڪڙو کڙڪايو.

ڏينهن ٻرڻ جي مهل هئي. چترا ٽاڪيز جي ٻاهران درشڪن جي ڀيڙ هئي. هن هفتي نئي فلم لڳي هئي. گهٽيءَ ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهو آيو ويو پئي.

هڪ ٿلهي متاري مائيءَ دروازو کولي ٻاهر ليئو پاتو. تلڪ کي ڏسي مرڪي چيائين، ’آئو پتر .... (اچ پت)!‘

تلڪ راج گهر اندر داخل ٿيو تہ مان بہ هن جي پٺيان ويس. پڌر ۾ مائيءَ جهڙي ئي هڪ ٿلهي متاري مينهن ٻڌل هئي. اُتي هڪ کٽ بہ پيئي هئي جنهنتي فراسي وڇايل هئي. تلڪراج مونکي اُن کٽ تي

ويهاري، پاڻ اُن ٿلهي مائيءَ سان گڏ ٻئي ڪمري ۾ هليو ويو. پنجن منٽن بعد ٻاهر آچي، مونکي اندر وٺي ويو. اندرين ڪمري جي سجاوٽ چڱي هئي. هڪ پلنگ، ٻه ڪرسيون ۽ ديوار تي گرونانڪ ديو جي وڏي تصوير ٽنگيل هئي.

تلڪراج مشڪندي چيو، ’تون هتي ويهه، تنهنجي لاءِ تازي کير جو گلاس آچي ٿو. گهٻرائج نه، اُهو کير پيئندين ته تنهنجي ملولائي دور ٿي ويندي. تيستائين مان ٻاهر ويٺو آهيان ....‘ مون کي هڪ ڪرسيءَ تي ويهاري، تلڪ ٻاهر نڪري ويو. تلڪراج ويو ته مون هڪ دفعو وري ڪمري جو جائزو ورتو. صاف سٿرو ڪمرو هو. گرونانڪ ديو جي تصوير ڏسي سمجهيم ته ضرور خالصن جو گهر هو. ڪير هئا، ڪٿان آيا هئا، مون کي ڪا خبر ڪانه هئي. شرڻارٿي هئا، اِها خاطري هئي. ليڪن مون اُن ٿلهي مائيءَ کي پهريون دفعو ڏٺو هو. هردوار ۾ ڪيئي ياتري آيا ۽ هليا ويا. ليڪن هيءَ ياتري نه هئا، شرڻارٿي هئا....! سوچيم تلڪ راج جا شايد واقفڪار هئا تڏهن ئي ته هو مون کي هتي وٺي آيو هو، مينهن جو تازو کير پيئارڻ!

مان اجا سوچ ۾ ئي هوس ته پنيان هڪ سريلو آواز ٻڌم : ’توهان لاءِ کير آندو اٿم.‘

’کير .... !‘ ياد آيم، تلڪراج مونکي هت تازو کير پيئارڻ وٺي آيو هو جيڪو منهنجي ملولائي دور ڪندو. ڪنڌ ورائي ڏٺم ته ڇرڪ نڪري ويو. اکين تي اعتبار ئي نه آيو. ايترو پگهر ته اونهاري ۾ به نه نڪتو هوندو جيترو هينئر نڪري آيو هو. سڄو جسم پگهرجي ويو. دل ۾ آيو، زمين ڦاٽي ته اُن ۾ پيهي وڃان ! پوءِ به منهنجو پشچاتاپ گهٽ نه ٿئي ها ... مون پاري گناهه ڪيو هو، اپراڌ ڪيو هو. مون کي شرم ۽ لڄ کان لڪڻ جي ڪا جاءِ نظر ڪانه پئي آئي .... ڇوڪريءَ کان اکيون چورائي، سندس پاسي کان ڊوڙندو، اندريون ۽ ٻاهريون دروازو کولي، ٻاهر پڄي ويس. پڄندو ئي ويس .... سروڻ گهاٽ تي پهچي، گنگا جل جا ٻڪ پري پيتم ..... پيئندو ئي رهيس ... دل ۾ آيو، ٻڏي مران ... مڪتي پايان ...!

هيءَ اُهائي ڇوڪري هئي جنهن مون کي سروڻ گهاٽ جي حال ۾ سيءَ کان پناهه ڏني هئي، منهنجي سرد هٿ کي پنهنجي گرم هٿ جو ڇُهاءُ بخشيو هو، گرم شال هيٺ اجهو ڏنو هو ...!

۽ اڄ مان اُن ئي پناه بخشيندڙ وٽ ملولائي دور ڪرڻ آيو هوس ... تازو ڪير پيئڻ آيو هوس ... واسنا جي اڳني ٻجهائڻ آيو هوس ...!

حيف آهي مونتي ... ڌڪار هو مونتي ... درياڳ هو منهنجو ...!

هيءُ مان ڇا ڪرڻ وارو هوس؟ ورهاڱي جي پيڙتن جي دلجوئي ڪرڻ بجاءِ، مان هنن جي مجبوريءَ جو فائدو وٺي رهيو هوس؟ تلڪ راج جي ڳالهين ۾ ڪيئن اچي ويس - مان؟

مان ڇا پاڻ کي ڪڏهن معاف ڪري سگهندس ...؟

تون ئي مون کي معاف ڪر اي مقدس نياڻي .... تون مونکي ڪميا ڪر، منهنجي خطا بخش، مون کي معاف ڪر ديوي ....! مونکي معافي ڏي، هن بعد مان وري اهڙي خطا نه ڪندس، ڪڏهن به اهڙي غلطي نه ڪندس، مون تي وشواس ڪر ...!

مون تلڪراج سان ڪيترا ڏينهن هڪ به حرف نه ڳالهايو. اُتان پڇي اچڻ جو ڪيس ڪو به سبب نه ٻڌايم. هو پڇي پڇي آخر ماٺ تي ويو. ۽ پوءِ هن ڪان اِها ڳالهه ئي وسري ويئي. ليڪن مون کان، منهنجي ڳاني اڄ تائين نه وسري آهي ...!

١٩٤٨ ۾ ئي، ناني جي موڪل سان مان بمبئي روانو ٿيس، ڪوشليا کي وٺي اچڻ لاءِ.

بمبئي منهنجي لاءِ بلڪل نئين نگري هئي. اُها منهنجي لاءِ وچتر وستو هئي. سئنيما جي پردي تي ڪجهه جهلڪون ڏسڻ هڪ ڳالهه هئي، ساڀيان ۾ ڏسڻ بلڪل ٻئي ڳالهه هئي. ننڍي هوندي ڪاڪو هزاريمل، رام جو پيءُ، پنهنجي هڪ سنگتيءَ ويڙهيمل سان گڏجي بمبئيءَ ويو هو. شام جو چٽڪاءُ ڪرائي، ڪٿون وجهائي، هڪ جيڏا سنگتي جڏهن ويهي ڪچهريون ڪندا هئا ته بمبئيءَ جون ڳالهيون ضرور نڪرنديون هيون. ڪاڪو بمبئيءَ جون ڳالهيون ائين ٻڌائيندو هو جڻ اُها ڪا چٽپٽي چهري چيز هئي جيڪا ڪن ڪاڏي هئي ۽ هينئر جيڏن اڳيان اُن جي سواد جي واکاڻ ڪري رهيو هو!

اُن وقت مان اٺن نون سالن جو مس هوس. هو ڪا شيءِ آڻڻ لاءِ چوندا هئا ته مان ڊوڙ پائي اُها شيءِ کڻي ايندو هوس. مونکي بمبئيءَ جون ڳالهيون ٻڌي مزو ايندو هو.

بمبئيءَ وڃڻ لاءِ سامونڊي سفر ڪرڻو پوندو هو. ڪاڪو اُهو سمنڊ جو سفر ڪري آيو هو ڪيترا سال اڳ ....

مان اُهو سفر ريل رستي طئہ ڪري بمبئيءَ پهتس. ماٽونگا جي هڪ ريلوي ڪوارٽر ۾ ٽولارام ۽ سندس ڪٽنب رهندو هو. ڪوشليا بہ پيڪن ۾ ئي هئي. مون کي بہ اُتي رهائي ڇڏيائون.

صبح جو ٽولارام ويو آفيس ۽ ٻار اسڪول. مان اڪيلو بور ٿي پيس. ٻاهر وڃڻ لاءِ تيار ٿيڻ لڳس تہ آديش مليو مان ٻاهر نہ وڃان. بمبئي تمام وڏو شهر هو، ڪٿي مان وڃائجي نہ وڃان!

ٻهريون ڏينهن جيئن تيئن ڪڍي ويس ليڪن ٽئي ڏينهن ڪنهنجي نہ ٻڌم. ٻاهر نڪري پيس. ريلوي ڦاٽڪ ڪراس ڪري، سڌوئي سڌو هلندو ويس. اُها هڪ ننڍي بزار هئي. ڪي نشانيون نوٽ ڪندو ويس. روولي سئنيما آئي تہ اُتي بيهي پوسٽر ڏسڻ لڳس. اُن عمر ۾ مونکي بہ فلمن ڏسڻ جو شوق هو. اُتان اڳتي وڌي، شاهي رستي جي چوسول وٽ پهتس. رستي جي هن پاسي، بلڪل سامهون، سگنل لائيٽ هئي. اوڏانهن نہ وڃي، ڪابي هٿ تي، فٽ پاٿ تان اڳتي هلندو ويس.

اُن سمي موٽرن، بسين ۽ ٻين واهڻن جي ايتري آمدرفت ڪانہ هئي. سگنل بہ ڪونہ هئا. چؤنڪن تي آمدرفت کي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ پوليس هئي جن جي ڊريس اڇي هئي. ڪوهنور مِل واري چؤنڪ تي پهچي مان بيهي رهيس ....

ٻِواٽن ۽ چؤواٽن تي هميشه بيهجي. سوچي سمجهي پوءِ اڳتي وِک کڻجي. تڪڙ اصل نہ ڪجي. تڪڙ ڪرڻ سان غلط راهہ تي وڃڻ جو خطرو رهي ٿو. غلط راهہ جوکم جو باعث بڻجي سگهي ٿي. ليڪن، اِها صحيح راهہ نہ آهي، غلط راهہ آهي، اُنجو فيصلو ڪيئن ڪجي؟ ڪنهن کان پڇجي، ڪنهن کان صلاح وٺجي تہ هيءَ راهہ صحيح آهي يا غلط؟ اسين پاڻ انترجامي يا نجومي تہ آهيون ڪين جو اڳواٽ خبر پئجي وڃي تہ هيءَ راهہ غلط آهي، هيءَ راهہ صحيح آهي! بنا سوچي سمجهي اسين اڳتي وڌون ٿا ۽ سوچون ٿا جيڪي پرالبڌ ۾ هوندو، اُهو اوس ٿيندو؛ جنهنجو جهڙو ڪرم هوندو، اُن مطابق ڦل ملندو! - تہ پوءِ هيءَ هٺ-پٽ جو آهي، پڇ پڇان ڇا جي لاءِ آهي؟ جيڪي ٿيڻو هوندو، ٿيندو. پوءِ چنتا ڇو ڪريون، ننڊون ڇو ڦٽايون؛ مسترام بڻجي ننڊون ڇو نہ ڪريون ....؟

پارٽي فيلسوفي عجيب آهي. سڀ ڪجهه تياڳي ڇڏيو. ڪنهن ۾ بہ موھ نہ رکو. ڪنهن بہ چيز جي تمنا نہ ڪريو. ڪرم انوسار توهان جو ڪالو ڇالو آهي. جيترو توهان جو بئنڪ بئلينس هوندو، اهو توهان کي ضرور ملندو ..... واڌو جما ڪرايو ڇاهي نہ ڪرايو ....!

اِن فيلسوفيءَ تي عمل ڪندي اسان نقصان نہ پاتو آهي؟ ....

صبح جون نڪتل، پنهنجن جي مانيءَ تائين ڪوارٽر ۾ موٽي آيس. سسُ جو ساهه هيٺ مٿي هو. هر هر ڳرانڙيون پئي پاتائين. ڏلم، ڏريءَ پليان ڪوشليا ڏٺل هرڻيءَ جيان بيٺي هئي. جڏهن هٿ منهن ڌوئڻ لاءِ اندر ويس تہ ڌيمي آواز ۾ چيائين، 'ڳم ٿي وڃو ها تہ؟'

کلندي چيم، 'ٻار ٿورئي آهيان جو ڳم ٿي وڃان ها!'

ڪوشليا جي طبيعت ٺيڪ ڪانہ هئي. شام جو ڊاڪٽر وٽ وٺي ويس. ڊاڪٽر ڪيس تپاسي ڇيو تہ هوءَ ڳر ڀوتي هئي. سسُ ڏاڍو خوش ٿي.

چيائين، 'واڌايون هجنوَ. توهان پيءُ ٻڻجڻ وارا آهيو!'

گهٽي ۾ گهٽي خوشي امان کي ٿي. مون جڏهن ڪلياڻ ڪئمپ وڃي ڪيس ٻڌايو تہ هوءَ ڏاڏي ٻڻجڻ واري هئي تہ جهمر پائڻ لڳي. منهنجو ننڍو ڀاءُ آسو ۽ اندرا بہ ڏاڍو خوش ٿيا. رات جو جڏهن بابا گهر آيو تہ اِها خوشخبري ٻڌي داروءَ چڪڙي وڌيڪ پيتائين.

اهڙيءَ طرح منهنجو ونش پرمپرا جو سلسلو شروع ٿيو جيڪو ڇهن جي انڪ تي پهچي بند ٿيو.

ڪلياڻ ڪئمپ بابت ايترو گهڻو لکيو ويو آهي جو هينئر وڌيڪ ڪجهه لکڻ دهراءُ ٿيندو. پر سوچيان ٿو منهنجي هن آتم ڪٿا ۾ اُنجو ٿورو ذڪر هجي جيئن رڪارڊ تي هجي تہ ورهاڱي بعد اسان سنڌين کي ڪهڙي نموني ڪئمپن ۾ رهايو ويو هو.

هن وقت جو اُلهاسنگر جنهنکي نگرواسي سنڌونگر چوڻ لڳا آهن، اوائلي ڪئمپ کان بلڪل مختلف آهي. هينئر اُن جو روپ رنگ ڪنهن وڏي شهر جهڙو آهي. هتان جي واپاري مرڪز کي ننڍڙو جاپان ڪوٺيو ويندو آهي. هتي ڪپڙي بزار آهي، فرنيچر بزار آهي، اناج منڊي آهي، جويري بزار آهي، پريس بزار آهي، انڊسٽري زون آهي ۽ گهرو هنر آهن جتي

پاپڙ وڙيون، پرت سلائي ۽ ٻيون ڪيتريون چيزون تيار ٿين ٿيون. اهڙيءَ طرح هرڪو سنڌي روزگار سان لڳل آهي.

شروعات ۾ سنڌين پاڻ پورهيو ڪيو. هينئر ڪارخانا ۽ انڊسٽريون وڃهي غير سنڌين کي روزگار ڏيئي رهيا آهن. اُنهن غير سنڌين ۾ هو جاتي ڀيد نہ رکن.

ڪيترا ماڻهو اُلهاسنگر جي مال کي نقلي چاٽائي بدنام ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. ليڪن اُلهاسنگر ۾ واپارين ۽ مئنيوفيڪچرن جون ائسوسيئيشنون آهن جي وقت بہ وقت ميٽنگون ڪري، مال جي ڪوالٽي سڌارڻ جا يتن ڪنديون آهن. اُلهاسنگر جو لهيل صابڻ، ٽافيون، بسڪيٽ، مٺايون، فرنيچر، ريڊيميڊ ڪپڙو ۽ پاپڙ وڙيون ولائت تائين مشهور آهن.

بمبئيءَ جي وي. ٽي. اسٽيشن تان لوڪل ٽرين ۾ چڙهڻو پوندو آهي. ڪلياڻ جنڪشن تي پهچي، شروع ۾، اُتان بس ۾ ڪلياڻ ڪئمپ جي پنجن نمبرن ۾ وڃڻو پوندو هو. هڪ طرف ۱، ۲، ۽ ۳ نمبر ۽ ٻئي طرف ۴ ۽ ۵ نمبر ڪئمپ: جيڪي ٽرينون امرنات يا ڪرجت تائين وينديون هيون اُنهن رستي وٺل واڙي اِسٽيشن تي لهي، ڪئمپن ۾ وڃڻو پوندو هو – ڪڏهن خانگي بسين رستي تي ڪڏهن پيادل !

جيڪي سنڌي بمبئيءَ ۾ نوڪريون ڪندا هئا يا ڪاليجن ۾ پڙهندا هئا، اُهي وٺل واڙي اسٽيشن تان لوڪل ۾ چڙهندا ۽ لهندا هئا. بيحد ڏک زندگي پئي گذاري تنهن وقت سنڌين. بئريڪن کي پورا در ۽ دروازا بہ نہ هئا. دروازن تي ڳوٿين جا پردا هنيا ويا هئا. ڪاڪوس ڪامن هئا – زالن لاءِ بہ تہ مردن لاءِ بہ. پوءِ سنڌين اُنهن جي ٻاهران لکي ڇڏيو : زالن لاءِ ..... مردن لاءِ ..... بزار جي نالي ۾ ڪاٺ جو ڪئبنون هيون جتي روز مرہ جون چيزون وڪامجنديون هيون.

بک بچڙو ٽولا چوٽيءَ مطابق سنڌي ڪٽنبن جي هرهڪ ڀاتيءَ - مرد، زال ۽ ٻار کو نہ ڪو روزگار ڳولهي ڪڍيو هو. مردن ڪپڙو نہ تہ گنجيون ۽ ڪڇا پئي وڪيا. زالن پاپڙ وڙيون ۽ پرت پئي پريو. ٻارن لوڪل ٽرين ۾ ڪلملڙا بسڪيٽ ۽ ٽڪيون ٽڪوٽا پئي وڪيا. وٺل واڙي اسٽيشن تي هڪ ٻڍڙو ڏنم جيڪو ريلوي پاسون ۽ ٽاسون مسواڙ تي ڏيئي رهيو هو جنهن مان در مهني ڪجهہ اُپراسو پئي ٿيس. ڪم برابر ڪوڙو هو ليڪن پنڻ يا چوريءَ کان خراب نہ هئو.

ڪئمپ ۾ نہ ڪو باغ، نہ ڪو باغيچو هو، ايڪڙ ٻيڪڙ وڻ هئا جي ساوا گهٽ سڪل وڌيڪ هئا. هرڀالي ڪٿي بہ نظر ڪانہ پئي آئي. جابلو ڌرتيءَ تي پنڌ ڪندي لفون پئجي ٿي ويئون. نانگن، ڪوئن ۽ گسن جو آزار ايترو جو رات جو اونده ۾ گهر موٽ تہ ڪنهن وقت بہ نانگ پيرن مٿان لنگهي ويندو. رات جو ٻارن کي ننڊ هجي تہ گسون سندن نرم ماس ڪوري وڃن. ڪوئا وري اهڙا بکيا ۽ چٽا جو وڏن وڏن جا هٿ پير رتورت ڪيو ڇڏين. پاڻيءَ جي نافت، روشنيءَ جي نافت، آمدرفت لاءِ واهڻن جي نافت. آفت ۽ نافت، ٻنهي سان منهن مقابل ٿيڻو ٿي پيوا انهن حالتن تي ڪئمپ واسي شاعر پرسرام ضيا الائي ڪيترين ڪويتائون لکيون آهن جي اڄ بہ پڙهجن ٿيون تہ اُن وقت جون حالتون اکين آڏو اچي وڃن ٿيون. اهڙين حالتن هوندي بہ سنڌين همت نہ هاري ۽ اهڙي ماحول ۾ زنده رهي ڏيکاريو، پنهنجو آئينده اڏي ڏيکاريو ...!

منهنجو نصيب اڳتي هلي هن ئي ڪئمپ سان ۽ پوءِ بمبئيءَ سان جڙيو هو، اُن وقت اِها سڌ ڪانہ هئي. سڌ پوي بہ تہ ڪيئن؟ مان هندستان ۾ شرڻارٿي بڻجي تہ آيو ئي ڪين هوس. جيڪڏهن هردوار ۾ ڪي تعصبي منهنجي پيءُ جو حلوائيڪو دڪان نہ ٽوڙين ها تہ هو ڪڏهن بمبئيءَ نہ وڃي ها. پوءِ مان بہ هميشه لاءِ هردوار ۾ ئي هجان ها. اسانجو ڪٽنب اُتي سکيو ستابو هجي ها .....! پر وڌاتا جي وڏان کي ڪير مِٽائي؟ اُن جو وڏان تہ پٿر تي ليڪ جيان آهي .....! اُن منهنجي للاٽ ۾ ٻيو ڪجهہ لکي ڇڏيو هو تہ اُهو مونکي هردوار ۾ رهڻ ڪيئن ڏئي ها .....؟ منهنجي نصيب ۾ تہ بمبئي ڪرم ڪيتر لکيل هو جتي مونکي ادبي ڪيتر ۾ داخل ٿيڻو هو، سنڌي ساهت کي پاڻ ارپڻ ڪرڻو هو .....!

جوتشي جتي ڪٿي آهن. سوچيم ڪنهن جوتشيءَ کان پڇان تہ منهنجي نصيب جون ريکائون ڇا ٿيون چون؟ پر پڇيم ڪونہ. سوچيم هو ڇا سمورو سچ ٻڌائيندو؟ ٻڌائي سگهندو؟ نہ، هو مڪمل سچ ٻڌائي نہ سگهندو، ڪي انش ئي ٻڌائيندو، صرف ڪي هنٽس ئي ڏئي سگهندو!

مونکي ٽن پلن بعد جوتون پٽ جائو هو. اُن جي جنم لکندي جوتشيءَ چيو : هيءُ ٻالڪ وڏي آورجا ماڻيندو. اُهو ٻالڪ ڏهين ڏينهن گذاري ويو !

مون بمبئيءَ ۾ ٻہ فلمون ڏٺيون. ٻنهي جو هيرو دليپ ڪمار هو. هڪ ميلا جنهنجي هيروئن نرگس هئي، ٻي شهيد جنهنجي هيروئن ڪامني ڪوشل هئي. ميلا منروا ۾ لڳل هئي ۽ شهيد راڪسيءَ ۾. فلمن جي ڳالهہ نڪتي آهي تہ مان ٻڌايان تہ منهنجا فيورٽ هيرو ۽ هيروئن ڪهڙا آهن. هيرو راجڪپور ۽ نسردين شاھ. هيروئنون نرگس ۽ سمتا پاٽل. هاليووڊ جي اِلزابيٿ ٽيلر ۽ آواگار ڊنر تي مان تن ڏينهن مفتون هوندو هوس. ٻئي تمام سهڻيون هونديون هيون. اِلزابيٿ بيحد معصوم لڳندي هئي.

سچ چوندي وقتي نقصان سهڻو پوندو آهي. ليڪن سچ جيونيءَ ۾ نہ لکبو تہ ٻيو ڪٿي لکبو؟ مان بہ هتي هڪ سچ سليان ٿو. جنهن ڏينهن مونکي ڪوشليا سان گڏ هردوار وڃڻو هو، مان ٽپتاين جي ور چڙهي ويس. ڪلياڻ ڪان مائونگا لهي، پل تان ويس پئي تہ اُتي ويلل ٽپتاين جي هڪ چاڙتي اهڙو هرڪايو جو ڪيسي مان ڏهين جو نوٽ ڪڍي راٽيءَ تي داءَ لڳايم. اُهي هارايم تہ ٻيا ڏھ لڳايم. جڏهن سڀ پئسا هارائي ويس تہ منهن پيلوڙو ڪري ساهرن ۾ پهتس. منهنجو لڪل منهن ڏسي تولارام ور ور پڇڻ لڳو تہ مان ڪهڙيءَ ڳالهہ تي ايترو اُداس هوس؟ مون سائس ڪوڙ ڳالهائي چيو، ’ٽرين مان لهڻ وقت ڪنهن منهنجو پاڪيٽ ماري ورتو. رستي جي خرچ لاءِ جيڪي پئسا مليا هئا، اُها سڀ اُن پاڪيٽ ۾ هئا!‘

’گهڻا پئسا هئا؟‘ تولارام ڪي چنتا ٿي پئي.

’گهڻا ڪونہ هئا، سٺ ستر رپيا هئا.‘ مون ساڳئي لهجي ۾ چيو.

’بس، ايترائي هئا نہ؟‘ تولارام اِطمينان جو ساھ کنيو. هن جي ليکي وڏيڪ رپيا هوندا. ليڪن اُن زماني ۾ اِها رقم بہ گهٽ نہ هئي. ۽ مون وٽ تہ موڙي ئي ايتري هئي ...

اُن دفعي ڪوڙ ڳالهائي ڳالهہ تہ ٺاهي ويس ليڪن اُن بعد مان اِنهن ٽپتاين جو جنسي دشمن بڻجي پيس. جتي بہ ڪين ڏسان، پوليس کي وڃي دانهن ڏيان. هڪ ڏينهن هڪ پوليس واري چئي ڏنو : ڏسو، توهان پاڻ ڪي اِنهن لفڙن ۾ نہ اٽڪايو. هو گندا آهن، خبر پوندن تہ توهان کي نقصان پهچائڻ ۾ دير نہ ڪندا!

اهڙي هئي بمبئيءَ جي پوليس!
چوندا آهن بمبئيءَ جي پوليس پنهنجيءَ تي اچي ته هڪ ڪلاڪ اندر چور ۽ چوريءَ جو مال هٿ ڪري سگهي ٿي پر جڏهن پنهنجيءَ تي اچي، تڏهن! سندن پنهنجيءَ تي اچڻ جو هڪ شپ سماچار مان ٿو ٻڌايان. هڪ دفعي گهر جي ويجهو، بس مان لهندي، ڪنهن شاهينگ منهنجو پاڪيٽ ماري ورتو. اُن ۾ يارهن سؤ روڪ ۽ سنڌ مان آيل هڪ خط پيل هو. مون پلٽن روڊ پوليس اسٽيشن تي وڃي رپورٽ لکائي. اُن ڳالهه کي هڪ سال گذري ويو. هڪ ڏينهن هڪ پوليس وارو منهنجي ائڊريس ڳولهيندو گهر اچي پهتو. اٺ سؤ روڪ ڏيئي چيائين : اُهو پاڪيٽ مار پڪڙيو ويو جنهن توهان واري چوري به ٻاسي. مون اٺ سؤ روپين وارو لفافو پرس ۾ رکي چيو : ليڪن منهنجا ته يارهن سؤ رپيا هئا! چيائين : صاحب، غنيمت سمجهو جو اٺ سؤ رپيا به توهان تائين پهتا آهن. ها، هن برابر چيو هو. نه ته اڄ ڪالهه چوريءَ جو مال ڪٿي ٿو ملي. مون هن کي خرچي ڏيئي روانو ڪيو.

مارچ ١٩٤٩ع ۾ مون کي پهريون پٽ ڄائو، هردوار ۾. امان ٻڌو ته بمبئيءَ مان پهچندي آئي پوٽي جو منهن ڏسڻ ....

منهنجا گره پنهنجو اثر ڏيکارڻ لڳا هئا. مونکي پرون پڻجي ويا ته هردوار ۾ منهنجو داڻو پاڻي ختم ٿي رهيو هو. ٿوريءَ گهڻيءَ ڳالهه تي ناني سان کٽ پٽ ٿيڻ لڳي هئي. اُن جو هڪ ڪارڻ اِهو هو ته ناني راڌا ٻيو دفعو گم ٿي ويئي هئي ۽ نانو چڙچڙو ٿي پيو هو. دڪان تي ڪجهه پڙهندو هوس ته ٽوڪيندو هو. ڪو گراهڪ اڳهه تي نه لهندو هو ۽ واپس ويندو هو ته اِها ڳالهه به نه وڻندي هئس.
ڪجهه مهنا ٽِڪي امان بمبئيءَ ويئي ته ڪوشليا ۽ پوٽي کي به ساڻ ولي ويئي. مان هڪ دفعو وري اڪيلو ٿي پيس. اڪيلائي سبب پڙهندو وڌيڪ هوس. نانو ٽوڪي چوندو هو : دڪان تي ويهي ڪتاب پڙهڻ سان برڪت هلي ويندي آهي! عجيب منطق هو. ڪتابن پڙهڻ سان گيان وڌندو آهي ۽ گيان اُهو ڌن آهي جيڪو ڏينهون ڏينهن وڌندو ئي ويندو آهي. ليڪن ناني لکي اِها منحوصيت هئي. پر مان ناني جي ٻڌان ڇو ٿو.

جيئن ٿڏ تيئن وڌ. منهنجي پڙهائي جاري رهي.

آگسٽ ١٩٥٠ع ۾ مون کي پيو پٽ جائو، بمبئيءَ ۾. مون ناني کان بمبئيءَ وڃڻ جي موڪل گهري پر هن نه ڏني. چيائين دسهڙي واري سيزن پوري ڪري پوءِ ڀلاشڪ وڃان. دسهڙي تي بينگالي بابو هردوار ۾ جام ايندا آهن جو کين پوڄا جون موڪلون هونديون آهن. هو گرم ڪپڙي جي خريداري ڪندا آهن خاص طور شالون ۽ سوئيٽر ...

منهنجو من وڏيڪ اُداس ٿي پيو. دڪان تي به من نه لڳندو هو. ويلو هوندو هوس پر گراهڪن طرف پورو ڌيان نه ڏيندو هوس. هڪ دفعي ڪن گراهڪن سان وڙهي پيس جو هنن بارگين پئي ڪئي. هو اُٿي هليا ويا. ٻنپهرن جو وقت هو. مون سمجهيو نانو سمهيو پيو آهي، پر هو جاڳيو پئي. جيئن ئي گراهڪ واپس ويا، هو اُٿي ويلو.

ڏمال ڪڍندي چيائين، ’گراهڪ واپس ڇو ويا؟‘

مون بي رخيءَ مان وراڻيو، ’اسان وٽ بارگين نه ٿيندي آهي!‘

’ٿورو گهٽ وٺين ها ته ڪهڙو فرق پوي ها؟‘

’توهان پاڻ چوندا آهيو ته هڪ اگهه چئجي!‘ ...

ناني کي برو لڳو. ٿورو اڳيان جهڪي، مونکي ٿڦڙ هڻي ڪڍيائين. خارن مان چيائين، ’منهن تي ورندي ٿو ڏين .....!‘

ناني جي اُن ٿڦڙ مونکي پوري، ڌاهي، ڀڃ ڪري ڇڏيو. ڇڻ شيشو هو جيڪو چوٽ سهي نه سگهيو ۽ ٽٽي پيو. اُهو سڄو ڏينهن الائي ڪيئن گذريو. رات ٿي ته مون سانباها شروع ڪيا. هڪ ننڍيءَ ٿيلهي ۾ ٻه ٽي وڳا، هڪ گرم سئيٽر، هڪ چادر ۽ هڪ ڪمبل ساڻ ڪنيم. تجوڙيءَ مان سؤ جو نوٽ ڪڍي کيسي ۾ وڌم. هڪ پوسٽ ڪارڊ به لکي ساڻ کنيم جيڪو رستي تي ڪنهن هنڌ پوسٽ جي دٻي ۾ وجهڻو هو جئن کين خبر نه پوي ته مان ڪٿي هوس.

رات واري گاڏيءَ ۾ لکنئو روانو ٿي ويس.

اِتهاس پاڻ دهرائيندو آهي. هڪ زمانو هو جڏهن منهنجو ڏاڏو پاڻ سان وڙهي لقمان مان ڀڳو هو. هن لاڙڪاڻي جي ساراهه ٻڌي هئي، اُتي وڃي نڪتو. مان ناني مان ناراض ٿيس ته هردوار مان ڀڳس. مون لکنئو جي هاڪ ٻڌي هئي، اوڏانهن روانو ٿيس. منهنجو ڏاڏو گهر مان ڀڳو

تہ شادي ڪيل هو ۽ ٻارن وارو هو. مان هردوار مان ڀڄس تہ شادي شده ۽ ٻن ٻچن جو پيءُ هوس. اِهو اتفاق هو يا منهنجي نصيب ۾ ائين لکيل هو؟

ٻرين صبح جو لکنئو پهچايو. ڌرمشالا جو ڏس پتو پڇي، اُتي وڃي پهتس. ڇياڻون صرف ٽي ڏينهن رهي سگهين ٿو. اُن بعد هڪ ڇهہ اچڻي هئي جنهن سڄي ڌرمشالا بوڪ ڪرائي هئي.

اُهو اسٽيشن جو علائقو هو جنهنکي چار باغ ٽي ڪوليائون. رهائشي ۽ کاڌي جون هوٽلون جام هيون. هڪ سنڌيءَ جي هوٽل بہ هئي. اُها چوويهہ ئي ڪلاڪ کليل هوندي هئي. مان ٻنپهرن جي ۽ رات جي ماني اُتي ئي کائيندو هوس. مون هر ڳالهہ ۾ ڪفايت ٿي ڪئي جو مون وٽ پونجي محدود هئي.

هوٽل جو سنڌي مالڪ ڀلو ماڻهو هو. مون تي مهربان هو. وٽن جيڪو نانوائي هو اُهو ڪنن کان ٻوڙو هو ليڪن مونکي ٻچن جيان ڀائيندو هو. منهنجي عمر تنهن وقت ويهہ ورهيہ هئي ليڪن هانيءَ ڪاليءَ سبب ننڍو لڳندو هوس. هو مونکي رات جو رسوئي پاڻ سان گڏ ويهاري کارائيندو هو. اهڙيءَ طرح هڪ ويلي جا پئسا بچي پوندا هئا.

ڌرمشالا وارا ٽي ڏينهن پورا ٿيا تہ سامان کڻي هڪ سستي هوٽل ۾ وڃي رهيس. پر اُها سستي هوٽل بہ منهنجي لاءِ مهانگي هئي جو مون وٽ سَمَرُ کٽندو پئي ويو. ٻوڙي نانوائيءَ سان پنهنجو حال اوريم تہ هن سيٺ کي چئي منهنجو سامان هوٽل جي ڏڇتيءَ تي رکايو جتي هوٽل جي نوڪرن جو سامان رکيو هو. سامان ٿانئيڪو ٿيو تہ منهنجي چنتا گهٽ ٿي. پوءِ مون نوڪري ڳولهڻ شروع ڪئي. جنهن وٽ بہ نوڪري گهرڻ ويس، تنهن ناڪاري جواب ڏنو. هڪ سنڌي ڪپڙي واري دِلاسو ڏنو تہ جيئن ئي ماڻهوءَ جي ضرورت پيئي، مونکي گهرائي وٺندو.

پئسا خلاص ٿيندا پئي ويا ۽ منهنجو فڪر وڌندو پئي ويو. رات جو سيءُ بہ پوڻ شروع ٿيو هو. ٻهرين ڏينهن مان هڪ مندر جي ٻاهران سمهيو هوس پر ٻئي ڏينهن، ٻين نوڪرن جيان، اُتي بيلل بسين مان ڪنهن بہ هڪ بس ۾ وڃي سمهندو هوس. پوئين پهر سردي پوندي هئي تہ گرم ڪمبل ۾ ويڙهجي سيڙهجي، ڪرونڊڙو ٿي سمهندو هوس.

مون لکنئو ۾ جيترو وقت گذاريو، جيڪي ڪجهہ ڏٺم ۽ پوڳيم، ان

تي هڪ ڪهاڻي لکيم ’ڏرتي‘ عنوان سان. اُها ڪهاڻي هُوبهو هتي، هن آتم ڪٿا ۾ شامل ڪري رهيو آهيان جيئن لکڻُو وارو اُهو عرصو، منهنجي هيءَ آتم ڪٿا پڙهندڙن جي سامهون هجي، ڇو تہ اُها ڪهاڻي منهنجي حياتيءَ جو هڪ گُذريل ورق آهي.

### ’ڏرتي‘ :

مون هڪ دفعو وري پئسا ڪڍي ڳڻيا. اوترائي هئا - ڇهہ رپيا ٻارهان آنا. ڇهہ رپيا ٻارهن آنا يعني وڌ ۾ وڌ ٻہ ڏينهن ٻيا. ٻہ ڏينهن ٻيا ۽ پوءِ؟ پوءِ بابت سوچيندي منهنجو مٿو چڪرائجڻ لڳو. آخر هيڏي وڏي لکنؤ شهر ۾ ڪنهن کي پيئي آهي جو ويهي چنتا ڪندو تہ هتي هڪ ماڻهوءَ وٽ اَنُ هوند آهي.

پر مونکي بہ سؤ رپيا سنڀالي خرچ ڪرڻ گهربا هئا. آخر سؤ رپيا قارون جو خزانو تہ ڪونہ هئا جو ڪٽڻائي ڪين هئا. ڪهڙو ضرور هئو هوٽل ۾ رهڻ جو؟ پر پوءِ بيو چارو بہ ڪهڙو هئو؟ ڌرمشالا ۾ ٽن ڏينهن کان وڌيڪ رهڻ نہ ڏنائون. ڪيتريون منٿون ڪيم تہ هڪ ٻہ ڏينهن وڌيڪ رهڻ ڏيو. پر ڪو مڃيائون؟ اصل سر تي چڙهي آيا. چوڪيدار تہ ماڳهين ٽپڙ ڪڍي ٽي ٻاهر ڪيا. سالو حرامخورا غلطي ڪيم. مئنيجر کي ڪجهہ ڏڪڙا ڏيان ها تہ شايد رهڻ ڏئي ها. پر مان بہ آڪڙجي نڪري آيس ۽ سامهون واريءَ هوٽل ۾ هليو ويس جتي پنج رپيا روز پرٽا پيا. البت صبح جي چانهہ مفت. روٽي مون ٻاهر سنڌيءَ جي هوٽل ۾ پئي کاڌي، جنهن وٽ هيترين ڏينهن کان کائي رهيو هوس.

وڏي غلطي مونکان منڌ ۾ ٿي ٿي ويئي. نوابن وانگر لکنؤ جو سئر ڪيم. ٻہ ٻہ شو روز پڪچرون ڏٺم. آخر سؤ رپيا گهڻو ڏڪ جهليندا؟ پر مون ڪٿي سمجهيو هو تہ هيڏي وڏي نوابي شهر لکنؤ ۾ مونکي ڪابہ نوڪري نہ ملندي ۽ هڪ ڏينهن فاقن ڪڍڻ جي نوبت اچي پهچندي.

گذريل ٻن ڏينهن کان مان ڪيترو نہ ڀٽڪيو آهيان نوڪريءَ لاءِ! ڪهڙي بہ نوڪري ملي، ان لاءِ مان ڪٿي ڪٿي نہ ويس! ڪنهن ڪنهن کي نہ ليلايم! همٿ ڪري، اميناباد پارڪ ۾ هڪ وڏي اِسٽور ۾ لنگهي ويس. ان ڏينهن ڪپڙا بہ اڇا اُجرا پهريا هئم. وڃي سيٺ سان ڳڏيس. ڪيس

نوڪري ڏيڻ لاءِ عرض ڪيم. صفا جواب ڏنائين. پيهر چيومانس تہ اڪيون ڦوٽارڻ لڳو. چپ چاپ ٻاهر نڪري آيس.

سامهون ئي ڪراچي سلڪ اِسٽور هو. من ۾ ٿوري خوشي ٿيم تہ سنڌي ھئا ڪانہ ڪا نوڪري ضرور ڏيندو. ڪائونٽر تان پڇا ڪري، مالڪ سان وڃي رام رام ڪيم. ڪيس ٻڌايم تہ مان هن ڪم مان ٿورو واقف آهيان. جڳهہ خالي هجيوَ تہ ڏيو، ضرورتمند آهيان. نوڪري تہ ڪانہ ڏنائين البت سهانپوتيءَ طور ڪيترين ئي ڳالهيون پڇيائين. جيئن تہ سنڌ ۾ اصل ڪٿان جو آهيان، منهنجا وڏا ڪير هئا وغيره وغيره ... ۽ مون بہ نهايت نيازمنديءَ وچان ڪيس سموري معلوميت ڏني. پڇاڙيءَ ۾ چيائين تہ مان وقت بہ وقت ساڻس ملندو رهان. جيئن ضرورت پوڻ تي ڪيس رکي سگهجي. مان ڪيس رام رام ڪري ٻاهر نڪري آيس.

ٻاهر اچي مون حضرت گنج طرف هلڻ شروع ڪيو. لکنؤ جو حضرت گنج ائين آهي جيئن جهوپڙين وچم محلا نهايت فئشنبل ايراضي آهي. وڏا وڏا عاليشان دڪان. ماڊرن هوٽلون، سئنيمائون ۽ قيمتي ڪپڙن ۾ ملبوس خلق؛ هر هنڌ خلق. فٽ پاٿن تي خلق، دڪانن تي خلق، هوٽلن ۾ خلق. جيترا وڏا دڪان اوترا وڏا اگهہ. گراهڪ بہ اوهڙا ئي وڏا. نواب ۽ نوابزاديون، رئيس ۽ رئيساڻيون، ڪامورا ۽ اُنهن جون خرچائو زالون. اسان پارا ٻاهر بيهي رڳو رونشو ڏسن ۽ دل کي خوش ڪن.

نہ بابا! اهڙن دڪانن تي ڪير وڃي نوڪري گهرندو؟ خوامخاه پنهنجي بيعزتي ڪرائڻي!

حضرت گنج جا چڪر ڏئي ٿڪس تہ ميفيئر سئنيما ٻاهران بيهي پوسٽر ڏسڻ لڳس. اينڊرژ هفتي کان 'سئمسن ائنڊ ڊيليلاه' فلم لڳي هئي، جنهن جا وڏا وڏا پوسٽر لڳايا ويا هئا. سئمسن جو هڪ آدم قد ڪٽ-آئوٽ لڳايو ويو هئو، جنهن ۾ هوُ زنجيرون ٽوڙيندو ڏيکاريو ويو هو.

چٽانگ بوهيمنگ ولي، ڪيسي ۾ وجهي، هڪ هڪ چلي، ڪائيندو، ڪئپيٽال وٽان مڙي، سامهون واري باغ ۾ وڃي ويٺس. ننڍن ننڍن ٻارن ڪينهونءَ راند پئي ڪئي. ڪڏهن ڪڏهن سندن بال مون طرف آيو پئي تہ مون کٽي ڏانهن اُڇلايو پئي.

اهڙيءَ طرح چڱو ئي وقت ڪٽجي ويو. هينئر شام اچي تي هئي. بتين ٻرڻ ۾ اجا ٿوري دير هئي. ان ڊپ وچان تہ ڪٽي بکہ ۾، حضرت

گنج جي مهانگي هوٽل ۾ ناشتي پاڻيءَ تي ڳپل پئسا نہ کپي وڃن، مان پنڌ ئي پنڌ چار باغ طرف هلڻ لڳس.

چار باغ اسٽيشن روڊ تي، جنهن سنڌيءَ جي هوٽل تي مان ماني کائيندو هوس، تنهن جي مالڪ سان منهنجي چڱي واقفيت ٿي ويئي هئي. مون جڏهن کيس پنهنجين مشڪلاتن بابت ٻڌايو تہ هن ايتري مهرباني ڪئي جو مونکي پنهنجي هوٽل ۾ رهڻ جي اجازت ڏنائين. هوٽل جي مٿان هڪ ڪمرو هو جنهن ۾ سندس نوڪرن جو سامان پيو هوندو هو ۽ رات پاليءَ وارا ڏينهن جو ننڊ ڪندا هئا. ڪمرو ايترو تہ ننڍو هو ۽ سمهڻ وارا ايترا تہ گهڻا هئا جو ان ڪمري ۾ منهنجي سمهڻ جو تہ سوال ئي ڪونہ ٿي اٿيو. صرف سامان سلامت هئڻ اهائي دلجاءِ هئي. رات جو سمهڻ لاءِ پليان جيڪو شوالو هو، اُن جو ورانڊو هو، جنهن لاءِ پڻ مهراج کي مڃائڻو پيو هو.

آڪٽوبر جو مهينو هو ۽ رات جو ٿورو سيءُ پيو ٿي. مون وٽ صرف هڪ ڪمبل هو، جنهن مان پوئين صبح جو سيءُ جهليو نٿي ويو. مان ڪرنڊوڙو ٿيو سمهيو پيو هوندو هوس تہ اسر جو مهراج اچي ننڊ مان ڏونڏاڙي اُٿاريندو هو. مان جڪ تہ ڏاڍا کائيندو هوس پر ڪري ڪجهہ نٿي سگهيس ڇو جو صبح جو سويل ئي پڱوان جي پڃڻ جو اچڻ شروع ٿيندو هو.

ان بعد سڄو ڏينهن ڀٽڪندي گذرندو هو.

اُها سڄي رات مون پاسا ورائيندي ڪاٽي. اڄ سڄي ڏينهن ۾ مون صرف ڏيڍ رپيو خرچ ڪيو هو ۽ ٿري گهٽ بڪيو رهيو هوس. سڄي رات مون سهاڻي تي پئي سوچيو تہ ڪلي ڪلي ويندس. اوچتو منهنجي ذهن ۾ ڪجهہ تري آيو. ٿوري خوشي ۽ ٿوري اُميد جاڳي. چار باغ ۾ ئي سدرشن سئنيما جو نؤ-نرماڻ ٿي رهيو هو ۽ هفتي کن ۾ ئي 'ري اوپن' ٿيڻ واري هئي. مون سوچيو، ڇونہ مان اُتي ٽراءِ ڪريان. پوءِ ڀل تہ گيٽ ڪيپري ئي ڇو نہ ملي. مونکي جڻ خاطري ٿي ويئي تہ اها نوڪري پڪ ئي پڪ ملي ويندي. ان خوشيءَ ۾ بہ مونکي ننڊ ڪانہ آئي.

مان نهايت بي صبريءَ سان صبح ٿيڻ جو انتظار ڪرڻ لڳس. اسر جو جنهن وقت مهراج مونکي اُٿارڻ آيو تہ مان اڳيئي اُٿيو ويلو هوس.

ان ڏينهن مون سناڻ پاڻي ڪري، ڏاڍي شرڌا سان شولنگہ تي جل

چاڙهيو ۽ هٿ جوڙي نمسڪار ڪيو.

سدرشن سئنيما جو نئون سردار مالڪ يارهين بجي ڪان ٻه ٽورو دير سان آيو. هيءَ سئنيما ڪيس لاهور واري سئنيما جي بدلي ۾ الاٽ ٿي ملي هئي، جنهنڪي هوُ پنهنجي نظرداريءَ هيٺ نئون رنگ-روپ ڏياري رهيو هو. هن سان گڏ هڪ ٻيو به قداور ۽ وڏين مڇن وارو شخص آيو هو جنهن لاءِ سڌ پيم ته هوُ سئنيما جو نئون مئنيجر مسٽر گپتا هو. ان ڪان اڳ هڪ ڇوڪري آئي هئي جا ٽائيپسٽ هئي.

مان ڌڙڪندڙ دل سان آفيس جي سامهون وڃي بيلس ۽ هٻڪندي چيم، ’ايڪسڪيوزمي سر، مان اندر اچي سگهان ٿو؟‘

سامهون هڪ وڏي ميز پيئي هئي جنهن تي آفيس جون ضروري چيزون ۽ فون رکيو هو. پليان اسپرنگدار ڪرسيءَ تي سردارجي ويٺو هو ۽ سندس سامهون واريءَ ڪرسيءَ تي مئنيجر. هوُ ڪنهن ڳالهه تي بحث ڪري رهيا هئا. هڪ طرف ٽائيپسٽ ويلي ڪجهه ٽائپ ڪري رهي هئي.

منهنجو آواز ٻڌي، مئنيجر ڳالهه جي سلسلي کي روڪي، پليان مڙي ڏٺو ۽ چيو، ’ڪم ان‘.

مان وڃي سندن سامهون بيلس. وري به مئنيجر ئي چيو، ’ييس.‘

مون سڌو سردارجيءَ طرف نهاري، نهايت حليمائيءَ سان چيو، ’سر، مونکي پاڻ وٽ ڪا نوڪري ڏيئي سگهو ته وڏي مهرباني. مان ....‘

مونکي اڌ ۾ ئي ڪٽي، مئنيجر چيو، ’ساري، اسان وٽ سڀ ويڪنسيون فل ٿي چڪيون آهن.‘ ايترو چئي هن منهن ڦيري مالڪ طرف ڪري ڇڏيو.

مون وري به سردارجيءَ طرف نهاري، بيحد عاجزيءَ وچان چيو، ’مان نوڪريءَ جو ڏاڍو گهرجائو آهيان، مونتي مهرباني ڪريو.‘

سردارجيءَ ڪرسيءَ ۾ لڏندي چيو، ’ان معاملي ۾ مان ڪجهه نٿو ڪري سگهان. مئنيجمينٽ جي سڄي ذميواري مسٽر گپتا جي آهي. ٻي ڳالهه ته هن سئنيما جا ڪجهه اڳيان ملازم هئا ۽ جي ٻيا گهربا هئا، اُهي ايمپلائيمينٽ ايڪسچينج معرفت ڪنيا ويا آهن.‘ هن مونکي پڻ ايمپلائيمينٽ ايڪسچينج ۾ وڃي پنهنجو نالو درج ڪرائڻ جي صلاح ڏني.

اُهو سمورو وقت شايد هوءَ ٽائيپسٽ ڇوڪري اسانکي ڏسندي ۽ ٻڌندي رهي هئي، ڇو جو ٽائيپ جي ٽڪ ٽڪ بند هئي. جنهن وقت مان آفيس

ڪان ٻاهر نڪري رهيو هوس تنهن وقت وري ٽڪ ٽڪ شروع ٿي ويئي.

تہ اها گيٽ ڪيپريءِ واري نوڪري بہ ڇڏي!

هينئر مون شهر جا چرڪ لڳائڻ شروع ڪيا. مون وڏن وڏن روڊن، چونڪن ۽ بازارين بجاءِ ننڍن ننڍن پاڙن ۽ گهٽين ۾ پاڻ کي گوهي ڇڏيو. منهنجي حيرت جي حد نہ رهي! هيءَ هيترا ڏينهن مان ڪهڙو لکنؤ ڏسي رهيو هوس؟ اصل لکنؤ تہ مان هينئر ڏسي رهيو آهيان. تہ ڇا هيترا ڏينهن مان صرف لکنؤ جو ٻاهريون ۽ ميڪ اپ ٿيل چهرو ڏسي رهيو هوس؟ ٻاهريو ريشمي برقعو ڏسي خوش ٿي رهيو هوس تہ اندر بي پناہ حسن هوندو!

نہ، مان غلط هوس، پليل هوس، اصل لکنؤ تہ هيءُ هو. هتي ماڻهو هئا. سندن مسئلا هئا. مونجهارا هئا. ٽهڪڙا هئا. روڄڻ هو. جهيڙا هئا. قرب هو.

شايد ڪنهن بہ وڏي نگر جون ٻہ آتمائون ٿينديون آهن. هڪ ٻاهرين آتما جا بي حس هوندي آهي ۽ بي اندرين، جا حساس ۽ ڌڙڪندڙ ٿيندي آهي، جيئن لکنؤ، جنهن جي ٻاهرين ۽ ظاهري آتما اها آهي جا درشڪن لاءِ، سيلانين لاءِ آهي ۽ جا بيحد موهيندڙ آهي. اُن جي برعڪس اصل لکنؤ جي آتما هنن تهہ در تهہ گهٽين ۽ پاڙن ۾ آهي جتي ئي پرواهڪ جن - جيون آهي، ڏکن ۽ سکن ۾ گهيريل جن — جيون!

مون ڏينهن جو گهڻو وقت لکنؤ جي اندرئين آتما جو درشن ڪندي ڪاٽيو. شام مون گومتيءَ ڪناري پسار ڪندي گذاري.

اُن شام، مون ڏٺو، جهام ماڻهو ميدان طرف وڃي رهيا هئا. معلوم ٿيم اڄ دسهڙو هو ۽ ميدان ۾ راوڻ جو داہ سنسڪار ٿيڻو هو.

راوڻ جي بوتي کي ان لاءِ جلايو ٿو وڃي ڇاڪاڻ تہ هن سيتا جو اپهرڻ ڪيو هوا ۽ هيءُ جو ورهاڱي وقت هزارين سيتائين جو اپهرڻ ڪيو ويو تنهن لاءِ ڪنهن کي جلايو ويندو؟ اتهاس ۾ اهڙين سيتائن جو ڪهڙو رتبو رهندو؟

ليڪن مان ڇو وڃي ان پراڻڪ ۽ راجنيتڪ ڀهر ۾ پيو آهيان؟ هتي مونکي پنهنجي چنتا ڪرڻ گهرجي ۽ ڪيئن بہ ڪري، ڪونہ ڪو روزگار ڳولهي لهڻ گهرجي.

لکنؤ جي هڪ ٽين آتما پڻ آهي. اُها آهي رات جي آتما. عيش ۽ عشرت جي آتما.

جڏهن ڏينهن واري آتما سمهي تہ رات واري آتما جاڳي!

لکنؤ جي هن آتما جو شان ئي ڪجهہ اوڙ آهي. حضرت گنج ۽ اميناباد پارڪ جون برقي روشنيون گل ٿين تہ ڪوٺن جا فانوس ٻري اٿن. موٽرن ۽ گاڏين جا شور بند ٿين تہ گهنگهرو ۽ طبلي سارنگيءَ جا سُر فضا ۾ پکڙجي وڃن. هڪڙا قدم آسائش پائين تہ ٻيا قدم ٿڙڪي اٿن. غزلن جي پلٽ پلٽان ۽ واه واه پيئي پوي. نوٽن مٿان نوٽ پيا گهورجن ۽ ادائن جي ادائگيءَ ۾ وڏيڪ گهرائي ۽ ويجهائپ ايندي وڃي.

هڪ ڏينهن سئنيما جي هڪ شو ۾ منهنجي واقفيت يوسف سان ٿي هئي. مون هن کي قطار ۾ گهسڻ ڏنو ۽ هو منهنجو دوست ٿي ويو. لکنؤ جو ئي هو ۽ ٺيٺ لکنوي انداز ۾، ڳالهہ ڳالهہ ۾، 'امان يار .....' پئي چيائين.

انٽرويل ۾ چانهہ گڏجي پيتيسون ۽ هڪٻئي کي واقفيت بہ ڏنيسون. مونکي اهو جاڻي عجب لڳو تہ جتي هن جو سڄو ڪٽنب پاڪستان هليو ويو هو، اتي هوُ ۽ سندس ڏاڏي وڃڻ کان نابري واري ويٺا هئا. کين گهڻو ئي سمجهايو ويو، ڌيڄاريو ويو، ليڪن يوسف کين صاف صاف چيو تہ هوُ لکنؤ ڇڏي قيام ڪين ويندو ۽ يوسف جي ڏاڏي پنهنجي پوٽي کي اڪيلو ڇڏڻ لاءِ تيار نہ هئي. انڪري هن جو سڄو ڪٽنب کين ڇڏي هليو ويو.

يوسف جذباتي ٿيندي چيو، 'امان يار، پنهنجي ڌرتي، پنهنجو وطن ڇڏي وڃبو تہ ڇا ڌاري ڌرتي، ڌاريو وطن اهو قرب ۽ پنهنجائي ڏيئي سگهندو؟ اٽلندو اسان ٻين تي بار ٿي پونداسين ۽ ....'

مونکي لڳي رهيو هو، يوسف مونکي ٽرڪا هڻي رهيو هو. اسان بہ تہ پنهنجي ڌرتي، پنهنجو وطن ڇڏي آيا آهيون. تہ ڇا اسين هتي ٻين تي بار آهيون؟ ڇا هتي اسانکي قرب ۽ پنهنجائي نہ ملندي؟

پر يوسف جي ان ڳالهہ پليان صرف انديشو آهي يا سندس پنهنجي ڌرتيءَ سان محبت آهي، جنهن کيس هتان وڃڻ نہ ڏنو؟

يوسف چوندو ئي رهيو هو، 'امان يار، هتي مان روز صبح جو گومتيءَ ۾ وڃي تڙڳندو آهيان. ڀلا اتي ڪٿان ايندي گومتي!'

۽ هتي منهنجي سنڌو ڪٿي آهي؟ منهنجي من ۾ هاهاڪار مچي رهيو هو. ڪٿي آهي منهنجي سنڌو، منهنجي ٿليلي، منهنجي رائيس

ڪئنال، جنهن ۾ مان هڏندي هڏندي بچي ويو هوس!

فلم پوري ٿي تہ يوسف چيو، ’امان يار، اڄ تہ اڄ مان توکي لکنؤ جو سئر ڪرايان. تون بہ ڇا ياد ڪندين تہ ڪو لکنوي مليو هو.‘

مون ٽائيم ڏسندي چيو، ’رات جا سوا نو ٿيا لڳن، هن وقت تون مونکي ڪٿي سئر ڪرائيندين؟‘

’پهرين هلي ماني کائينداسين. ان بعد مجري تي هلنداسين.‘

لکنؤ ۾ اچي اها محفل نہ ماڻيئہ تہ ڪجهہ نہ ڏٺئہ، سمجهيئہ! ايترو چئي هو مونکي هٿ کان وٺي، هڪ رڪشا ۾ چاڙهي، نہ ڄاڻي ڪيڏانهن وٺي هليو.

اُها سڄي رات مون يوسف سان گڏ مجرو ڏسندي ڪاٽي.

اُها سڄي رات مون چنتائن ۾ سوچيندي سوچيندي ڪاٽي. مونکي ڪيئن بہ ڪري، ڪو بلو ڪرڻو ئي هو. نہ تہ شايد هوٽل ۾ مانيءَ جا پئسا نہ ڀرڻ سبب، ڪنهن بہ وقت ٽپڙ ڪٽي وڃڻ جو آديش ملي وڃي. پوءِ مان ڪيڏانهن ويندس؟ بئگ بسترو ڪٿي رکندس؟ ڪير رکڻ ڏيندو؟ شوالي جي مهراج کي هٿ جوڙ ڪريان ۽ جي هو نہ مڃي تہ؟ پوءِ تہ رات جو سمهڻ بہ نہ ڏيندوا نہ، ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪرڻو ئي پوندو. ڪو رستو ڳولهڻو ئي پوندو.

صبح جو مان اسٽيشن تي هليو ويس. سوچيم، گهڻائي مسافر اچن وڃن پيا. سندن سامان ٽانگي ۽ رڪشا ۾ رکندي لاهيندي، سڄي ڏينهن ۾ ڇيو نہ تہ مانيءَ جيترا پئسا تہ ڪمائي ئي وٺندس. آخر مزوري ڪرڻ ۾ اهم ئي ڪهڙو آهي؟

مان سامهون نهارڻ لڳس. هڪ ڌوتيبند هٿ ۾ لوهي ٽرنڪ ۽ بغل ۾ بسترو ڪٽي اسٽيشن کان ٻاهر اچي رهيو هو. مون ڊوڙي وڃي سندس اڳ جهليو. ’سائين، مونکي ڏيو سامان تہ مان ٿو کڻائي هلانو. جيڪا مزوري ڪپيو، ڏجو‘ مان يڪساهيءَ چئي ويس.

’اڙي بابا، نہ کپي مزور. مان پاڻيهي رڪشا ڪندس.‘ هو اڳتي وڌي ويو.

هڪ رئيس پنهنجي برقعي بند بيگم سان گڏ، ڪوليءَ کان سامان کڻائي ٻاهر آيو. مون ويجهو وڃي چيس، ’جناب، توهانجو سامان ٽانگي تائين کڻي هلان؟‘ هو مونکي گهورڻ لڳو. ڪوليءَ رنڀ ڪندي چيو، ’اڙي،

پڇ هتان.؟

ء مون پڇي پاسو ڪيو. ڪنهن ٻڌايو تہ رئيس ڪي پنهنجي ٻڳي هئي.

مان اُتان هلي رڪشا اسٽئنڊ تي وڃي بيٺس. اُتي ٻيا پڻ ٻہ ٽي مزور بيٺا هئا. هڪ رڪشا ۾ ٻہ ڇوڪريون آيون. انهيءَ ۾ بسترا بند ساڻ هون. پڪ ٿي پڪ اسٽيشن تي وڃڻيون هيون. ٻہ مزور هن طرف ڊوڙيا، مان بہ ڀڳس. ڇوڪريون جيستائين هيٺ لهن ٿي لهن تيستائين اسان ٽنهي جا هٿ ٻن ننڍن کي ڇهلي ويا.

هڪ ڇوڪريءَ چيو، 'توهان مان ڪير بہ هڪ کڻي هلي.' هوءَ رڪشا جو ڀاڙو چڪائڻ لڳي.

مون نيزاري ڪندي چيو، 'سسٽر، مونکي کڻي هلڻ ڏيو. پليز، آءٌ نيڊ مني. مان ڏاڍو گهرجائو آهيان.' ء مون سامان ۾ هٿ ڦهائي چڙهيا.

هنن مزورن مان هڪ، جو ڪافي جانلو هو، مونکي ٻري ڏکو ڏيندي بڪڻ لڳو، 'سالا انگريزي ڳالهائي اسانجي پيٽ تي لت ڏو هڻڻ چاهين. ٻري هلي وڃ تہ ڪٽي مٿو نہ ڦاڙي وجهانءِ!'

مان شايد پليرو - پٽ تي وڃي ڪران ها، ليڪن ڪنهن مونکي پليان ٻانهن ۾ جهلي، ڪرڻ کان بچائي ورتو. لڇ، ڪروڌ ء نفرت وچان منهنجو سڄو وجود ڪنبي اُٿيو. منهنجي منهن مان ڪا اُگري گار نڪرڻ واري هئي، ليڪن ان کان اڳہ جيئن ٿي مون پليان مڙي، سهاري ڏيڻ واري کي ڏٺو تہ عجب ۾ پئجي ويس. اُهو يوسف هو.

يوسف کلندي چيو، 'امان يار، چڙين. اچ، منهنجي رڪشا ۾ ويهہ تہ هلون.' هن نهايت اطمينان سان رڪشا هلائيندي چيو، 'ڏٺئہ نہ پنهنجي ء ڏاري ڌرتيءَ جو فرق!' ء مان سوچي رهيو هوس تہ يوسف ڪيڏو نہ وڏو سچ چيو هو.

وڏيڪ ٻولين جي جاڻ ڪيئن ڪڏهن ڪم ٿي اچي، اُن جي خبر تنهن ڏينهن پيئي جڏهن سيٺ جو هڪ دوست ڪيس چوڻ لڳو تہ ڪيس هلائي اڪر جاٽندڙ هڪ ڪا ٻريءَ جي ضرورت هئي جيڪو سندس اڪائونٽ بوڪ لکي سگهي.

مون جو اِهو ٻڌو تہ اُمالڪ چئي ڏنم،'سائين، مونکي هلائي ايندي

آهي. مان اڪائونٽ بوڪ بہ لکي سگهان ٿو. وياج بہ ڳڻي ڏيندو اٿم. اِها نوڪري مونکي ڏيو ...!'

سيٺ جي دوست بہ ٽي ڳالهيون پڇيون ۽ پوءِ پنهنجي ائڊريس ڏئي ڇڏي ويو تہ مان ٻئي ڏينهن سندس ڪوٺيءَ تي اچان. هو ويو تہ سيٺ پاڻوهہ وچان پڇيو،'پٽ، توکي نوڪريءَ جي ضرورت هئي ڇا؟'

مون شرمائيندي چيو،'مون وٽ پئسا ئي خلاص ٿي ويا هئا. اوهان ڪيترا ڏينهن اوڏر تي کارايو ها ...!'

هو منهنجو منهن تڪڻ لڳو. سندس اکين ۾ مون لاءِ سنيهہ اُمڙي آيو. چيائين،'توکي ڪٿي نوڪري ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي. سڀاڻي کان منهنجو بس ڊيپوءَ جو ڪاروبار وڃي سنڀال. تنهنجي ٻئي وقت رسوئي گهران ايندي.'

منهنجي منهن مان اکر بہ نہ نڪتو. مان هن جي مهربانين جي زير ٿي ويس. من ۾ سوچيم اِنساني فطرت ڪيتري نہ وچتر آهي. ڪيئن اُمالڪ رشتا ناتا جڙي ٿا وڃن. ڪالهہ تائين جنهن هوٽل ۾ پناهگيرن جيان رهيو پيو هوس، اوڏر تي ماني پئي کاڌم، اڄ اُن جو مالڪ پٽن جهڙو ورتاءُ ڪري، ماني بہ پنهنجي گهر جي کارائي رهيو هو ...!

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ خبر پيئي تہ سيٺ مونکي شريف گهر جو ڇوڪرو سمجهي پنهنجي ڌيءَ لاءِ پسند ڪيو هوا اِهو بہ پروڙي ويو هو تہ مان مائٽن کان رسي، گهر مان ڀڄي، لکنؤ آيو هوس ...

مان جو هردوار مان ڀڄس تہ ناني سمجهيو مان بمبئيءَ ماءُ پيءُ وٽ ويو هوس. مون جيڪو پوسٽ ڪارڊ پوسٽ ڪيو هو اُن جو لپو پڙهائي، مامو سترام مون کي اُتي ڳولهڻ ويو هو پر مان اُتي ڪونہ هوس. ناني ڏک وچان اَمان کي لکيو : توهان جي اَمانت، توهان کي واپس پهتي ...

اَمان جو مون ۾ ساهہ هو. خط پڙهي مورڇا ٿي ويئي. هوش ۾ اچڻ تي ناني مٿان ڏاڍو ڏمري. لکيائينس : تون بي اولاد، تو کي اولاد جو ڪهڙو قدر! مون توکي پنهنجي جگر جو ٽڪرو ڪڍي ڏنو پر تو اُن جو قدر نہ ڪيو! پڇاڙيءَ ۾ چيائينس : مهرباني ڪري مونکي منهنجو پٽ موٽائي ڏي، ڪٿان بہ ڳولهي هٿ ڪري ڏي ...!

مان سيٺ جو بس ڊيپوءَ وارو ڪاروبار سنڀالڻ لڳس. بس ڊيپو تمام وڏو هو. اُتان الڳ الڳ شهرن ۽ ڳوٺن ڏانهن بسيون روانيون ٿينديون هيون ۽ ايندڙيون هيون. ڇوڪرا ڪميشن تي ڪاڏي جون شيون بسين اندر وڃي وڪڻندا هئا. اُنهن ۾ ريوڙيون ۽ مٺا ڦريون ڳهٽيون وڪامجنديون هيون. مان اُنهن هاڪرن تي نظر رکندو هوس ۽ ڪاڻن حساب ڪتاب وٺندو هوس. سيٺ خوش هو جو مون مان کيس ڪافي فائدو پيو هو. اڳ چوريون ٿينديون هئس. ڇوڪرا پئسا ڪٺي پچي ويندا هئا. هينئر اُپٽ وڌيس ته مون تي سندس مهربانيون به وڌي ويئون. هينئر هفتي ۾ ٻه ٽي دفعا تيوڻ به اچڻ لڳو. گهڻن ڏينهن کان پوءِ گهر جو رڌل ملڻ ڪاٿي پرسن ٿيو هوس.

اهڙيءَ طرح لکنؤ ۾ منهنجو وقت گذري رهيو هو ... هڪ ڏينهن پنهنجي پليان، پنهنجو اصلوڪو نالو ٻڌي ڇرڪ نڪري ويو. مون لکنؤ ۾ پنهنجو نالو بدلائي ڇڏيو هو. پنهنجو نالو ٻڌي عجب ۾ پئجي ويس!

ڏسان ته پليان بابا بيٺو آهي ...! بابا هتي ڪٿان اچي پهتو؟ سوچيم گهٽ، بابا سان گلي ملي رُنم وڏيڪ ...

اسان جي ڳوٺ لاڙڪاڻي جو، اسان جو پاڙيسري، بابا جو دوست ۽ همر - نام، نارائڻ داس، لکنؤ ۾ پوليس ڪاتي ۾ هو. هڪ ڏينهن هن مونکي اميناباد ۾ ڏسي ورتو هو. پڇڻ تي ٻڌايومانس ته هتي گهمڻ آيو هوس. ليڪن شايد هن کي وشواس نه آيو هو. پوليس جو ڪم ئي آهي شڪ ڪرڻ ۽ تحقيقات ڪري سچ تائين پهچڻ. هن بابا کي خط لکي ٻڌايو ته تنهنجو وڏو پٽ هتي لکنؤ ۾ گهمي ڦري رهيو آهي.

ڏياريءَ جا ڏينهن هئا. حلواين جي خاص سيزن هئي. ڪين مٺي کنهڻ جي به فرست نه هوندي آهي. اهڙي وقت بابا کي مون بابت خط مليو. خط پڙهي امان پليان پئجي ويس ته هينئر جو هينئر روانو ٿي وڃ. بابا سمجهائيندي چيس : ٻه ٽي ڏينهن ترس، ڏياري گذري ته وڃي وٺي ايندوسانس.

امان پڙڪي اُٿي. ڪاوڙ مان چيائينس : منهنجو پٽ پرديس ۾ ڏڪا کائي رهيو آهي ۽ تون چوين ٿو ته ڏياري گذاري پوءِ وٺي ايندوسانس! ۽ ان وچ ڪنهن ٻئي پاسي هليو وڃي ته؟ توکي ڏياري ڪمائڻي آهي ته بلاشڪ ڪماءِ، مون کي ڏي ائڊريس ته مان پاڻ وڃي پنهنجي پٽ کي

ولي ٿي اچان ...!

اهڙيءَ طرح بابا لکنؤ اچي پهتو هو. هتي، بس ڊيپوءَ تي به نارائڻداس ئي کيس وٺي آيو هو. هو پريان بيلو مشڪي رهيو هو.

مون وارو سيٽ بابا سان ياڪر پائي گڏيو. هن بابا کي هڪ شاندار دعوت پڻ ڏني. اُتي بابا مان کيس خبر پيئي ته مان پرٽيل ۽ ٻن پٽن جو پيءُ هوس ...!

لکنؤ جون اُهي يادگيريون اڄ به من جي پٽيءَ تي خاص اکرن ۾ لکيل آهن. چار باغ ۾ اچا تائين اُها هوٽل آهي. ٻه دفعا پوءِ به ويو آهيان ـ هڪ دفعو لکنؤ سميلن وقت جڏهن موهن ڪلپنا، گنو سامتاڻي، لعل پشپ ۽ وشنو ڀاٽيا گڏ هئا ۽ ٻيو دفعو جڏهن زال ۽ ڏيئرن سان گڏجي نئنيتال مان موٽيو هوس ...

منهنجو سفر لڳا جاري آهي - لاڙڪاڻي کان هردوار وايا سکر، روهڙي، لاهور ۽ امرتسر ... هردوار کان بمبئي وايا لکنؤ، ڪانپور، جهانسي ۽ ڪلياڻ ڪئمپ ... منزل طئہ آهي. اُتي وايا ڪيئن پهچبو، اڳوات پتو نہ آهي. ڪير اڳوات ٻڌائي به نٿو سگهي ...

مون پنهنجي هيءَ آتم ڪٿا ٽن شهرن کي ارپڻ ڪئي آهي جن جو منهنجيءَ زندگيءَ سان گهڻو لاڳاپو رهيو آهي. پهريون شهر لاڙڪاڻو جتي مون جنم ورتو. ٻيو شهر هردوار جتي مان وڏو ٿيس ۽ زندگيءَ ۾ پهريون ۽ پويون پريم ڪيم. ٽيون شهر آهي بمبئي جيڪو منهنجو ڪرم کيتر رهيو آهي ـــ روزگار چاهي ادب جي ڏِسَ ۾ ... اِنهن ٽن شهرن کانسواءِ جن ٽن درياهن يا ندين سان ناتو رهيو اٿم، اُهي آهن : سنڌو، گنگا ۽ عرب مهاساگر ...

شيخ اياز هِڪ هنڌ لکيو آهي :

سنڌوا تون به اُتي چوڙ ڪرين ٿي جتي جمنا ۽ گنگا ڪن ٿيون ...

سڀ نديون ساگر ۾ چوڙ ڪن ٿيون. اسان کي به هڪ ڏينهن اُن ساگر ۾ ئي چوڙ ڪرڻو آهي ـــ مهاساگر ۾، جنهن جو انت ڪنهن نہ پاتو آهي ...!

# باب پيون

## ڪرم ڪيتر ......

اسان جو ڪٽنب وڏو هو. امان ۽ بابا. ڀاءُ ۽ ڀيڻ. مان ۽ ڪوشليا ۽ ٻہ ٻار. آمدني محدود هئي. هڪ ڏينهن بابا چيو: ’پٽ، ڪو ننڍو وڏو ڌنڌو ڳولھ جنهن مان ٻہ پئسا اُپت ٿئي ۽ گهر جو گاڏو هلي.‘

مان ڌنڌو يا نوڪري، ڳولھڻ لڳس. هڪ واقفڪار بسڪيٽن جي ايجنسي ڪنئي هئي. چيائين: هڪ دٻي جيترا بسڪيٽ وڪڻي ايندي تہ خالي دٻي جا ساڍا چار رپيا ملندءِ. جيترا دٻا خالي ڪري ايندين اوترا وڌيڪ پئسا ڪمائيندين.

پهرين ڏينهن ٻن دٻن جا بسڪيٽ وڪيم جن مان نوَ روپيا بچيا. پر اُهو ڌنڌو بند ڪرڻو پيو جو اوڌر پئي رکڻي پيئي ۽ اوڌر واري رقم ٻڏي پئي ويئي. پوءِ جليبيون ولي، ڊومبيوليءَ کان ٿاڻي تائين، هوٽل وارن کي وڪڻڻ لڳس. اُن ۾ فائدو وڌيڪ هو پر اُن ۾ بہ اوڌر جو مرض هو. پئسا ڏيڻ وقت ڪو نہ ڪو بهانو ڏيئي ٽاري ويندا هئا. اُهو ڪم بہ بند ڪرڻو پيو. منهنجو سؤٽ ۽ سنڌو رام، ماٽونگا ڪئمپ ۾ رهندو هو جتي رام چيلملاڻي بہ رهي چڪو آهي. رام پاڻ ميونسپل ۾ نوڪري ڪندو هو. مونکي ٻڌايو موڪليائين تہ بيسٽ ڪمپنيءَ ۾ ڪنڊڪٽرن جي ڀرتي ٿي رهي آهي، مان بہ اُتي درخواست ڪريان. جڏهن درخواست منظور ٿي تہ مان ڪولابا جي اليڪٽرڪ هائوس ۾ انٽرويو ڏيئي آيس. پيو انٽرويو شام جو ڇئين بجي هو جيڪو بامبي سينٽرل واري بس ڊيپوءَ ۾ ڏيڻو هو. پر مان اُتي ڏھ منٽ دير سان پهتس ۽ انٽرويو ۾ وهڻ نہ ڏنو ويو. اهڙيءَ طرح اُها بس ڪنڊڪٽري بہ کانہ ملي.

اڄ سوچيان ٿو مون کي اِها بس ڪنڊڪٽري ڪرڻي پوي ها تہ مان زندگيءَ جي ڪهڙي موڙ تي بيلو هجان ها ...؟ منهنجي حياتي ڪهڙي محور ڦري ها...؟ تڏهن ئي تہ چون ٿا وڏاتاجو وڏان ئي نرالو آهي، قانون ئي پنهنجو آهي ...

منهنجو وڏو سؤٽ ڪشن ملاين جا ٽوڪرا پرائي، بمبئيءَ وڪڻي ايندو هو. هن جي پرسنلٽي بہ سلي هئي ۽ ڳالهائڻ جو بہ بيحد ملڙو هو. اوڊر رڪندو هو پر وصول ڪري ايندو هو. هن جا گراهڪ گرانٽ روڊ تي هئا جي سڀ وڏا ۽ مشهور حلوائي هئا. ٽوڪرا خالي ڪري هو گرانٽ روڊ تي ئي رام پروسي هوٽل ۾ اَسل پاءُ (ڊبل پاؤ) کائي پيٽ ڀريندو هو. اُن ڪاڏي سبب سندس پيٽ خراب ٿي پيو هو.

ڪشن مونکي بہ پاڻ سان گڏ وٺي وڃڻ لڳو. ليڪن مان ٻن ڏينهن ۾ ئي ٿڪجي پيس. اِهي اؤکا پنڌ هئا جي مونکان زور هئا. مون کان ملاين جا ٽوڪرا کڻڻ نہ ٿي پڳا ...!

اوچتو اسان جي قسمت پلٽو کاڌو. اسانکي فورٽ ايراضيءَ ۾ هڪ دڪان مسواڙ تي ملي ويو جيڪو ڪنهن سنڌي ڪاموري کي الاٽ ٿي مليو هو. هن پنهنجي وڪيل دوست ارجنداس موٽوانيءَ معرفت اُهو دڪان اسان کي ڏنو. ان دڪان ۾ اسين چار ڀائيوار ٿياسين. چاچو سزاري مل، بابا، ڪشن ۽ مان. چئني هڪ جيترا پئسا ڪڍيا. دڪان جو نالو رکيوسون ؛ ڪراچي سويٽ مارٽ.

ميءَ ۱۹۵۱ع ۾ اُهو دڪان چالو ٿيو تہ وري پٺ نہ ورائيسين. روز بروز ترقي ڪندا وياسين ۽ نوان نوان دڪان کوليندا وياسين. دڪانن سان گڏ ڀائيوار بہ وڌيا تہ پنهنجا گهر بہ ولندا وياسين. ليڪن هڪ ڏينهن نديءَ جي اُن وهڪري ۾ وگهن پيو ۽ هڪ هڪ ٿي سڀ ڀائيوار — جي چاچا، سؤٽ ۽ ڀائر هئاسين، الڳ ٿيندا وياسين. ليڪن اُهو پهريون بنيادي دڪان، ۵۷، اگياري لين، فورٽ، بمبئي - ۱ مون پنهنجي حصي ۾ رکيو جيڪو منهنجي رٽائر ڪرڻ بعد، منهنجو ننڍو پٽ پرڪاش سنڀاليندو آهي.

۱۹٦۰ تائين، جيستائين مان ۽ منهنجو ڀاءُ ڪلياڻ ڪئمپ مان لڏي بمبئي نہ آياسين، تيستائين هفتي ۾ هڪ دفعو گهر ويندا هئاسين ۽ بمبئي جي فٽ پاٿ تي سمهي گذارو ڪندا هئاسين.

اهڙيءَ طرح مون لوئر مڊل ڪلاس لوڪن جي جيون کي ويجهڙائي تان ڏٺو، سندن اُنسا ۽ ارمان جاتم جي مون کي ساهت سرجڻ ۾ ڪم آيا. اُهو زندگيءَ جو مڪتب بند ڪمرن ۾ ويهي ڪتابن پڙهڻ کان وڌيڪ ڪارگر سِدِ ٿيو. اِهو مشاهدو هر ليکڪ لاءِ بيحد ضروري آهي، اِهو منهنجو عقيدو آهي.

فورٽ ايراضيءَ ۾ سنڌين جا ٿورا گهر هئا. اسانجو دڪان ڪليو ته اُنهن کي خوشي ٿي. مٺائيءَ يا ڇهري مال لاءِ کين پري وڃڻو نه ٿي پيو. فورٽ ۾ ڪيتريون سرڪاري چاهي خانگي آفيسون آهن، بئنڪون ۽ ڪسٽم آفيس آهي، پوسٽ آفيسون ۽ ريلوي آفيس آهي جن ۾ ڪيترا سنڌي نوڪريون ڪندا آهن. مارڪيٽ ويجهو هئڻ سبب سنڌي گهر ڏياٽيون ڀاڄيون پٽيون وٺڻ وڃن ته اسان وٽان به ڪجهه نه ڪجهه ٿول وٺنديون وڃن. ان سبب اسانجو دڪان لوڪپريه ٿيندو ويو. اسان اڳهه بلڪل واجبي پئي ورتا. ٿورو ڪليو، گهڻي برڪت تي عمل پئي ڪيو. ان سبب مڪاني گراهڪي پڻ وڌيل هئي. شام جو آفيسون بند ٿينديون هيون ته اسان وٽ گراهڪن جي رش هوندي هئي. اسانجي وڌيل گراهڪي ڏسي ٻيا حلوائي حسد ڪرڻ لڳا ۽ پاڻ ۾ ٻِڌُ ٿي، اسانجي خلاف ٿي بيٺا. هنن به اسان جيان پنهنجي مال جا اگهه گهٽائي ڇڏيا. ڪيترو عرصو ڪامپيٽيشن هلي پر آخر هو ٿڪجي پيا ۽ هڪ هڪ ٿي، پنهنجا دڪان وڪڻندا، فورٽ ايراضي ڇڏيندا ويا. اُنهن مان هڪ دڪان اسان خريد ڪيو، هڪ بيڪريءَ واري ورتو ۽ هڪ گيسٽ هائوس ٿي ويو.

بابا تمام سلو ڪاريگر هو. سندس هٿ ۾ جس هو. مٺاين جا ڪيئي قسم ٺاهيندو هو. پڪوڙا به تمام سٺا ۽ سوادي ٺاهيندو هو، خاص طور سنڌي سنها پڪوڙا. اُنهن پڪوڙن ۽ ڦودني جي چٽڻيءَ سبب ٻنپهرن جو لنچ وقت ڪيترائي سنڌي اسان وٽ اچي بريڊ ۽ پڪوڙا چٽڻي کائي پيٽ ڀريندا هئا. اهڙيءَ طرح منهنجي ڪيترن ئي سنڌين سان واقفيت ٿي جنهن مان ڪيترن سان دوستي ٿي ويئي.

ڀڳوان امر منٽ ۾ آفيسر هو. چني آسراڻي امپائر لائيف انشورنس ڪمپنيءَ ۾ سينير ڪلارڪ هو. لعل ڀايه مليٽريءَ ۾ انجنيئر هو. قيمتراءِ ۽ منومل بزنيس ڪندا هئا. جن جا گهر ويجهو هئا، اُنهن جا ٻار ايندا هئا، ۽ اُهي مون سان گهائل مائل ٿي ويا هئا.

اسانجي ويجهو سنڌين جون ٻه پريسون هيون. هڪ پريس ٻلديو ڳاجرا جي ۽ ٻي مينگهراج ريجهوائيءَ جي. گاجرا هفتيوار اخبار ڪڍندو هو - ڀارتواسي. ريجهوائيءَ جي پريس مان، اُنهن ڏينهن سهٽي ڇپبي هئي، جنهن جو ايڊيٽر ٺاڪر چاولا هو. هندستان اخبار جي پريس ۽ آفيس به گهڻو پري ڪانه هئي. اُن جو اسٽاف وي.ٽي. اسٽيشن تي لهي، اسان

وٺان پڪوڙن جا پڙا ٻڌائي ولي ويندو هو، جيڪو سلسلو ڪيترا سال هليو. اسانجا بوندي مُرمرا به مشهور هئا. دادي جيلي سپاهيملاڻي موٽر ۾ منگهارام سان گڏجي ايندي هئي ۽ بوندي مرمرا ٻڌائي ولي ويندي هئي. هڪ دفعي گهر به گهرايو هئائين. مونکي پڻ جيان ڀانئيندي هئي. جن ڏينهن بامبي سينٽرل واري نوجيون ڪالوني پئي ٺهي مونکي ڪيترا دفعا چيائين ته مان اُن ڪالونيءَ ۾ گهر نه ته دڪان بوڪ ڪرايان. مون پئسن ڪان لاچاري ڏيکاري هئي ته سنيهه وچان چيو هئائين ؛ تون دڪان بوڪ ڪراءِ پئسا آهستي آهستي ڏج. ليڪن اسان پاڻ ۾ ايتري همٿ نه ساري هئي. اُهو دڪان پوءِ گيتا پون وارن ورتو هو. ليڪن دادي جيلي سپاهيملاڻيءَ جون اُهي مهربانيون دل تي اُڪريل اٿم.

بيحد سستائيءَ جو زمانو هو اُهو. اسين هڪ آني جا پڪوڙا چاهي گانٺيا پاپڙي ڏيندا هئاسين جنهن ۾ چٽڻي ۽ تريل مرچ به وجهي ڏيندا هئاسون. انبڙين جي مند ۾ انبڙين جو ڪچومر به ڏيندا هئاسين. چني آسراڻي پڪوڙن ۽ چٽڻيءَ جي واکاڻ ٻڌي آيو هو. ٻي آني جا پڪوڙا ورتا هئائين. پر کائي نه سگهيو هو. اُن بعد هميشه آني جا ئي پڪوڙا نه ته بوندي مرمرا ولندو هو.

جڏهن ٿوري مهانگائي ٿي ته اسان آني بجاءِ ڏهن پئسن جو مال ڏيڻ شروع ڪيو. اُنهن ئي ڏينهن ڏهن پئسن وارو سڪو به نڪتو هو. ليڪن ڪيترن گراهڪن ورود ڪيو ۽ چيو ته ڪين آني جو مال ڏئي، چار پايون موٽائي ڏنيون وڃن. هڪ ۽ پوءِ ٻن پاين وارا سڪا به نڪتا هئا. اُن بعد پنجن پاين وارا چورس سڪا به نڪتا.

بابا وري اهڙو رحمدل جو چوي ته گراهڪن کي ناراض نه ڪريو. غريب گربي کي ته ٽڪي جا پڪوڙا به ڏياريندو هو. مٿان گلاس پري پاڻي به پيئاريندن، اگر ڪو گهرندو هو ته ......!

منت ۾ نوڪري ڪندڙ ڀڳوان امر سان دوستي ٿي ويئي هئي. منجو گهر ڪلياڻ ڪئمپ ۾، چوٿين نمبر پوليس اسٽيشن جي سامهون هو. مان پنهنجي واري تي جڏهن چنڇر ڏينهن گهر ويندو هوس ته ٻئي ڏينهن سندس گهر ضرور ويندو هوس. آرتوار سبب هو گهر ۾ ئي هوندو هو. منهنجو اڌ ڏينهن اُتي ڪٽبو هو.

ڀڳوان سهڻو قداور جوان هو. هن ڏيتي ليتي ولي شادي ڪرڻ بجاءِ

پنهنجي پسند جي، دهليءَ جي هڪ سنڌي ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي.
اسين ٻئي سگهرا، ڪجهه عرصو سيان - ڪوليواڊا سنڌي ڪالونيءَ ۾، هڪ ئي جاءِ ۾ گڏ رهياسين، مسواڙي بڻجي. جڏهن ڪيس پنهنجو سرڪاري ڪوارٽر مليو، هو اُن ۾ شفٽ ٿي ويو ۽ مان به ڪجهه عرصي بعد گريٽ ويسٽرن بلڊنگ ۾ هليو آيس، ماءُ پيءُ ۽ ڀاءُ ڀاڄائيءَ سميت.

ڇني آسراڻيءَ سان پڻ دوستي ٿي ويئي هئي جا اڄ تائين هلندي ٿي اچي. هو ساهتيه پريمي هو. سنڌيءَ کان الاوا هندي، گجراتي ۽ انگريزي ساهت جا پستڪ به پڙهندو هو. اسين هڪٻئي کي ڪتاب ڏيندا وٺندا هئاسين. هو اصل شڪارپور جو آهي ليڪن پڙهيو لکيو ۽ پليو ڪراچيءَ ۾ آهي. سندس جيون سنگهرش ڀريو رهيو آهي. ننڍيءَ عمر ۾ ئي مٿس گهر جون جوابداريون پيئون ۽ پيءُ جي هوندي ڪيس نوي رپين جي نوڪري ڪرڻي پئي. ورهاڱي بعد بمبئيءَ ۾ ساڳي ڪمپنيءَ ۾ نوڪري ڪيائين ۽ رٽائرڊ ٿيڻ بعد ئي ڇڏيائين. جڏهن بنارس ۾ رهندڙ ڇوڪريءَ سان لاڱون لڌائين ته پنهنجي نوورنيءَ نرملا سان منهنجي واقفيت ڪرائيندي چيائين، 'هيءَ منهنجو سڀڪو مائٽ نه هوندي به، مائٽن کان وڌيڪ آهي، ڀاءُ کان ويجهو عزيز آهي، ڏک سک ۾ هميشه شريڪ رهيو آهي.'

ڪنهن زماني ۾، گهرج وقت، سندس مائٽ ڪم نه آيا هئا ۽ مون سندس ٿوري آرٿڪ مدد ڪئي هئي، جنهن لاءِ هو اڄ تائين منهنجا ٿورا مڃيندو آهي ۽ مونکي شرمسار ڪندو آهي. مان چوندو آهيانس ته ضرورت وقت جيڪو ڪم اچي، اهو ئي سچو دوست آهي ....

لعل ڀاڀيه جو جيون اديت هو. هو پڙهيل ڳڙهيل خوبرو جوان هو. سندس پيءُ دهليءَ ۾ سرڪاري ڊاڪٽر هو - راڌا ڪشن باڪرو. اصل ۾ هو ڪيسواڻي هئا، روهڙيءَ جا هئا پر ڪراچيءَ ۾ ڊاڪٽر ڀاڻ کي باڪرو ڪوٺايو جا سندس نک هئي، ته سندس وڏي پٽ لعل ڀاڻ کي ڀاڀيه سڏايو. سندس ماءُ ڀاٽياڻي هئي ۽ سڀاءُ جي سخت هئي. سندس ننڍو ڀاءُ شيام پوءِ دهليءَ مان بمبئيءَ اچي رهيو جنهن سان دوستي ٿي ويئي هئي.

لعل پريم وواهه ڪيو هو. ڇوڪري بيحد سندر هئي. هوءَ مکسڊ بلڊ هئي. سندس ماءُ گجراتڻ ۽ پيءُ حيدرآبادي عامل هو. ڇوڪريءَ جو نالو آشا هو. سندس پتا سرڳواس ٿي ويو ته ماڻس پالي، پڙهائي وڏو ڪيو. هن جي لعل سان ڪيئن ۽ ڪٿي ملاقات ٿي، مونکي ڄاڻ ڪانهي،

ليڪن اِها سڌ هئس تہ هنن لوَ مئريج ڪئي هئي. لعل جي ماءُ اِن شاديءَ جي خلاف هئي. تنهن ڪري هن آشا کي سکن بجاءِ ڏک ئي ڏک ڏنا. ڪنهن وقت اگر هوءَ درياءَ ڪان بيهندي هئي تہ مٿس شامت اچي ويندي هئي. اُن بعد درياءَ جي پردي تہ لڏڻ بہ ڇڏي ڏنو هو. شام جو لعل کيس سمنڊ ڪناري گهمائڻ وٺي ويندو هو. پر هن آشا جي ٻانهہ مان پنهنجو هٿ ڪڏهن نہ ڪڍيو. هوءَ جڻ جهرڪي هئي جيڪا ڪڏهن بہ اُڏامي وڃڻي هئي – سوني پڃري ۾ قيد جهرڪي! بيحد ٿاهوڪي جوڙي هئي – ليڪن آشا هيسيل هئي ۽ لعل مدر ڪامپليڪس جو شڪار هو .....

دڪان بند ڪري ڪانپور، مون کي رات جو پڙهڻ جي عادت هئي. سنڌي، هندي يا اُردو ڪتاب پڙهڻ نيم بڻجي ويو هو. هڪ ڏينهن لعل جي گهر ڪم ڪندڙ سنڌي مائيءَ چيو، ' تو وٽ ڪو هندي ڪتاب هجي تہ ڏي، آشا کي پڙهڻو آهي.'

'آشا کي ڪيئن خبر پيئي تہ مون وٽ هندي ڪتاب آهن؟' مون هن کان پڇيو.

'توهان روز رات جو پڙهندو آهيو، هن توکي ڪتاب پڙهندو ڏٺو آهي.'

مون هن کي هندي ناول ڏنو جيڪو بينگاليءَ جو ترجمو هو. مون اُهو ناول مايا راهيءَ ڪان ترجمو ڪرائي ڇپايو هو – دَردُ ..... اُهو ناول هن ٻن ڏينهن ۾ پڙهي پورو ڪيو. پوءِ مون کيس ٻيو ناول موڪليو. اهڙيءَ طرح هوءَ مون وٽان ڪتاب گهرائي پڙهندي رهي، جيون گذاريندي رهي.

لعل ڏٺو ويلي تہ آشا دکي هئي، سندس ماءُ کيس ستائي رهي هئي. پر هو ماءُ کي ڪجهہ چئي نہ پئي سگهيو. هو اندر ئي اندر دکي هو. پوءِ هن آمريڪا وڃڻ جو فيصلو ڪيو. سلي ۽ پڪي نوڪري ڇڏي، آشا کي سال کن صبر جو آٿت ڏيئي، هو آمريڪا هليو ويو. اُهو هڪ سال آشا جو ڏاڍو ڏکيو گذريو. سسوٽس ايترو آزاريس جو هڪ دفعي سوسائيڊ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويئي پر پوءِ پاڻ کي سنڀالي ورتائين ۽ اُهو لڪ لنگهي پار پيئي. مون کي ساڻس ڏاڍي همدردي هئي. شڪر جو هڪ سال بعد لعل کيس پاڻ وٽ گهرائي ورتو جتي هن سُني ۽ نارمل زندگي گذاريندي اولاد کي جنم ڏنو. کيس پهرين ڌيءَ ڄائي جنهنجو نالو ڪوشليا رکيائون ...

منهنجي ڏسندي ڏسندي ڪيترن سنڌي گهرن جا ٻار وڏا ٿيا، نوڪرين ۾ ڏنڌن سان لڳا ۽ شاديون مراديون به ڪيائون. چوڌري ڪٽنب موڊي اسٽريٽ ۾ رهندو هو. اُنهن جي ٻارن سان مترتا ٿي ويئي. اُنهن جا پٽ ۽ ڊيئر ڏڪان تي ايندا رهندا هئا. هڪ ڌيءَ سونو، منهنجي پٽ چندر سان گڏ، موتي پرڪاش وٽ پڙهي چڪي آهي. ماڪيجا ڪٽنب جي وڏي نينگر راجيش سان گڏ منهنجو وڏو پٽ پرسو پڙهندو هو جنهن سان سندس دوستي قائم آهي. قيمتراءِ چندناڻيءَ جو گهر گاجرا جي پريس مٿان هو. ڪيس به ڊيئر ۽ هڪ پٽ هو. ڀڳوان، جيڪو منهنجي عزت ڪندو هو، ڪندو آهي ۽ جڏهن ڪونج جاري ڪئي هئم ته هو اُن جو مئنيجر هو. اُن ئي ساڳيءَ بلڊنگ ۾ جيپان رنرن منومل رهندو هو جنهن جون به شاديون ڪيل هيون ۽ ٻارن جي لانڍ هئس. سندس اُهي ٻار منهنجي سامهون وڏا ٿيا ۽ شاديون ڪندا ويا ...

هڪ ٻيو ڪٽنب هو ونواڻي جيڪو گنبو اِسٽريٽ ۾، هڪ بلڊنگ جي ٽئين ماڙي تي رهندو هو. اُنهن وٽ ڪجهه عرصو ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ سويتا پيلي مسواڙي ٿي رهي چڪا آهن. اُن ڪٽنب جي مرد کي اِسٽيٽ ايجنسي هئي، زال هئي جيڪا گهر سنڀاليندي هئي ۽ ٻه پٽ هئا جيڪي پڙهي رهيا هئا. زال ساهت پريمڻ ته هئي پر ڏاڍي پڪي به هئي. هن ڪڏهن به هڪ آني ڪان وڌيڪ پڪوڙا يا بوندي مرمرا نه ورتا. مان چوانس : پيڻ، مهنگائي ڏس، گهٽ ۾ گهٽ ڏهن پئسن جي شيءِ ته وٺ. ته چوندي : پاءُ ٿيو آهين، پيڻ کي آني جي شيءِ به نٿو ڏين! سندس هڪ پٽ گهر ڇڏي ڀڄي ويو. ڪيس ڏاڍو ڳولهيائين پر هو ڪجهه سالن بعد پاڻ مرادو موٽي آيو ۽ هڪ پارسي ڇوڪريءَ سان لو مئريج ڪيائين.

هڪ شوداساڻي ڪٽنب هو. زال مڙس ۽ ڌيءَ پٽ. عامل هئا. شوداساڻي پاڻ بلڪل نيڪ پرش هو. زال فئشنبل هئي. ڌيءَ رتنا سهڻي ۽ فلم ائڪٽريس بڻجڻ جي خواهان هئي. پٽ چرپٽ ۽ اڌ مغزي هو.

رتنا قد جي بندري ليڪن سندس وار سنهري ۽ ڊگها هئا. مهانڊا سٺا هئس. هوءَ ڪڏهن ماءُ سان گڏ ته ڪڏهن پيءُ سان گڏجي ايندي هئي ته مان کيس چوندو هوس : 'رتنا، تون تمام سهڻي آهين. توکي هيروئن ضرور بڻجڻ گهرجي!' هوءَ خوش ٿيندي هئي. ادا ڏيڪاري چوندي هئي،'ڪوشش ڪريان پيئي، نصيب ۾ هوندو ته هڪ نه هڪ ڏينهن ضرور

هيروئن بڻجنديس ...!

’ضرور ڪوشش ڪجهه ڪوشش ڪرڻ سان ئي سڦلتا ملندي آهي‘ مون ڪيس همٿ ڏياري هئي.

هڪ ڏينهن رتنا جو چرياڻ پاءُ مون وٽ هڪ چلي ڪٽي آيو. رتنا لکيو هو ؛ هڪ پروڊيوسر مون کان الڳ الڳ پوز ۾ ڪلوز اپ جا فوٽا گهريا آهن. تون منهنجي ٿوري مدد ڪر، مونکي ٻه ٽي سؤ رپيا اُڌارا ڏي ته جيئن مان فوٽا ڪڍائي سگهان. پئسن جو بندوبست ٿئي ته تون پاڻ شام جو گهر ڏئي وڃج.

پئسا گهڻا هئا ليڪن ايترن پئسن سان اگر رتنا جو ڪم ٿي وڃي ته مان ايترا پئسا ڪيس ضرور ڏيندس. آخر اوڌر ڏيڻ ۾ حرج ئي ڪهڙو آهي؟ ڪڏهن نه ڪڏهن ته واپس ڪندي ئي ...

شام جو ٽي سؤ رپيا کيسي ۾ وجهي مان رتنا جي گهر ويس. هوءَ گهٽو پري نه رهندي هئي. دروازو هن پاڻ کوليو. مان اندر داخل ٿيس ته هن دروازو بند ڪري ڇڏيو. مان صوفا تي وڃي ويٺس. هيڏانهن هوڏانهن نهاريم. مونکي سندس ماءُ پيءُ ۽ پاءُ نظر نه آيا. مون رتنا کان پڇيو، ’ممي، ڊئڊي ۽ تنهنجو پاءُ نظر نه پيا اچن؟‘

رتنا ويجهو اچي چيو،’ممي ڊئڊي هواخوريءَ لاءِ مرين ڊرائيو ويا آهن. پاءُ به اُنهن سان گڏجي ويو آهي.‘

’تون ڪانه وئيئن؟‘

’مونکي تنهنجو اِنتظار هو. مون کي خاطري هئي تون مونکي پئسا ڏيڻ ايندين.‘

’ڪڏهن واپس ڪنديئن؟‘

’جيئن ئي فلم جو ڪانٽريڪٽ صحي ڪيم، سائننگ اماؤنٽ مان توکي پئسا واپس ڪنديس ...!‘

’۽ جي فلم ڪانه مليئه ته؟‘

’ائين نه چئه. مون کي فلم ضرور ملندي. هن ٽن پروڊيوسرن خاطري ڏني آهي. هنن مون کان ڪلوز اپ گهريا آهن ...‘

اُنهيءَ وقت رتنا هڪ اهڙي حرڪت ڪري ويلي جنهن لاءِ مان بلڪل تيار نه هوس. هوءَ منهنجي ويجهو بيلي هئي. اُمالڪ منهنجو هٿ جهلي پنهنجي سيني تائين کڻي وئي. منهنجي دل جي ڌڙڪڻ وڌي وئي.

مان صوفا تان اُٿي بيلس ۽ رتنا جي منهن ۾ گهوري نهارڻ لڳس.

اِهو ئي هڪ هئيار آهي عورت وٽ جنهن سان هوءَ هميشه مرد کي نوائيندي آئي آهي، زير ڪندي آهي - وشوامتر کان وٺي ڪيترا رشي مني ۽ يوگي پنهنجو تپ ڀنگ ڪندا آيا آهن، مينڪائن جي سونهن ـــ ڄار ۾ ڦاسندا آيا آهن ...!

ليڪن مان وشوامتر نه آهيان جو گهڙيءَ پل جي سک خاطر پنهنجي تپسيا ڀنگ ڪريان ...؟ پوءِ ته منهنجو الائي گهڻا دفعا چير ڦري ڇڏيو هجي ها ...! مان اگر چاهيان ها ته پنهنجي پريميڪا مڌوءَ جو رس - پان ڪري سگهيس ٿي ... ڪير جو گرم گلاس هيٺ ڏيئي پي سگهيس ٿي ... پر مون ائين نه ڪيو ۽ پاڻ کي سنجم ۾ رکيو هوم ...! هينئر به مان پاڻ تي ضابطو رکندس ۽ ڏڌ جي ڪٽوريءَ کي لبن سان نه لڳائيندس ...

منهنجون نگاهون شوخ ٿي ويئون. رتنا جي هٿن مان پنهنجو هٿ آزاد ڪرائي ورتم ۽ ڪيسي مان پئسا ڪڍي، سندس هٿ ۾ ڏيئي چيم، 'رتنا، تون پليل آهين ... مان اُهو سؤداگر نه آهيان جيڪو مُوڙ کان اڳ وياج وصول ڪندو آهي ...!'

مون پوئتي مڙي نهارڻ کان سواءِ دروازو کوليو ۽ هيٺ لهي آيس.

رتنا کي هڪ وڏي بجيٽ واري فلم ۾ هيروئن جو رول مليو ليڪن سندس ڪمنصيبي جو اُها فلم مڪمل نه ٿي سگهي. اُها فلم ڪمپليٽ ٿئي ها ته هوءَ ٽاپ ڪلاس جي هيروئن هجي ها. اُن فلم جو هيرو هاليووڊ جو هندستاني صابو هو ...! اُن بعد ڪيترائي پروڊيوسر، رتنا جي گهر جا ڦيرا پائيندا رهيا ليڪن هنجي دل ٽٽي پيئي ۽ هوءَ هميشه لاءِ آمريڪا هلي ويئي جتي هڪ آئمريڪن جوان سان شادي ڪيائين.

ڪي آدرش آهن جي نڌپڻ کان منهنجي من ۽ ذهن ۾ اسڻ ڄمائي ويٺا آهن. اُهي سنسڪار شايد تمام گهرو ويل آهن. اُنهن کان ڇوٽڪاري جون، مڪتيءَ جون، ٿوريون گهڻيون ڪوششون ڪيم پر ڪامياب نه ٿيس. استرين طرف پنهنجي نظر کي بدلائي نه سگهيس.

ليڪن اِن جو اُهو مطلب نه هو ته مان ڪو ساڌو سنت هوس، رکو روح هوس. سونهن جي ڪشش ٿيندي هئي، ٿيندي آهي، ليڪن سونهن ماڻڻ جو منهنجو پنهنجو انداز آهي، پنهنجي پسندگي آهي، ائين جيئن ڪنهن آرٽ گئلريءَ ۾ ڪا سٺي پئنٽنگ ڏسجي ته ڏسندو ئي رهجي؛

ڪا سلي رچنا پڙهجي، ڪنهن معصوم ٻار جي مُرڪ پسجي، ڪو سڳنڌي ڦول ٽڙيل ڏسجي يا مندر ۾ آرتي ٻڌي اکيون ڀوڻجي وڃن ...!

مون ناري ديهيءَ کي الڳ الڳ ڪندن ڪان ڏٺو آهي. اُن کي ڏسي قادر جي قدرت جي ساراهہ ڪئي اٿم. اُهي ڏسي منهنجي من ۾ واسنا بجاءِ، انوراڳ پئدا ٿيو آهي، اُهو انوراڳ جيڪو راڳ ۽ راڳڻيون ٻڌي من ۾ پئدا ٿيندو آهي.

گنگا اشنان ڪندي مون ناري ديھہ جي سُندرتا ڏٺي آهي. هڪ دفعي جوهو بيچ تي هڪ ڇوڪريءَ کي ڪاسٽيوم لباس ۾، سمنڊ جي ڇولين سان گڏ ڇوليون ماريندو ڏٺم تہ ڏسندو ئي رهجي ويس. منهنجون نگاهون هن جي ديھہ تي ائين جمي ويئون هيون ڄڻ اُهي فيويڪول سان چنبڙيل هيون. اُها ديھہ جسماني سونهن جو بي مثال مجسمو هو. هڪ دفعي بس ۾ سفر پئي ڪيم تہ منهنجي نظر، منهنجي اڳيان ويٺل هڪ وينگس تي وڃي پيئي. اڇي ريشمي ساڙهي پهريل هئس. مان هن کي روبرو ڏسڻ لاءِ بي تاب ٿي پيس. انڪري پنهنجي اسٽاپ تي نہ لهي هن واري اسٽاپ تي وڃي لٿس. سندس شبيھہ ڏسي ڪرتارٿ ٿي ويس. هن جي سانوري صورت اکين ۾ سمائي پنهنجي ماڳ موٽي آيس.

هوجمالو جي شوٽنگ لاءِ راجستان ويا هئاسين. اُتي هڪ ڳوٺڙيءَ ۾ شوٽنگ پئي ڪئيسون. ڪيترا ڳوٺاڻا شوٽنگ ڏسي رهيا هئا. ڪي راجستاني زالون نندڙن ٻهرن جي ڪولن تان بيهي شوٽنگ ڏسي رهيون هيون. اوچتو منهنجي نظر هڪ راجستاني گوُجر تي وڃي پيئي. اُها ڄڻ پڳوان ڪپور جي پئنٽنگ هئي. مان ورو ور اوڏانهن نهارڻ لڳس. اُها گوجر شڪجي، اُتان هلي ويئي. ليڪن مان رهي نہ سگهيس، هنجي ڪڍ، اُن ڪڏ تي وڃ پهتس. اُتي ڪير ڪونہ هو. اُتي هڪ مور جو کنڀ پيو هو. مون من ئي من مرڪيو ۽ اُن مورنيءَ جو اُهو ميور پنک کڻي يونٽ ۾ موٽي آيس.

هڪ ڏينهن دڪان تي هڪ بينگالڻ ڇوڪري آئي. غذب جون اکيون هئس. مرڪ بہ دلفريب هئس. مان کيس ڏسي موهو مٺو بڻجي ويس. پڇيائين، ’شڪر پارا اٿوَ؟‘

اسين شڪر پارا نہ ٺاهيندا هئاسين.

’نمڪ پارا آهن.‘ مون کيس ٻڌايو.

مرڪندي چيائين، 'شڪر پارا ڇو ڪين ٿا ٺاهيون؟'
مون وراڻي ڏنس، 'آرڊر تي ٺاهي ڏيندا آهيون.'
'مونکي گهڻا ٿوروئي گهرجن، پاءُ ڪن گهرجن!'
'ٺيڪ آهي، توکي سڀاڻي شڪر پارا ملي ويندا.'

ٻئي ڏينهن هوءَ آئي ته مون شڪر پارا ٺهرائي رکيا هئا. پوءِ هوءَ روز اچڻ لڳي. فورٽ مارڪيٽ مان پاڇيون وٺي، هوءَ اسان وٽان ڪجهه نه ڪجهه وٺي ويندي هئي. سندس وڏي ڀيڻ ۽ اُن جي ننڍي ڌيءَ پڻ ڪڏهن ڪڏهن ساڻس گڏ هوندي هئي. پوءِ خبر پيئي ته هوءَ بنگلا پاشي ڪرسچن هئي. ڪيترن مهنن تائين اسان وٽ ايندي رهي. سندس نالو ئي شڪر پارا رکي ڇڏيوسون. پريان ڏسبي هئي ته نوڪر چيڙائي چوندا هئا ؛ اچيو پيئي شڪر پارا .....!

اُن شڪر پارا جي اکين ۽ مرڪ جي هاڪ ليور بردرس وارن وٽ به پهچي ويئي. هڪ ڏينهن هوءَ ڊالڊا گيهه جي دٻن تي ليبل جي روپ ۾، ماڊل بڻجي ڇپجي آئي.

اهو ته ٺيو اکين جو ڏءُ. دل جي تسڪين. ليڪن خيرو پناڻيءَ ته اصل حد ڪري ڇڏي. منهنجي سندس پاءُ سان ٿوري گهڻي دوستي هئي. سندن گهر مودي اسٽريٽ ۾ هو. اسين هڪٻئي کي اُردو ڪتاب پڙهائيندا هئاسين. هن جي ڀيڻ خيرو اُردو مخزنون پڙهندي هئي جي مان سندس پاءُ کان وٺي پڙهندو هوس. هڪ دفعي هن هڪ مخزن ۾ منهنجي نالي چٺي لکي وڌي. لکيائين ته اڄ شام مان ساڻس فلاڻي هنڌ گڏجان. الائي کهڙو ڪم هوس مون ۾؟

پهرين سوچيم ڪونه ٿو وڃان. پر پوءِ ساڻس ملڻ ويس. ليڪن هوءَ آئي ئي ڪانه! مون ڪلاڪ کن راهه ڏٺي، پوءِ موٽي آيس. ڏاڍو خفي ٿيس. ٻه ڏينهن دڪان تي به ڪانه آئي. مونکي ٿورو فڪر ٿي پيو. ڪٿي بيمار ته نه ٿي پيئي هئي؟

هڪ ڏينهن مان سندس گهر جي سامهون وڃي بيلس. سوچيم هوءَ دريءَ وٽ ايندي ته اشاري سان سندس خيريت پڇندس. پر هوءَ دريءَ تائين ڪانه آئي. چؤماسي جا ڏينهن هئا، برسات اچي پيئي. مان مينهن ۾ پسي ويس. ٻه ڏينهن سردي زڪام سبب گهر پيو رهيس. جڏهن ٺيڪ ٿي دڪان تي آيس ته خبر پيئي هو اُها جاءِ ڇڏي هليا ويا هئا.

گهڻا سال پوءِ، هڪ ڏينهن ٻي - اين روڊ ڪراس ڪري رهيو هوس ته هڪ ڇوڪري سامهون اچي، هٿ وارو ڏيو ڪڙڪائڻ لڳي. مون ڏيان نه ڏنو ته هن وري ڪڙڪايو، اڳ کان زور سان ..... ٻڌم : اچ جهنڊا دوس آهي، ڏيي ۾ ڪجهه نه ڪجهه ضرور وجهو.

مون کيسي مان رپئي وارو نوٽ ڪڍي، ڏيي ۾ وجهڻ لاءِ هٿ وڌايو ته ڇوڪريءَ جي چهري تي نظر پئجي ويئي. اُها خيرو پلاٽي هئي.

منهنجي منهن مان اُمالڪ نڪري ويو، 'اڙي خيرو تون!'

'ها جناب، مان .....! شڪر، سڃاتي ته ويس ...'

'پر تون هيترا سال هئين ڪٿي؟'

'اتي ئي تنهنجي بمبئيءَ ۾!'

'تون ته ڪافي ٿلهي ٿي ويئي آهين.'

'ايتري ٿلهي ته ڪانه آهيان.' هوءَ مرڪڻ لڳي.

'کاڌيءَ جا ڪپڙا پاتا اٿيئي. ڪانگريس ۾ شامل ٿي آهين ڇا؟'

'سڀ ڪجهه بيلي بيلي پڇندين يا ڪٿي ويهي هلي پڇندين؟'

اسين هڪ ويجهي ريسٽارنٽ ۾ وڃي ويٺاسين.

خبرون چارون پڇڻ تي بنا حجاب چيائين، 'منهنجو توسان عشق ٿي ويو هو. اُن شام توکي اهو ٻڌائڻ پئي چاهيم پر ڳالهه پڌري ٿي پيئي. ادا ۽ ابوءَ ڏاڍي ڪاوڙ ڪئي. پوءِ اُهو گهر ئي ڇڏي ڏنائون. انڌيريءَ پاسي وڃي رهياسون. پهرين مونکي خبردار ڪيائون ته متان ڪا حرڪت ڪريان. پوءِ شاديءَ لاءِ زور پريائون ليڪن مون شاديءَ کان صاف انڪار ڪيو. آخر تائين مون سندن ڳالهه نه مڃي. ڇو مڃيان سندن ڳالهه؟ ڇا اسانجي پنهنجي ڪا خواهش ڪانهي......؟'

'ليڪن ڳهيلي، مان ته شادي شده هوس!'

'سو ڇا ٿي پيو؟ پيار ۾ اهو ڏسجي ته باقي پيار ڇاجو ٿيو؟'

'هڪ طرفي پيار جو مطلب ئي ڪهڙو؟'

'مون ته توکي پنهنجي عشق جي باري ۾ ٻڌائڻ پئي چاهيو. بس، ايترو ئي پئي چاهيم ته توکي ٻڌائي ڇڏيان ...!'

'اهو عشق نه، ديوانگي آهي!'

'عشق جو ٻيو نالو ديوانگي آهي ...!'

مون کلندي چيو، 'سچ پچ تو جهڙين ڇوڪرين کي رومانوي ناول

پڙهڻ نہ گهرجن. توهين ڇوڪريون جذبات ۾ لڙهي ٿيون وڃو.'

'واه جناب، واه! اهڙا ناول پڙهايا بہ اوهان ۽ هينئر اُهي نہ پڙهڻ جي هدايت بہ توهان ئي ڪري رهيا آهيو!'

'مونکي ڪهڙي خبر تہ تنهنجي دل اهڙي آهي .....' ڳالهہ اڌ ۾ ڪٽي پڇيومانس، 'پر هڏاء تہ هينئر ڪندي ڇا آهين؟'

'سوشل ورڪ ڪندي آهيان. غريبن ۽ گهرجائن جي مدد ڪندي آهيان.'

'اها تہ فراريت آهي. زندگيءَ کان منهن موڙڻ آهي. ائين سڄي زندگي ڪيئن گذرندي؟'

'زندگيءَ ۾ باقي بچيو ئي ڇا جنهن جو فڪر ڪجي!'

'ايتري نراشا ٺيڪ نہ آهي. اسان کي حقيقت شناس ٿيڻ گهرجي.'

'جڏهن ڪا آس ئي نہ رهي تہ باقي ڪنهنجي لاءِ حقيقت شناس ٿجي؟'

'اها نفرت آهي، بغاوت آهي، پر ڪنهن ڪان، اهو ٿون نٿي ڄاڻين!'

'توسان ملڻ ۾ مون ڪو گناه تہ ڪونہ ٿي ڪيو. ليڪن مونکي اُن جي سزا ڏني ويئي. مونکي ماريو ويو. ۽ مون قسم کاڌو تہ مان ڪنهن بہ مرد جي غلامي قبول ڪانہ ڪنديس .....!' هن جو اهڙو محڪم ارادو ڏسي منهنجي دل ۾ هن لاءِ عزت ۽ احترام وڌي ويو. مون ڪيرو پلاٽيءَ جهڙيون بهادر ڇوڪريون تمام گهٽ ڏٺيون آهن. اُن جي ڀيٽ ۾ ڪمزور ۽ هيٺيون ڇوڪريون گهٽيون ئي ڏٺيون اٿم جيئن رتنا هئي جيڪا فلم ائڪٽريس بڻجڻ لاءِ پنهنجو قيمتي سرمايو لُٽائڻ لاءِ تيار هئي ...!

## باب ٽيون

# ادب جي راهه ۾ ....

١٩٥١ع تائين مان بلڪل ڪورو ڪاغذ هوس. اُن ڪاغذ تي ساهت جو هڪ به حرف لکيو نه ويو هو. ننڍي هوندي ٿورا ڪي رونڊا روڙيا هئم پر اُنهن ڪي ڪا معنيٰ ڪانه هئي. هڪ دوست پنجوءَ سان گڏجي هڪ جاسوسي ناول لکيو هوم جنهنجو نالو ’خوني ٽارچ‘ رکيو هئوسون. اُن ۾ بلئڪ جاسوس ۽ رائمرڪيو بدمعاش هو. اُهو ناول اسان شاگردن هڪٻئي کي پڙهايو هو.

پوءِ مان شرت چندر جي پناري پيس. مون اُن جي ڪڏ نه ڇڏي. اُهو مون سان هميشهه گڏ رهيو - لاڙڪاڻي ۾ به ته هردوار ۾ پڻ. منهنجي بمبئيءَ واري شخصي لائبرريءَ ۾ شرت بابوءَ جو سمورو ساهت موجود هو، جيڪو مون ڪئمپ ۾، ۽ بمبئيءَ جي ساهت پريمين کي پڙهائي، وڃائي ڇڏيو. ڪاش اُن وقت مان نارايڻ پارتيءَ جيان ڪتابن ڏيڻ جي معاملي ۾ پڪو ۽ ڪنجوس هجان ها!

مينگهراج ريجهواڻيءَ جي پريس ۾ ڇپجندڙ ناڪر چاولا جي سهڻيءَ جي سنوار سنپال سندس ننڍي ڀاءُ جيوت چاول مٿان هئي. جيوت چاولا سان منهنجي سڃاڻپ دوستي ۾ بدلجي ويئي. هن سان ڪچهريون ڪندي سنڌي ساهت، خاص طور ترقي پسند ساهت ۽ ساهتڪارن سان ڏيٺ ويٺ ٿي جن مان سڳن آهوجا ۽ ديوداس موٽواڻيءَ سان به دوستي ڳنڍجي ويئي.

اُن زماني ۾ يعنيٰ ٥٦ - ٥٧ ۾، سڳن آهوجا ۽ ڪي ٻيا ليکڪ دوست اُلهاسنگر مان نوڪريءَ لاءِ ايندا هئا. مان لوڪل ٽرين پهچڻ وقت وي. ٽي. اسٽيشن تي ويندو هوس. اسين سڀ گڏجي ريلوي جي ڪئفيٽيريا ۾ وڃي چانهه پيئندا هئاسين ۽ ادبي ڪچهريون پڻ ڪندا هئاسين. اُن بعد هرڪو پنهنجي پنهنجي دفتر روانو ٿي ويندو هو. اُنهن گڏجياڻين مان اِهو فائدو هو ته تازا ترين احوال ملندو هو ته فلاڻي اديب ڇا لکيو، فلاڻي شاعر ڪهڙو شعر چيو آهي. اُنهن ڏينهن، جڏهن اڃان اُلهاسنگر ڪلياڻ

ڪئمپ سڏبو هو، اُتي اديبن جو وڏو لڏو هو جيئن بمبئي ۾ هو ۽ مجهن رابطو تہ هو ئي، مٺ محبت پڻ هئي.

بمبئي ۾ هفتيوار سنڌي ساهت منڊل جو ڪلاس لڳندو هو. مون سُڻيو آهو جا جي چوڻ تي اُن ادبي ڪلاس ۾ وڃڻ شروع ڪيو. سُڻين آهوجا بہ اُن ڪلاس ۾ ايندو هو ليڪن جيوت چاولا ۽ ديوداس ڪونہ ايندا هئا. صرف هڪ دفعو ديوداس مونسان گڏجي پيدل روڊ واري ڪلاس ۾ هليو هو.

اُن سمي ترقي پسند ليکڪن ۾ بہ ڌڙا ٿي ويا هئا. هڪ ڌڙو اسٽالنوادي هو ۽ ٻيو ڌڙو ڪميونسٽ پارٽيءَ جي بدلجندڙ نيتين تي هلندو هو. پهرين ڌڙي ۾ جيوت چاولا ۽ سندس ساٿي هئا ۽ ٻئي ڌڙي ۾ ترقي پسند ترمورتي ڪيرت، آتم ۽ مالهي هئا. انهن ٻنهي گروپن جي وچ ۾ سرد جنگ جاري هئي. مونکي ان جنگ جي ڪا ڄاڻ ڪانہ هئي. پوءِ ڄاڻ پيئي جڏهن مون ۽ جيوت گڏجي منلو جو 'بدنام ليکڪ' ڇپايو. اُن ڪتاب ۾ جيوت چاولا جو هڪ مضمون ڇپيو جيڪو ترقي پسند ترمورتيءَ خلاف هو. ديوداس جي ڪهاڻي 'شرم جو اظهار' بہ ڇپي جيڪا آتم خلاف هئي. اُن وقت انهن ترقي پسند ليکڪن جي جهيڙي جو شڪار مان ٿيس، ٿيندو رهيس ۽ اڃا تائين ٿيندو رهان ٿو جيئن اڳتي هلي منهنجي هن آتم ڪٿا مان ظاهر ٿيندو.

ادبي منڊل جو پريزيڊنٽ پروفيسر منگهارام ملڪاڻي هو ليڪن ڪلاس ۾ ترقي پسند اديبن جو غلبو هو. ليکڪ ۽ شاعر پنهنجون رچنائون پڙهندا هئا، جن تي ٽيڪا ٽپڻي ٿيندي هئي.

بمبئيءَ واري ادبي ڪلاس ڪانپوءِ مون ڪئمپ واري هفتيوار اديبن جي گڏجاڻيءَ ۾ بہ وڃڻ شروع ڪيو. بمبئيءَ ۾ ڇنڇر ڏينهن ۽ ڪلياڻ ڪئمپ ۾ آرتوار ڏينهن گڏجاڻي ٿيندي هئي. اُن جو پريزيڊنٽ پرسرام ضيا هو.

مان جڏهن پهريون دفعو اُن ميڙ ۾ ويو هوس تہ دروازي ٻاهران ارجن شاد گڏيو هو جيڪو تن ڏينهن ڪئمپ ۾ ئي رهندو هو. هو ايترو نفاست پسند هو جو اُس جي بچاءَ ڪان ڇٽي کولي بيٺو هو. مون سان نهايت قرب سان ڳالهايائين ۽ پڇيائين تہ ڇا مان پهريون دفعو هن ڪلاس ۾ آيو هوس؟ مون مرڪندي هائو ڪئي هئي ۽ اهڙيءَ طرح اسان جو سنبنڌ جڙيو

هو جيڪو ڏيري ڏيري پڪو پختو ٿيندو ويو هو — ادبي ڪلاس ڪان جڏهن هند ڪاليج تائين، جتي هو سنڌيءَ جو پروفيسر هو؛ اُتان ڪان يونيورسٽي ڪئمپس تائين، جتي هو سنڌي ڊپارٽمينٽ جو ريڊر مقرر ٿيل هو؛ ۽ اڄ هو ڪونج ۾ منهنجو ٻانهن ٻيلي آهي. هو برک تعليمدان ته آهي ئي، مشهور شاعر ته آهي ئي، سندس تخلص شاد ته آهي ئي، هو دل جو به شاهه ۽ شاد آهي. منهنجون لکڻيون پڙهي اُنهن جي ساراهه ڪندو آهي. اهڙيءَ طرح منهنجو اُتساهه وڌائيندو رهندو آهي.

ڪئمپ واري ڪلاس ۾ مان لعل پشپ لاءِ ديوداس موٽوائيءَ جي هڪ چلي ڪٺي ويو هوس. بدنام ليکڪ ڪتاب ۾ ڇپيل ديوداس جي 'شرم جو اظهار' ڪهاڻيءَ تي ڪافي واد وواد ٿيو هو. لعل پشپ به اُن تي رائزني ڪئي هئي. ديوداس اُن جو جواب لکي ڪيس موڪليو هو. اُن گڏجاڻيءَ ۾ ڪئمپ جي ٻين ڪيترن اديبن سان واقفيت ٿي هئي جن مان اڳتي هلي ڪي منهنجا متر ته ڪي شترو بڻيا هئا.

بمبئيءَ واري ساهت منڊل جو سيڪريٽري اُتم هو جنهن جي هٿ ۾ نئي دنيا مخزن هئي. ڪيترا ليکڪ اُتم جي خوشنودي حاصل ڪرڻ چاهيندا هئا جيئن سندن رچنائون نئي دنيا مخزن ۾ ڇپجي سگهن. اُن لاءِ هو هر طرح جو ڪامپرومائيز ڪندا هئا. جيئن اُتم چوندو تيئن رچنا جي وڍ ڪُٽ، ڦير ڦار ڪندا هئا. ائين چوڻ ۾ وڌاءُ نه ٿيندو ته ترقي پسند اُتم، نئي دنيا جو ايڊيٽر اُتم، ڏوليءَ ۾ ويهي لڏندو هو ۽ نول اديب سندن ڏوليءَ کي لوڏي سرخرو ٿيندا هئا، لقب وٺندا هئا، جنهن موجب هو سٺا ۽ بهترين ليکڪ چوارائيندا هئا!

ليڪن جو پڪنڪون ۽ ايسڪريشنيون ٿينديون هيون جن ۾ هر خيال ۽ ويچار جو اديب شامل ٿيندو هو. ليڪن جي پاڻ ۾ نوڪ جهوڪ ٿيندي هئي جا ماٺڙ جهڙي هوندي هئي. مشاعري بجاءِ مشاعري ٿيندي هئي، جنهن ۾ بيت بازي ٿيندي هئي.

مان اهڙين ٻن پڪنڪن ۾ شامل ٿيو هوس — هڪ ڪنڊالا واري ۽ ٻي مُمبرا واري ايسڪريشن ۾. ٻئي يادگار هيون. ڪنڊالا واري پڪنڪ هڪ بنگلي ۾ هئي ۽ مُمبرا واري ٻيڙين ۾، چانڊوڪي رات ۾ ....

مُمبرا واري ايسڪريشن جا ستارا هئا .... پروفيسر منگهارام ملڪاڻي، سُگن آهوجا، موهن ڪلپنا ۽ سُندري اُتمچنداڻي .....

تنهن وقت تائين مان گهڻن ليکڪن جي صحبت ۾ نہ آيو هوس. سڳن آهوجا جي ڇوڪ تي اِنهن ٻنهي شغلن ۾ شامل ٿيو هوس. کنڊالا واري پڪنڪ تائين 'بدنام ليکڪ' ظاهر ٿي چڪو هو جنهن سبب اُتم جو رويو مون طرف غيردوستاڻو هو، هلندو رهيو، هلندو اچي پيو ......

مان صبح جو ڇهين بجي اُٿڻ جو آدي آهيان، کنڊالا ۾ پڻ صبح جو سويل جاڳ ٿي هئي. برش ڪري، رنڌڻي ۾ وڃي چانهہ ٺاهڻ لڳس. لڇميچند 'چارمس' وارو پڻ جاڳيو هو. چيائين، منهنجي لاءِ بہ هڪ ڪوپ ٺاهين تہ وڏي مهرباني. مون، اسان ٻنهي لاءِ چانهہ ٺاهي. پوءِ ٻيا بہ پنج ست ڪوپ ٺاهي ورتم جو ڏٺم تہ ٻاهر لان ۾ ڪلا پرڪاش ويلي ڪجهہ لکيو. مان چانهہ جو هڪ ڪوپ کڻي وٽس ويس تہ صبح جي تازي هير جيان مرڪي، مهرباني مڃيائين. کيمچند هڪ ڪوپ ٻيو بہ گهريو. ٻہ پيالا کڻي هال ۾ اُتم ۽ سندريءَ کي ڏيئي مونيس پئي تہ سندريءَ جو جهيڻو آواز ڪن تي پي. منهنجا ڪن بيحد سرلا آهن. سندريءَ اُتم کي چيو: توهان جي هڪ سٽڻ ۽ خميص هن کي ڏيان.

اِهو مون طرف اِشارو هو جو مون ڪپڙا ٿورا آندا هئا ۽ اُن وقت مونکي ٻت تي گنجي ۽ هيلتي ٽوال ٻڌل هو.

اُتم چينپيندي چيس : ماٺ ڪر، هر ڪنهن سان پيئي همدردي ڏيکارين. خبر ڪانہ اٿيئي تہ هيءَ اسانجي دشمن جو دوست آهي ....!

اِهو جيوت چاولا طرف اِشارو هو.

کنڊالا واري پڪنڪ ۾ گهڻي ۾ گهڻو وندرايو سڳن آهوجا، ڪرشن راهي ۽ موهن ڪلپنا. هن ترمورتيءَ ادبي چرچن ۽ بيت بازيءَ سان خوب کلايو ۽ وندرايو رات جو دير تائين ....

اهڙي ئي يادگار ايسڪريشن هئي اُها ممبرا واري. اُها ممبرا جي ڪاڙيءَ کان شروع ٿي، پرڀات وقت، ڪلياڻ وٽ، ڪاڙيءَ جي ڪپر تي پوري ٿي هئي. سڄي رات، ٻيڙين ۽ ڪل ڪل، ٽهڪڙا ۽ چرچا گهڻا هلندا رهيا هئا. سڀ مڙد ۾ ۽ ٻڍڙ ۾ هئا — پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ سميت ....

اُن ايسڪريشن جي رپورتاج موهن ڪلپنا لکي هئي جيڪا ڪونج جي ٻن پرچن ۾ شايع ٿيل آهي. موهن ڪلپنا کي رپورتاج لکڻ جو انوکو ڏانءُ هو. هن گويا آندولن تي هڪ رپورتاج لکي هئي جنهنکي سرو ڏنو هئائين

، اجان رات باقي آهي. اُها رپورتاج پڙهي مان موهن ڪلپنا جو مداح بڻيو هوس.

مون تي جو شرت چندر جو اثر هو تہ بنگ ڀومي ڏسڻ لاءِ ڪلڪتي وڃي پهتس. اُتي مون شرت جي پاترن کي ڳولهڻ شروع ڪيو. ٻہ ڏينهن سوٽ بوٽ پائي ڪلڪتي شهر جا چڪر ڏنم. چورنگي، شيڪسپيئر سارني، بوٽانيڪل گارڊن، بڙا بزار، بهو بزار، چائنا بزار ۽ نيو مارڪيٽ ڏٺم. ڪالي گهاٽ بہ ويس. پر مونکي من مطابق ڪردار نہ مليا. پوءِ ويس بدلائي، ڌوتي ڪرتو ۽ پيرن ۾ چمپل پائي، ڪلڪتي جون گهٽيون، ڪوچا، محلا ۽ ڳامڙا ڏٺم جتي البت ڪي پاتر نظر آيا. بينگالي جن جيون آهي ئي انهن گهٽين ۽ ڳامڙن ۾ جتي شهري بابو گهٽ ايندا ويندا آهن. اُتي لوڪن جو پاڻ ۾ وڙهڻ هو، پرچڻ هو. روئڻ هو، کلڻ هو. مردن جا بت اُگهاڙا. ڪين صرف ڌوتيون پيل. عورتن جا ساڙهين سان اڌ سرير ڍڪيل. سانوريون صورتون جن جي نراڙ تي وڏا ڳاڙها تلڪ ڏنل. جوان نينگريون درين مان ليئا پئيون پائن. هار شور غل پيا ڪن. مرد هٿن ۾ سُلفي جهلي سوٽا پيا هڻن. پڙهيل لکيل بابو بحث مباحثو پيا ڪن. اُهي سڀ جڻ سرت بابوءَ جا پاتر هئا — بابو موشاي!

ڪاليگهاٽ وڃڻ لاءِ چؤرنگيءَ جي چؤنڪ تي وڃي بيٺو هوس. بسين وارا رڙيون ڪندا ٽالي گنج، بالي گنج چلائيندا، بيهندا، سواريون کڻندا، اڳتي هلندا پئي ويا. ڪاليگهاٽ واري بس آئي تہ مان اُن ۾ چڙهي پيس.

جيئن هين تيرٿ آستان تي شرڌالن جي ڀيهہ هوندي آهي، ڪالي گهاٽ تي بہ گردي هئي. مان ڪاليءَ جو درشن ڪري، ٿورو پريان، هڪ چبوتري تي وڃي ويهي رهيس. اهڙن آستانن تي ڀارتي سموداءِ کي ويجهڙائيءَ تان ڏسي سگهجي ٿو. اُنهن جي رسمن ۽ رواجن کان واقف ٿي سگهجي ٿو. مون اُن چبوتري تان بينگالي سماج کي ويجهڙائيءَ تان ڏٺو ۽ پرکيو.

ڪلڪتو جيترو وڏو شهر آهي، اوترو ئي گدلو پڻ آهي ....

ڪن مجبورين سبب ٺاڪر چاولا کي سهڻي مخزن بند ڪرڻي پيئي. اهو شايد انڪري جو سندس واڇن جي دڪان تان چوري ٿي هئي جنهن

۾ وڏو نقصان سهڻو پيو هوس. سهڻيءَ جو آخري پرچو ’پرسرام ضيا‘ تي نڪتو جنهن ۾ ڪيترن برک اديبن مضمون لکيا هئا، جن ۾ نارائڻ شيام پڻ هو.

اُن وقت تائين پارٽي ساهت ۾ نيون نيون ڌارائون داخل ٿي رهيون هيون جن پالڪن جو ڌيان ڇڪايو هو. نئي ڪهاڻي، نئي ڪويتا، نئون ناول ۽ نئي تنقيد لکجي رهي هئي. ليڪن سنڌيءَ ۾ اُهائي پراڻي چال هلندي پئي آئي. ترقي پسند ليکڪ پاڻ کي بدلائڻ لاءِ تيار نہ هئا. نئي دنيا ۾ بہ اُهو ئي ڇپجي رهيو هو جيڪو ترقي پسند لکي رهيا هئا. ڪيترن اديبن نئون ساهت لکڻ چاهيو پئي، وقت جي ڌارا سان گڏ هلڻ چاهيو پئي، ليڪن اهڙي کا مخزن ڪانہ هئي جيڪا اُهو نئون ساهت ڇپي ۽ نئون ساهت لکندڙن کي همٿائي.

هڪ دفعي سڳن آهوجا جو هڪ غزل ڪلي سلي نئي دنيا ۾ ڇپيو ويو. سڳن آهوجا اُتم مٿان سخت ناراض ٿيو. اُتم بچاءُ ڏنو تہ غزل انتها پسند هو تنهنڪري اُن جون چند پڙائون ڪٽيون ويئون آهن. اُهو غزل سڳن آهوجا جو بيحد مشهور غزل اهي، جنهنجي مصرع آهي : زندگي تنهنجي ادائن کان ٿيون بر آهيان / غم جا پهلو تہ بدل نيٺ بہ شاعر آهيان ....

سڳن آهوجا جي ادبي قدبت کان هرڪو ليکڪ شاعر واقف هو. هو نهايت ذهين شاعر ۽ نثر نويس هو. زندگيءَ هن سان وفا نہ ڪئي نہ تہ تخليقي سطح تي هو اياز ۽ شيام کان بہ وڏو شاعر هو.

بمبئيءَ واري هفيتوار ساهت منڊل ۾ نر شاعر ليکراج عزيز سان هڪ شام ملهائي ويئي جنهن ۾ عزيز جي موجودگيءَ ۾، سندس شعرو شاعريءَ جو جائزو ورتو ويو. اُنهن سخت تنقيد ڪئي. اُها تنقيد ٻڌي عزيز جهڙو مڙس شاعر پاڻيءَ مان نڪري ويو ۽ ائين چئي اُٿي هليو ويو تہ : اوهان منهنجي شام نہ، شامت ملهائي آهي ...!

اُتم جي هٺ ڌرميءَ ڪيترن ئي اديبن کي ڪاوڙايو هو جن مان ڪيترا اديب سندس هم خيال ۽ ترقي پسند هئا. آنند گولاٽي، ايشور آنچل، ٺتن پرسواڻي، نارايڻ پارتي ۽ ٻيا ڪيترا اديب هن جي خلاف ٿي پيا ۽ هنن ادبي ڪلاس ۾ اچڻ بند ڪري ڇڏيو. جيڪي آيا پئي ۽ ترقي پسند ڌارا کان الڳ نہ ٿيا هئا، پر اُتم مان ناراض هئا، اُنهن

۾ سڳن آهوجا، ڪرشن راهي، موتي پرڪاش ۽ ٻيا ڪيترا هئا. اهي خوددار اديب هئا. انهن آتم جي ڊڪٽيٽرشپ جو ورود پئي ڪيو. پروفيسر ملڪاڻيءَ پنهنجي سر ڪافي ڪوشش ڪئي ته اديبن ۾ ٺاهه ٿي وڃي ليڪن سندس ڪوشش برثواب نه ٿي ....

ان وقت ادبي منڊل ۾ هڪ ٻيو گروپ اڀري آيو هو جيڪو ترقي پسند ليکڪن جو سخت ورودي هو. اهو گروپ قومي ويچارن جو هو جنهنجا مکيه اديب هئا : موهن ڪلپنا، گنو سامتاڻي ۽ راجن چاولا ترمورتي جن کي سپورٽ ڪندا هئا لوڪنات جيٽلي، نند جويري، چترو ناگپال ۽ ڪي ٻيا سندن ويچار وارا ليکڪ. لعل پشپ ۽ پروفيسر منگهارام پارا ڪي اديب ڪنهن به گروپ ۾ نه هئا. استري ليکڪائن مان سندري اتمچنداڻي، آتم سان گڏ هئي، ڪلا پرڪاش، موتي پرڪاش جي پليان هئي، تارا ميرچنداڻي منهنجي شرڪت ڪان اڳ ئي شادي ڪري هلي ويئي هئي. مايا اڃا راهيءَ سان لاڳون نه لڌيون هيون ۽ ديوي اڃا سوڊو ڪويتا پشپ نه بڻي هئي.

هر سال منڊل جون چونڊون ٿينديون هيون. پروفيسر منگهارام ملڪاڻي دائما پريزيڊنٽ هو ۽ منهنجي هوندي آتم سيڪريٽري هو جيڪو ئي اهم پارٽ ادا ڪندو هو.

ان سال چونڊون ٿيڻيون هيون جنهن لاءِ وڏو سنگهرش هو. هڪ طرف ترقي پسند تياريون ڪري رهيا هئا ته ٻئي پاسي قومي ويچارن جو گروپ ڪمر ڪسيو بيٺو هو. جڏهن چونڊين جو ڏينهن آيو ته ملڪاڻي صاحب جو ڪاليج وارو هاسٽل روم اديبن سان ڀريل هو. چونڊون ٿيون، جنهن ۾ ترقي پسند اديبن جي هار ٿي ۽ قومي ويچار وارن جي سوڀ ٿي. نئون سيڪريٽري لوڪنات جيٽلي چونڊيو ويو. ان وقت ترقي پسند گروپ ڪان هڪ غلطي ٿي ويئي جيڪا کين مهانگي پيئي. هنن چونڊن جي نتيجي کي مڃڻ بجاءِ، منڊل مان واڪ آئوٽ ڪرڻ پسند ڪيو ۽ هنن هميشه لاءِ ادبي منڊل کي تياڳي ڇڏيو. اها هنن جي هار هئي .....

ان بعد هنن الڳ هندي وڃي ڇاڙهي ۽ اڄ واري اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا وڃي کولي. ليڪن اهو ياد رکڻ گهرجي ته ان کي وڌائڻ ۽ ويجهائڻ ۾ به اديبن جو ئي هٿ ۽ سهڪار هو - سڀني اديبن جو، جن کي هو هڪ هڪ ڪري، وڃائيندا، پاڻ ڪان پري ڪندا ويا آهن

.....!

اُن وقت مونکي پنهنجي ادبي مخزن ڪڍڻ جو ويچار آيو. مون سڳن آهوجا سان ذڪر ڪيو جنهنکي منهنجو ويچار وڻيو. مون چيس ته سمپادڪ توکي ٿيڻو پوندو. چيائين ته منهنجي نوڪري جيڪن ته بمبئيءَ کان ٻاهر آهي تنهنڪري مان موهن ڪلپنا جو نالو تجويز ٿو ڪريان. هو اُتساهي اديب آهي. ادب جون نيون راهون ولي هلندو.

موهن ڪلپنا مونکي به قبول هو. هن جو ٻانهه ٻيلي ڪير ٿئي، اُن لاءِ هڪ ٻن نالن تي غور ڪيو ويو. پر پوءِ اهو فيصلو موهن ڪلپنا تي ڇڏيو ويو.

ڪونج جو پهريون پرچو ڊسمبر ١٩٦٠ع ۾ ظاهر ٿيو جنهن لاءِ ڳانڊيڊام سميلن کان ولي ڪافي مشهوري ڪئي هئيسون. مخزن جو ايڊيٽر موهن ڪلپنا ۽ سندس ٻانهه ٻيلي ڳنو سامتاڻي ۽ راڄن چاولا هئا. فلم ايڊيٽر مينا واسواڻي ۽ مئنيجر ڀڳوان چندناڻي هو.

ڪونج جي پهرين پرچي کان ئي ڄڻ ته ترقي پسند اديبن خلاف مورچو کوليو ويو. راڄن چاولا چالاڪي ڪري گوبند مالهيءَ کان هڪ انٽرويو ورتو هو جنهنجي پهرين قسط ڪونج جي پهرين پرچي ۾ ڇپي ويئي. اُن انٽرويو ۾، مالهيءَ جي آڙ ۾، ترقي پسند اديبن جي اوگهڙ ڪئي ويئي هئي. جڏهن اُن انٽرويو جي ٻي قسط ڇپي ته منهنجا دوست جيوت چاولا وغيره مون تي ناراض ٿيا ته مان پنهنجيءَ مخزن ۾، پنهنجن ئي دوستن کي لوئي رهيو هوس. خود سڳن آهوجا به حيران هو ته هيءُ ڇا ڇپجي رهيو هو ۽ ڇو ڇپجي رهيو هو؟ هو جڏهن بمبئيءَ آيو ته مون ساڻس شڪايت ڪئي ته موهن ڪلپنا ۽ سندس دوست من ماني ڪري رهيا هئا. هن موهن ڪلپنا کي چيو ته هو پنهنجي واعدي تان هٽي ويو هو، جنهن موجب کيس ڪونج ۾ ادب جي نين ڏارائن کي آڻڻو هو. موهن ڪلپنا جو دليل هو ته ترقي پسند اديبن جي اوگهڙ ضروري هئي ڇو ته هنن ادب ۾ من ماني ڪئي هئي. اِن ڪولڊوار ۾ سڀ کان گهڻو نقصان منهنجو ٿي رهيو هو ڇو ته هو مونکي پڻ ترقي پسند اديبن جو ساٿي سمجهي رهيا هئا. منهنجا هڪ طرف پئسا پئي ويا ۽ ٻئي طرف دوست پئي وڃايم. اُن سان گڏ پاڪن جو ناراضپو به هو جيڪو هنن خطن وسيلي ظاهر پئي ڪيو.

اڄ جو مشهور ليکڪ هيرو لکر، جيڪو اُن وقت ڪونج جو پالڪ هو، تنهن هڪ خط ۾ ناراضپي وچان سمپادڪ منڊل کي اُبتا سلام لکيا. اُن جو مطلب چا ٿيندو آهي، توهين سمجهي ويا هوندا. مون جڏهن ڪلپنا اڳيان پنهنجو ناراضپو ظاهر ڪيو تہ چيائين : اها مخزن جي لوڪ پريتا آهي.

ڪونج جو هڪ پرچو ٽئگور تي ڪڍڻ جو پروگرام ٺاهيائون جيڪو ڦتن پرسواڻيءَ کي ايڊٽ ڪرڻو هو. اُن پرچي جون ڪجهہ ڪاپيون آرٽ پني تي ڇپڻ جي صلاح ڏنائون. اهڙيءَ طرح اُن پرچي تي ڪافي خرچ پئي آيو. مونکي دلاسو ڏنائون تہ ان پرچي لاءِ راجن چاولا اشتهار وٺي ايندو. مون هنن تي وشواس ڪيو ۽ پرچو ڇپڻ لاءِ پريس ۾ ڏنم. مون خرچ جي پرواہ نہ ڪئي ليڪن هنن واعدو نہ پاڙيو. راجن چاولا نهايت چالاڪ هو. هو ڪجهہ وقت اڳ ڪتابي سائين ۾ پنهنجي مخزن ڪڍندو هو - ميرج. جنهن لاءِ ڪيس جڳت آڏواڻي صلاح مصلحت ۽ هيو هر پرڪار جو سهڪار ڏيندو هو.

راجن چاولا ڪونج جي ٽئگور پرچي لاءِ جيڪي اشتهار وٺي آيو، اُهي سڀ اشتهار هن بند ڪيل پنهنجي مخزن ميرج جي ٽئگور پرچي ۾ ڇپي ڇڏيا. مون ڊوراپو ڏنومانس تہ چيائين : مان مورک ٿوروئي آهيان جو اُهي اشتهار ڪونج کي ڏيان ...! مونکي ڏڌڪو اچي ويو. ڪاوڙ بہ لڳي.

موهن ڪلپنا کي وڃي چيم : ’يا تہ تون اڪيلو ڪونج جو سمپادڪ ٿيءُ ۽ مان تنهنجو ٻانهہ ٻيلي ٿو ٿيان نہ تہ ڪونج جي سموري جوابداري مان پاڻي تي هموار ٿو ڪريان.‘

موهن گهبرائجي ويو. چيائين ، ’ائين نہ ڪج. جيڪڏهن تون اسان کان سمپادڪي ڇڏائيندين تہ اسان جي ڏاڍي خواري ٿيندي.‘

’اُن صورت ۾ تون مون سان گڏجي سمپادڪي سنڀال!‘ مون ڪلپنا کي چيو.

’مان توسان گڏجي هلندس تہ دوست ناراض ٿيندا. چوندا مون هڪ غير ادبي سمجهوتو ڪيو آهي!‘

’يعني مون هيل تائين پنهنجو ڪجهہ نہ لکيو آهي تنهنڪري تون مون سان گڏ هلڻ کان هٻڪين ٿو؟‘

موهن ڪلپنا وراڻي نہ ڏني.

’ان صورت ۾ مونکي ڪونج ۾ جيترو نقصان پيو آهي اُهو پري ڏيو.

۽ ڪونج جي مالڪي توهين ڪٺو'

موهن کي اهو سُجهاءُ وڻيو. هنن پاڻ ۾ ميٽنگ ڪئي ۽ مونکي راڄن چاولا جي ري روڊ واري گهر ۾ گهرايائون. اُنهن ڏينهن موتي ۽ ڪلا بہ اُن ئي بلڊنگ ۾ مسواڙي هئا. مان پاڻ سان گڏ جيوت چاولا کي ولي ويس. هو چار هئا : موهن، گنو، راڄن ۽ جڳت آڏواڻي.

هنن چيو : اسين پئسا پرڻ لاءِ تيار آهيون.

مون حساب وارو پنو هنن جي اڳيان رکيو.

هنن چيو : اسين پئسا پري ٿا ڏيون، تون مخزن جي مالڪي اسان جي نالي لکي ڏي.

مون چيو : توهين پئسا ڏيو، مان مالڪي اوهان کي لکي ٿو ڏيان.

راڄن چيو : اسين سمورا پئسا هڪ وقت ڏيئي نہ سگهنداسين. اسين مهني ۾ ٢٥ روپيا قسط ڏينداسين.

مون چيو : پئسا سمورا هڪ ئي وقت گهرجن.

موهن ڪلپنا جيوت چاولا طرف نهاري چيو : جيوت يار، تون پنهنجي دوست کي سمجهاءِ.

جيوت چيو : غلط ٿوروئي ٿو چوي. سڀاڻي توهين پئسا نہ ڏيوس تہ هيءُ توهان کي چا ڪندو؟

موهن ۽ گني جڳت دا کي وچهر پوڻ لاءِ چيو.

جڳت آڏواڻيءَ ڪلندي چيو : توهان پنهنجي وڻ جا چوڏا پنهنجن هٿن سان لاٿا آهن. مان چا ٿو ڪري سگهان يا هيو ڪير چاتو ڪري سگهي؟

فيصلو نہ ٿيو. اسين موٽي آياسين.

موهن مون ڏانهن مخاطب ٿي چيو، 'پويون پرچو مونکي ايڊٽ ڪرڻ ڏي. مون پرچي لاءِ هڪ بہ مضمون ورتو آهي ۽ ڪجهہ پاڻ بہ لکيو اٿم.'

مون ڪيس چيو : 'بلاشڪ. پر تون اڪيلو ايڊيٽر هوندين ۽ مان تنهنجو ٻانهہ ٻيلي هوندس.'

موهن ڪلپنا جي سمپادڪيءَ ۾ جيڪو آخري پرچو نڪتو اُن جو سهيوگي سمپادڪ مان هوس. ليڪن ان کا اڳ مون ليڪ ٻڌڻ طرف ڀرين وک کنئي هئي ۽ هڪ ڪهاڻي لکي ادبي منڊل ۾ پڙهي آيو هوس. اُها ڪهاڻي 'تڙي پار' آهي جيڪا منهنجي ڀرين ڪهاڻي هئي.

اهڙيءَ طرح مون موهن ڪلپنا کي شرمسار ٿيڻ نہ ڏنو تہ هو هڪ

غير اديب سان سمجهوتو ڪيو هو ...!

ائين برابر آهي تہ ترقي پسند گروپ نوجوان ليکڪن ۽ عام لوڪن ۾ سڄاڳي آڻي پنهنجي ٻولي ۽ ساهت کي زنده رکڻ جي پريرڻا ڏني هئي جيڪو ڪم هنن اکل ڀارت سنڌي ٻوليءَ ۽ ساهت سڀا جي منچ تان ڪيو. ليڪن اهو بہ سچ آهي تہ هو پنهنجي مقصد ۾ ڪڏهن بہ ڪامياب نہ ٿين ها جيڪڏهن سنڌي ليکڪن، ودوانن ۽ تعليمدانن جو ورگ ڪين سهڪار نہ ڏئي ها. سڀا طرفان ٿيندڙ ساليانن سميلنن ۾ شامل ٿيندڙ هزارين ڊيليگيٽ ڪميونسٽ خيالن جا نہ هئا. اُن ۾ هر ويچار جا سنڌي شريڪ هئا. اُهي سڀ سنڌي پريمي هئا ۽ هڪ پليٽ فارم تان پنهنجو وجود ۽ ٻولي سلامت رکڻ جي جدوجهد ۾ شامل هئا. اُن جدوجهد جو ڦل هڪ اهو نڪتو تہ سنڌين مڪاني لوڪن ۾ جذب ٿيڻ جي صلاح ٺڪرائي ڇڏي ۽ ٻيو ڦل اهو مليو تہ اسان جي سنڌي ٻولي سرڪاري دفتر ۾ داخل ڪئي ويئي، اُن کي الين شيڊول ۾ شامل ڪيو ويو.

سنڌين ۾ سنڌيت جو جذبو صرف ليکڪن ۽ شاعرن ئي نہ ڀريو، سنگيتڪارن ۽ ناٽڪ ڪارن پڻ سنڌيپڻي جي سڳنڌ ڦهلائي هئي. پروفيسر رام پنجواڻي اڪيلي سر هڪ سنستا هئي جنهن ديش وديش ۾ رُلي ڪري سنڌيت جي جوت کي روشن رکڻ جي پريرڻا ڏني.

گوبند مالهيءَ جو ڪلاڪار منڊل، خاص طور ڪماري ڀڳونتي ناواڻيءَ جي سوز ۽ آلاپ سنڌين جي دلين ۾، سنڌي جذبي کي سڪڻ نہ ڏنو. پروفيسر رام پنجواڻي جي چوڻڪي، گوبند مالهيءَ جي ڪلاڪارن ۽ ٻين سنگيتڪارن شاه - سچل - سامي ۽ ٻين زنده شاعرن جا ڪلام ٻڌائي، سنڌي ورثي کي سلامت رکيو. اهڙيءَ طرح جتي سياستدان ناڪامياب ٿيا، اُتي هيءُ ڪلاڪار ڪامياب ويا ۽ سنڌيت زنده رکي سگهيا آهن ...!

موهن جڏهن ڪونج جون جوابداريون پاڻ تي هموار ڪيون تہ ڪيترين دشواريو بہ برداشت ڪرڻيون پيئون. هڪ طرف ترقي پسند اديب اسهڪار جو رخ اپنائي رهيا هئا تہ ٻئي طرف موهن ڪلپنا ۽ ڪمپنيءَ طلاق نامو لکي، ڪونج جو بائڪاٽ ڪيو هو. هنن پنهنجي رچنا لاءِ اُجورو ٿي گهريو جيڪو ڏيڻ ممڪن نہ هو. بنيادي طور اهو غلط نہ هو پر منهنجي ليکي

ليڪڪ ۽ پبلشر جو، خاص طور سنڌي پبلشر جو، يوڳدان ليڪڪن کان گهٽ نہ هو. ليڪڪن لکيو پئي ۽ اهو مخزنن ۾ ڇپجي پاڪن تائين پهتو پئي. اها سؤداگري نہ هئي. اها سنڌي ساهت سان الفت هئي جيڪا ليڪڪن ۽ مون پارن پبلشرن ڏيکاري پئي. ائين نہ هجي ها تہ ڄڳت آڏواڻي، ڇيلانند لعلواڻي، بهاري لعل ڇاٻڙيا ۽ ٻيا پبلشر پنهنجون پبليڪيشون هرگز بند نہ ڪن ها....

مون هڪ خط پڙهيو جيڪو بمبئيءَ جي هڪ ڪامريڊ دهليءَ ۾ رهندڙ پرم ابيچندانيءَ کي لکيو هو. ڪيس لکيو ويو هو تہ هو ڪڏهن بہ ڪونج کي پنهنجي رچنا نہ موڪلي .....

ڪامريڊ ٻٻن رضوي ۽ هن جا ڀائر منهنجا دوست هئا. اِنهن سان جيوت چاولا معرفت سڃاڻپ ٿي هئي. ٻٻن رضوي اُتم کي چڱيءَ طرح سڃاڻيندو هو. مونکي چيائين هل تہ توکي اُتم سان ملائي اچان. توکي مئٽر جي مدد ڪندو رهندو. هو مونکي اُتم جي گهر وٺي ويو. ڪيس چيائن : ڪونج جي سمپادڪي جوابداري هريءَ پاڻ تي کنئي آهي. تون ڪيس مئٽر جي مدد پيو ڪج. اُتم اول ئي مون تي پڙڪيل هو. چيائين : سنڌيءَ ۾ نئي دنيا آهي، ٻيءَ مخزن جي ضرورت ئي ڪانهي. جيڪڏهن هن کي مخزن ڪڍڻي ئي آهي تہ زالن تي يا ٻارن تي ڪڍي جنهن لاءِ سندري ڪيس مدد ڪندي.

مان اُٿي ٻيلس. ڪامريڊ ٻٻن رضويءَ کي چيم : مون توهان کي اڳواٽ ئي ٻڌايو هو تہ اِهو جواب ملندو. هينئر خاطري ٿيوَ نہ؟

اسين ٻئي اُتم جي گهران موٽي آياسين.

هڪ ڏينهن لعل پشپ چيو : مونکي ڪونج جو سمپادڪ بڻاءِ، مئٽر جام.

مونکي سُڌ هئي تہ لعل موهن ڪلپنا ۽ ڪمپنيءَ تي ناراض هو. هن گني سامتانيءَ جي ناول 'واپس' تي الزام ڏريو هو تہ اُهو شرت چندر جي ڏهن ناولن تان ڪاپي آهي. هن ڪونج کي خط لکيو هو ليڪن موهن ڪلپنا اُهو خط ڪونج ۾ نہ ڇپيو هو، اِن ڪري لعل هن تي ناراض هو. جيڪڏهن ڪونج جي سمپادڪي ڪيس ڏيان ها تہ هو پهريون ڪم اِهو ڪري ها تہ اِهو خط ڇپي ها ....! مان وري ڏولاون ۾ پئجي وڃان ها .....

اِهو منهنجي ذهن ۾ هو تنهن ڪري لعل کي چيم : مونکي مئٽر

گھرجي، سمپادڪ مان پاڻ رھندس.

نارائڻ ڀارتيءَ سان جھوني دوستي ھئي. ھنَ چيو : ’منھنجا سڀ ليکڪ دوست آھن. مون کي سمپادڪ ڪر ...‘

اُن وقت مون ڀارتيءَ جي سچائيءَ جي پرک ڪانہ ڪئي ھئي. ليڪن اڄ چئي سگھان ٿو تہ ڀارتيءَ جي اِھا دعويٰ تہ سڀ ليکڪ سندس دوست آھن، بي بنياد ھئي. ھن جو ھڪ بہ ليکڪ دوست ڪونھي، کھڙي بہ ليکڪ جو نالو کڻو، ڪنھن کان بہ پڇي پڪ ڪريو جو تہ ھو پاڻ ڪنھنجو دوست ناھي. اِھا ڳالھہ مان وشواس سان چئي سگھان ٿو، ڪن ھين لاءِ بہ چئي سگھان ٿو .....

مون ڀارتي کي چيو : تون سھيوگي سمپادڪ بڻجُ ۽ ڪو بہ ڪالم سنڀال.

لعل پُشپ پنھنجيون ڪھاڻيون ڏنيون. ڀارتي ’ڳالھير‘ نالي ڪالم لکڻ شروع ڪيو. شڳن آھوجا شاعري وڀاڳ سنڀاليو. ايم. ڪمل جا چونڊ غزل ڦيريون دفعو اُن ڪالم ۾ ڇپيا ھئا، ٻن رنگن ۾ ...!

مون ڪنھن بہ ليکڪ سان، ننڍي چاھي وڏي سان، وير وروڌ يا ڀيد ڀاؤ رکڻ نہ پئي چاھيو. مون ڪونج دواران سڀني اديبن کي اپيل ڪئي تہ ھو ڪونج کي پنھنجي مخزن سمجھن ۽ پنھنجون معياري رچنائون موڪلين جنھن لاءِ ڪونج جاري ڪئي ويئي ھئي.

مون شخصي طور خط لکي موھن ڪلپنا، گني سامتاڻي، ايشور آنچل ۽ ٻين اديبن کان رچنائون گھريون پر ھنن اول اُجورو گھريو.

ڪونج کي پختن پيرن تي بيھارڻ لاءِ مونکي ڏاڍا يتن ڪرڻا پيا. ڪجھہ وقت بعد جڏھن اُھا پنھنجو وجود لکائڻ لڳي تڏھن ڪن اديبن وٽان سھڪار ملڻ شروع ٿيو.

اھڙيءَ طرح ڏيري ڏيري پروفيسر منگھارام ملڪاڻي، پروفيسر رام پنجواڻي، پروفيسر ليکراج عزيز، پروفيسر ارجن شاد، پروفيسر پوپٽي ھيرانندڻي، پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي، پروفيسر چيتن ماڙيوالا جھڙن سينئر اديبن ڪانسواءِ ترقي پسند اديبن مان گوبند مالھي، ڪيرت ٻاٻاڻي، ڪرشن راھي، ايشور آنچل، ڪلا پرڪاش ۽ ٻين ڪونج لاءِ پنھنجون رچنائون ۽ ڪتاب ڇپڻ لاءِ موڪليا. موھن، گني، لعل ۽ ڪلواڻيءَ جون ڪھاڻيون ھڪ ٻرچي ۾ ڇپي ڪين مشھوري ڏنم.

نئين پيڙهيءَ جي ليکڪن کونج سان ناتو جوڙي رکيو. اُنهن مان هريش واسواڻي، آنند کيماڻي، وشنو ڀاٽيا، هيرو شيوڪاڻي، موهن ديپ، برج موهن، ناري پدم ۽ شيام جئسنگهاڻيءَ کونج کي پورن سهڪار ڏنو ته مون به هنن سان پورو نڀايو.

کونج ۾ نئين شروع کيل ڪالم 'آئيني جي اڳيان' ۾ هر پيڙهيءَ جو اديب ڇپيو. کونج پاران سهڪاري ناول يوجنا ۾ گوبند مالهيءَ کان شروع ڪري، موهن ڪلپنا تائين آخري قسط پهتي. اُن جون الڳ الڳ قسطون لکندڙ ٽن پيڙهين جا ليکڪ هئا. اهڙيءَ طرح زنده اديبن جا خاص شخصيات پرچا ڪڍڻ جي پرمپرا کونج شروع ڪئي جنهن جا هيل توڻين چوڏهن 'خاص پرچا' نڪري چڪا آهن. اُنهن ۾ پڻ ٽن پيڙهين جا ليکڪ آيل آهن.

کونج جي اهڙي ساهتڪ يوگدان تي ڪيترن ليکڪن ۽ نقادن گهڻو ڪجهه چيو ۽ لکيو آهي جيڪو هتي ڏهرائڻ واجب نٿو سمجهان.

کونج مخزن ڪانسواءِ مون کونج پبليڪيشن پڻ شروع ڪئي هئي جنهن بينر هيٺ گهٽ ۾ گهٽ هڪ سؤ ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪيا اٿم جن مان انن ڪتابن کي ساهتيه اڪاڊميءَ جو نئشنل پرسڪار ملي چڪو آهي. ٽن ڪتابن جي ليکڪن کي مهاراشٽرا گؤرو پرسڪار مليو آهي جنهن ۾ هرهڪ کي هڪ هڪ لک نقد مليا ۽ مان پتر تنهن ڪانسواءِ. هينئر تائين به کونج پاران سال ۾ هڪ اسلوڪو ڪتاب شايع ڪرڻ جو سلسلو جاري آهي.

ان ادبي يوگدان بدولت مون پل ته ٻيو ڪجهه نه ڪمايو هجي، عزت ضرور ڪمائي اٿم. خاص طور سنڌ ۾ جيڪا عزت ملي اٿم، اُها بي حساب آهي ....! اُهو سرمايو ڪڏهن به گم نه ٿيندو .... اُن سان پندار هميشه پريل رهندو.

کونج مخزن، کونج پبليڪيشن ۽ پوءِ کونج ٿئيٽر ۽ کونج فلمس وجود ۾ آيا. کونج ٿئيٽر طرفان ٽيڪنيڪلر ناٽڪ 'ننڍ نه ڪر نادان' پيش ڪيو ويو. ٽيڪنيڪلر ناٽڪ جي پڌرائي پڙهي دهليءَ ۽ احمدآباد ... ڏسڻ اچي پهتا. اسان چالاڪي ڪري سيني ڪردارن کي رنبرنٽي ويس پهرايو هو. اُنهن مٿان لائيٽ به رنگين وڌي ويئي. اهو هو اسانجو ٽيڪنيڪلر ناٽڪ! ڪافي داد مليو. ليڪن ناٽڪ جي فيلڊ

مونکي راس نہ آئي. مون اُها ڇڏي ڏني.

ڪونج فلمس طرفان سنڌي فلم 'هوجمالو' جي نرماڻ منهنجا سمورا وشواس ڏوڏي ڇڏيا.

مان ڪيترن عرصي کان سٺي ۽ معياري سنڌي فلم ناهڻ جا سپنا لهندو رهندو هوس. اهڙو ذڪر پنهنجن دوستن سان بہ اڪثر ڪندو رهندو هوس. هڪ دفعي اجمير ۾ گووردن محبوباڻيءَ جي گهر پڻ اهڙو ذڪر نڪتو. اُن وقت اُتي هري همٿاڻي بہ ويٺو هو.

گووردن پارتيءَ خوش مزاج موڊ ۾ پڇيو، 'تون اهڙي قسم جي فلم ناهڻ لاءِ دلي طور تيار آهين يا رڳو ڳالهيون پيو ڪرين؟' .

مون چيو، 'مان اڄ ئي نہ، ڪيتري وقت کان تيار ويٺو آهيان.'

'تہ پوءِ ٻڌ. اسان هڪ فلم جي يوجنا ناهي آهي. اسڪرپٽ بہ تيار آهي. ڪريون مهورت؟'

'فلم جو نالو ۽ سبجيڪٽ ڪهڙو آهي؟' مون اُتساھ ڏيکاريندي پڇيو.

'نالو 'رام ۽ رحيم' يا ٻيو ڪو رکي سگهجي ٿو.'

'سبجيڪٽ؟'

'سنڌ ۾ رهندڙ، ننڍپڻ جا ٻہ دوست - رام ۽ رحيم، ورهاڱي بعد، ٻن ملڪن ۾ پلجي وڏا ٿين ٿا. ٻئي فوج ۾ آهن ۽ ١٩٦٥ع واري هند-پاڪ لڙائيءَ وقت مورچي تي آمهون سامهون وڙهن ٿا.'

مونکي ڪهاڻيءَ ۾ دم نظر آيو. مون پنهنجي سماڌان خاطر پارتيءَ کان ڪجهہ ٻيون ڳالهيون پڇيون.

محبوباڻيءَ چيو، 'اُهي سڀ ڳالهيون اسڪرپٽ ۾ آهن، جن لاءِ تون چاهين ٿو تہ هجن.'

'فلم ڊائريڪٽ ڪير ڪندو؟'

'اُهو بہ طئہ ٿي چڪو آهي پر في الحال اُن جو نالو ظاهر نہ ڪرڻو آهي!'

'پروڊيوسر ڪير ٿيندو، فلم ۾ گهڻا پائيوار ٿيندا؟'

'چار پائيوار هوندا. چئن مان هڪ اُهو ڊائريڪٽر هوندو. هو پنهنجو محنتاڻو پول ۾ وجهندو.'

'سمجهو تہ هڪ مان، هڪ ڊائريڪٽر، باقي بہ ڪهڙا؟'

'ٽيون مان ۽ چوٿون هري همٿاڻي.' گووردن ۽ هري همٿاڻي، ٻئي

مرڪيا.

هري همٿاڻيءَ جو نالو هڏي مونکي خوشي ٿي. هو سلو ماڻهو، سلو ليکڪ ۽ سلو پبلشر هو.

پارتيءَ چيو، 'مان پنهنجي بدران دادي سرسوتي منگهارام جو نالو ڏيندس. لکپڙهه به هن جي نالي سان ٿيندي.'

'فلم جي بجيٽ ڪيتري آهي؟'

'اسي هزارن جو تخمينو لڳايو ويو آهي، پر اُهو هڪ لک تائين پهچي سگهي ٿو. لوڪيشن اجمير شهر، چانوٽي ۽ ڀهراري هوندي.'

'اجمير ۾ شوٽنگ جون ايتريون سهوليتون ملي سگهنديون؟'

'لڳ ڀڳ سمورو بندوبست ٿي ويو آهي. چانوٽيءَ مان شوٽنگ جي پرميشن پڻ ورتي ويئي آهي. فوجي جوان اسان جي پوري مدد ڪندا. ڪنهن وقت به شوٽنگ شروع ڪري سگهجي ٿي.'

'اداڪار ۽ ٻيو اسٽاف؟'

'اُنهن جي چونڊ ڪبي. ڇهرين گانا رڪارڊ ڪبا، گيت مون لکيا آهن. سنگيت سي. ارجن ڏيندو.'

مون ڪلي چيو، 'توهان ته سڄو يونٽ ۽ شوٽنگ جو پروگرام به ٺاهي ڇڏيو آهي. ڪمپنيءَ جو بئنر ڪهڙو ٿيندو، اُن لاءِ ڪجهه سوچيو اٿوَ؟'

گووردن اُتساهه وچان چيو، 'جيڪڏهن تون ساڻ آهين ته نالو به تون ئي تجويز ڪج.'

مان سوچ ۾ پئجي ويس. سوچيم مونکي چوٿين حصي ۾ وڌ ۾ وڌ پنجويهه هزار ڏيڻا پوندا. اُهي به سمورا هڪ ئي وقت نه، شوٽنگ هلندي، ٿورا ٿورا ڪري ڏبا. اهو سوچي مون چيو، 'منهنجو توتي ڀروسو آهي. هري همٿاڻيءَ جو به تو ۾ وشواس آهي. اسين بئنر جو نالو رکنداسين ـ هري ۽ هري. ملان لکنداسين هري ۽ هري پيش ڪري رهيا آهن لاجواب سنڌي فلم ....'

هري همٿاڻيءَ خوشيءَ وچان هٿ ملايو. اُتي جو اُتي ٽنهي دوستن فيصلو ڪيو، واعدو ڪيو ۽ ٽڪاٽي ۾ وڃي ارداس پڙهائي، ڪڻاهه پرساد ورهايو.

مان خوش ٿي بمبئيءَ موٽي آيس.

بمبئيءَ ۾ ڇيلي ڇنڊ جو ميلو پئي ملهايو ويو. مان اُن ميلي ۾ ويس تہ اُتي راجن چاولا گڏيو. چيائين، ’گووردن هتي آيل آهي، توکي سنڀالي پيو.‘

’ڪٿي لٿل آهي؟‘

’دادي سرسوتيءَ جي گهر. مونکي چيائين، مان توکي وٺي اچان. هلين تہ مان توکي هن وٽ وٺي هلان؟‘

مان اُن ئي وقت راجن سان گڏجي گووردن وٽ ويس. هو ڀاڪر پائي گڏيو. چانهہ پيئڻ ويلاسين تہ مون ڪانئس پڇيو، ’فلم جو پروگرام ڪٿي پهتو؟‘

کلندي چيائين، ’پروگرام پڪو آهي. هن ئي هفتي ۾ گانا رڪارڊ ڪرائڻا آهن.‘

مان خوش ٿيس. پڇيومانس، ’ڀلا هيئنر تہ ڊائريڪٽر جو نالو ٻڌاءِ؟ ڊائريڪٽر سٺو هوندو تہ فلم سٺي ٺهندي!‘

ٺهڪ ڏيئي چيائين، ’هيءُ سامهون ويٺو اٿيئي فلم جو ڊائريڪٽر راجن چاولا.....!‘

راجن چاولا جو نالو ٻڌي مان ٿورو ڇرڪ ٿيس. من ۾ ڊپ ويڙهي ويو، الائي ڇوا ڇيم، ’راجن چاولا هڪ هندي فلم پروڊيوس ڪئي آهي، اها سڌ اٿم. پر هو فلم ڊائريڪٽ بہ ڪندو آهي، اها سڌ ڪانہ اٿم.‘

راجن مرڪي چيو، ’فلم جي ڊائريڪشن سکيو آهي. تنهن ڪانسواءِ مونکي هڪ بينگالي ڊائريڪٽر پڻ مدد ڪندو. هو مون واريءَ فلم ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر هو.‘

مون راجن طرف نهاري پڇيو، ’ايتري بجيٽ ۾ فلم تيار ٿي ويندي؟‘

’نہ صرف فلم ٺهندي، هڪ ٽوريلر بہ ٺهندو.‘

’اجمير ۾ شوٽنگ ڪنداسين تہ خرچ وڌيڪ نہ ايندو.‘

’اُن حساب سان ئي بجيٽ ٺاهي ويئي آهي.‘

الائي ڇو مونکي راجن چاولا جي ڳالهين تي وشواس نہ پئي آيو. اُن تي يقين ڪندي ڇڻ ڊپ پئي ٿيو. پر منهنجو گووردن ڀارتيءَ ۾ پورڻ وشواس هو. ۽ فلم ۾ سندس گهرو دوست هري همٿاڻي ۽ دادي سرسوتي پڻ پئسا سيڙائي رهيا هئا. ليڪن اُهو وشواس ۽ ڀروسو اُن وقت ٽٽي پيو جڏهن گووردن ٻڌايو تہ راجن چاولا کي اسان واري طرف ٿيل بئنر

تي اعتراض هو.

مون چيو، 'ليڪن گوورڌن اسين اجمير ۾ اهو نالو طئه ڪري آيا آهيون. ڌرهار ۾ ارداس پڙهائي، ڪڙاه پرساد به ورهائي آيا هئاسين. هينئر جي نالو بدلائيندا سين ته همٿاڻيءَ ڪي اعتراض نه ٿيندو؟'

'نه، هن کي اعتراض نه ٿيندو. هن جو مون ۾ ڀروسو آهي.'

'ڀروسو ته منهنجو به تو ۾ آهي ۽ مان ٻڌل به توسان آهيان، پر اِها ڳالهه ٺيڪ ڪانه ٿي. شروع ۾ ئي وگهن پيو پوي!'

'تون ڪنهن ڳالهه جو فڪر نه ڪر. اهو مونتي ڇڏ. مان هري همٿاڻيءَ کي پاڻيهي سمجهائيندس.'

مون مايوس من سان ڳالهين ۾ بهرو ورتو ۽ 'هري ۽ هري' بجاءِ، ڪونج فلمس نالي تي سهمتي ورتم.

هري همٿاڻيءَ ڪي اها بدل سدل اصل نه وڻي. هن جي دل ئي ڪلي ٿي پيئي. هن پنجويهن هزارن جو ڊرافٽ به لهرائي رکيو هو. هن سوچيو جڏهن بمبئيءَ ۾ فلم جو مهورت ٿيندو ته اُتي وچي هٿون هٿ ڏيندو. هن فلم مان الڳ ٿيندي، پارٽيءَ کي ڏوراپو ڏيئي لکيو، 'مونکي تو مان اهڙي اُميد ڪانه هئي. شروعات ۾ ئي ائين ٿيو آهي ته اڳتي الائي ڇا ٿيندو. تنهنڪري مان هن پراجيڪٽ مان ٻاهر ٿو نڪران.....!'

ٻولي ٻي ٿي سگهي ٿي، ليڪن هري همٿاڻيءَ اهڙي نوع ۾ پنهنجو ناراضپو ظاهر ڪيو هو.

مان وڏيڪ ڊڄي ويس. مون گوورڌن سان اڪيلائيءَ ۾ ملاقات ڪئي. ڪيس پنهنجي من جو ڊپ ٻڌايم. ڪيس چيم، 'تون اڳهه راڄن جو نالو ٻڌائين ها ته مان ڪڏهن به پائيواري نه ڳنڍيان ها. تو هن جي چوڻ تي لڳي هري همٿاڻيءَ کي به ناراض ڪيو آهي. منهنجو به صرف تو ۾ ئي وشواس آهي. تون بلاشڪ مون ڪان منهنجي حصي وارا سمورا پئسا اڳوات وٺي ڇڏ، ليڪن مونسان ٻڌل تون رهندين.'

گوورڌن سنجيده ٿي چيو، 'تو جيان دادي سرسوتي به منهنجي چوڻ تي پئسا سيڙائي رهي آهي. اُن کي دوکو ڏيڻ ڪيئن ڏيندس. جيئن هن جو مون تي ڀروسو آهي تيئن تون به مون تي ڀروسو ڪري سگهين ٿو.'

۽ مون گوورڌن پارٽيءَ تي ڀروسو ڪري ورتو.

هڪ ڏينهن راجن چاولا سان به اڪيلائيءَ ۾ ڳالهايم. هڪ لوڪل ريلوي اسٽيشن تي وڃي ويٺاسين. ڪيس چيم، 'دادي سرسوتيءَ جيان مان شاهوڪار نه آهيان. مون محنت ڪري پائي پائي ميڙي آهي. مونکي ننڍڙا ٻار آهن. هيءَ پئسا اُنهن لاءِ جمع ڪيا اٿم. تون سمجهين ٿو ته ايتري ٿوري بجيٽ ۾ فلم لهي ويندي؟'

راجن وشواس ڏياريندي چيو،'نه صرف لهندي بلڪ نفعو به ڪندي. اڃا صرف انائونس ٿي آهي ته ڊسٽريبيوشن لاءِ آفر ملڻ شروع ٿيون آهن.'

مان احمق هن جي ڳالهين تي وشواس ڪري ويٺس ته هوجمالو فلم ضرور هلندي، نفعو به ڪندي.

جيئن ئي پهريون گانو رڪارڊ ٿيو، تجربيڪار دادي سرسوتي پروڙي ويئي ته ساٽن ڊوهه ٿيو آهي، دام ۾ ڦاسايو ويو آهي. هن شروع ۾ نوَ هزار رپيا وڌا ته وري هيا نه ڏنائين. اُلٽو اُهي نوَ هزار به واپس گهرڻ لڳي. گوورڌن کي به خبردار ڪري ڇڏيائين. ليڪن مان اُلو ان ڳالهه کان پنهه بيخبر رهيس. گوورڌن جاٽي واٽي مونکي نه ٻڌايو. هن چيو، 'اسين اجمير مان شوٽنگ ڪري اچون، اُتي تون خرچ ڪج، باقي سمورو خرچ دادي سرسوتي ڪندي.'

منهنجي دوست شيام جئسنگهاڻيءَ تازو شادي ڪئي هئي. هو منهنجي صدقي، فلم جي يونٽ سان گڏجي، اجمير هليو. اُتي پهچڻ سان قلعي کُلي ويئي ته راجن کي هدايتڪاريءَ جي الف - بي جي به خبر ڪانه هئي. سڄي ڊائريڪشن اشوڪ راءِ پئي ڏني ۽ راجن چاولا صرف اسان جي خرچ تي سگريٽ پئي ڇڪيا. هن جي اصلي روپ ۽ مرادن جي به ڄاڻ پئجي ويئي. هو نه صرف گوورڌن کي بلڪ شيام کي بهپري پري رکڻ لڳو. جيئن تيئن ڪري اسان اجمير وارو شيڊيول پورو ڪيو. اُتي جو سمورو خرچ مون ڪيو هو.

بمبئيءَ ۾ دادي سرسوتي صفا ڦڙ ڪڍي بيٺي. هن صاف اکرن ۾ چيو ته هوءَ هڪ پائي به وڌيڪ نه ڏيندي. نون هزارن لاءِ به لئب جو ليٽر صحيح ڪرائي ورتائين. ائين هڪ هڪ ڪري سڀ الڳ ٿي ويا. رهجي ويس صرف اڪيلو مان ...!

مان پوريءَ طرح ڪوڙڪي ۾ ڦاسي چڪو هوس. منهنجا اڌ لک رپيا خرچ ٿي چڪا هئا جي مون وياج تي ورتا هئا. هن اسٽيج تي اگر مان

چپ ڪري ويهي ٿي رهيس ته اڌ لک تان هٿ کڻڻو ٿي پيو. جي فلم مڪمل ٿي ڪيم ته وڏيڪ قرض کڻڻو ٿي پيو. ليڪن فلم مڪمل ڪرڻ بعد اهو آسرو هو ته فائدو نه ته مور ته نڪرندو.

رڪارڊنگ وقت ٻن ڊسٽريبيوٽرن ائڊوانس ڏيڻي، ٻن ٽيريٽرين جا حق واسطا ورتا هئا. ليڪن اڳتي هلي خبر پيئي ته اُهي ٻئي بوگس ڊسٽريبيوٽر هئا، راجن چاولا جي چوڻ تي ٿورو سائننگ اماڻونٽ ڏيئي، اسانکي خوشفهميءَ ۾ رکيو هئائون.

اُهو سمورو عرصو، جيترو عرصو فلم پوري ٿيڻ ۾ لڳو، مون ڊپ ۽ هراس ۾ گذاريو. مان ڪجهه ڪري به نه پئي سگهيس. هيروئن راجوءَ جي پتني گيتا راج هئي؛ هدايتڪار اشوڪراءِ سندس ماڻهو هو؛ يونٽ جا ٻيا ڪلاڪار پڻ راجوءَ جا دوست ۽ واقفڪار هئا. مان ٿورو به ورود ڪريان ها ته فلم اڌ ۾ بند ٿي وڃي ها ..... ۽ پوءِ منهنجي هڙئي ٻڏي وڃي ها .... ايتري رقم ڪيئن ۽ ڪٿان چڪائيندس، هر وقت ان چنتا ۾ هوس !...

جنهن ڏينهن فلم جي ايڊيٽنگ پوري ٿي، راجن سڀ کان اول پنهنجي دوست اشوڪ راءِ کي ٽڪيٽ وٺائي. اُن بعد، دادي سرسوتيءَ اڳيان سرخرو ٿيڻ لاءِ، سترام روهڙا معرفت ڪيس چاوائي موڪليائين ته فلم جي ڊليوريءَ کان اڳ پنهنجا پئسا وصول ڪري وٺي. هوءَ لٽب ۾ اچي ويهي رهي. چي : پهرين مونکي نو هزار ڏي. مون ڪيس گهڻوئي ليلايو ته فلم رليز ٿئي ته مان توهان کي، توهانجي رقم ضرور واپس ڪندس. پر هن هڪ نه ٻڌي. نيٺ پنج هزار وٺي، پوءِ ڊليوري چالان تي صحيح ڪيائين. اُهي پنج هزار هڪ شاهوڪار کان هنڊيءَ تي وٺي آيو هوس.

مان ڏاڍو دکي هوس. راجن کي منت ڪندي چيم، ’مون سان جيترو ظلم ٿيو سو ٿيو. هينئر مهرباني ڪري تون مونکي منهنجي حال تي ڇڏي ڏي. تون فلم مان پنهنجا هٿ ڪڍي وڃ ته مان فلم هلائي، ڪنيل قرض لاهي سگهان!‘

راجوءَ سگريٽ مان وڏو ڪش هڻي، ڏند چيڪي چيو، ’ائين ڪيئن هٿ ڪڍندس. اجا ته توکي پيڙڻو اٿم...‘

اوڏيءَ مهل، ها اوڏيءَ مهل، زندگيءَ ۾ پهريون دفعو، منهنجي من ۾ هنسا پڙڪو کاڌو ۽ راجن کي خون ڪرڻ جو جذبو پرٻل بڻجي، جاڳي

پيو. پر مون سنجم ڪان ڪم ورتو ۽ عضو پي ويس ....

نہ صرف ايترو، بلڪ ھن مون ڪان ھڪ ليٽر تي صحيح پئي گھري جنھن موجب ھو ڪونج فلمس ۾ ڀائيوار نہ، ورڪر ھو جنھنجو عيوضو ھيترو ڪي ھيترو ھنڪي گھربو ھو. مون اُن ليٽر تي صحيح نہ ڪئي جو اھو سچ نہ ھو. فلم تي اسي ھزارن بجاء، ھڪ لک سٺ ھزار خرچ آيو ھو، جنھنجو حساب ڪتاب برابر لکيل ھو. نقصان يقيني ھو ۽ راجو نفعي نقصان، ٻنھي ۾ ڀائيوار ھو. تنھن ھوندي بہ مون ھن کي چيو تہ ھو فلم مان ھٽ ڪري وڃي جيڪا ڳالھہ ھن قبول نہ ڪئي.

سياڻو ماڻھو ٻلنگو ڦاسندو آھي. راجوءَ ڪان ھڪ اھڙي خطا ٿي ويئي جنھن ۾ ھو چؤڪنيو ڦاسي پيو. ليٽر پيڊ ۾ ائڊريس ۽ فون نمبر وغيرہ سندس گھر جو ھو. ڪونج فلمس جي نالي، ھز ماسٽرس وائيس وارن، رڪارڊن جي رايلٽيءَ جو چيڪ موڪليو تہ ھن اُھو چيڪ موٽائي، اُن جي عيوض ڪانئن ٻيون چيزون ورتيون جيڪا فارجري ھئي. فوجداري ڏوھ ھو. مون چندو لعل جئسنگھاڻيءَ معرفت راجوءَ مٿان فوجداري ڪيس داخل ڪيو. ڪيس بئلڊپيئر ڪورٽ ۾ پئي ھليو. ھو پھرين شنوائيءَ تي نہ آيو. ٻي تاريخ پيئي. ان وچہ ھو ڪن دوستن کي ساڻ ولي ڪشنچند ناگراڻيءَ وٽ ويو جيڪو تازو جج جي عھدي تان رٽائر ٿي وڪالت ڪري رھيو ھو. ھن کي اُبتيون سبتيون پٽيون پڙھائي، چندو لعل کي فون ڪرايائون جيئن ھو منھنجي ڪيس طرف پورو ڌيان نہ ڏئي.

اُن وقت راجن چاولا مشھور اداڪار راجيش کنہ جي پناري وڃي پيو ھو ۽ ڪيس دلبو ڏيئي چيو ھئائين تہ ھو لنڊن وڃي سندس فلمن جي ڊسٽريبيوشن آفيس کوليندو. راجيش کنہ ھن جي ڳالھين ۾ اچي ويو ھو.

ڪجھہ راجيش کنہ جي شھرت، ڪجھہ ناگراڻي وڪيل جي ھمٿ، راجو ٻيءَ شنوائيءَ تي بہ ڪورٽ ۾ حاضر نہ ٿيو. ٽينءَ شنوائيءَ جي وچہ ھو لنڊن پھچي ھليو ھو. جڏھن ھو ڪورٽ ۾ حاضر نہ ٿيو تہ فاضل جج ڪاوڙجي ويو. ھن راجن چاولا مٿان اَن بيليبل وارنٽ (بنا ظامن) جاري ڪيو.

مون راجن جي لنڊن واري ائڊريس ھٿ ڪئي ھئي. مان پنھنجيءَ تي اُچان ھا تہ انٽرراشٽريہ قانون موجب ڪيس لنڊن ۾ ئي گرفتار ڪرايان ھا پر مون اھڙو سخت قدم نہ کنيو جيتوڻيڪ ھن مونکي ڏاڍو ڏکي ڪيو

هو، ۽ اِن سبب ڪاوڙايو هو. اِهو فيصلو مون قدرت کي سونپي ڇڏيو.

ڏهن سالن تائين مان قرض ۾ پيڙبو رهيس. اُن وقت مون هڪ ليکہ لکيو هو تہ : ماڻهو صرف جنگ جي ميدان تي ئي شهيد نہ ٿيندو آهي، ڪو ڪو ماڻهو فلمي ميدان تيَ بہ شهيد ٿيندو آهي، جيئن مان ٿيون هوس .....!

منهنجي ماءُ ڪانسواءِ ٻين سڀني مون کان منهن موڙي ڇڏيو هو. هنن جي ليکي مون هڪ دفعو وري ڪين فٽ پاٿ تي پهچايو هو. پيءُ ناراض، ڀاءُ ناراض، پٽ ناراض، ڏيئر ناراض، زال ناراض ۽ مان چنتائن ۾ چوُر ... رات جو گهر موٽان تہ امان ڪانسواءِ ٻيا سڀ سمهيا پيا هجن. هڪ ڏينهن، امان پاڻ وٽ سڏ ڪري، ٻُراڻڙي پائي چيو، ’پٽ، تو ڪو ڏوهہ تہ نہ ڪيو آهي جو ايترو ٻُڏتي پيو ڪرين! تو ڏنڊو ڪيو جنهن ۾ نقصان پيو. فائدو بہ تہ ٿي سگهيو پئي. قرض برابر مرض آهي ليڪن اِهو مرض بہ لاهڻو تہ آهي نہ ... اگر توکي ڪجهہ ٿي پيو تہ بہ اُهو لاهڻو تہ پوندو ئي ... تنهن ڪري تون مڙس ماڻهو ٿيءُ ۽ اِن کي منهن ڏي .....!‘

مون ڪمر ڪشي ۽ پائي پائي، پئسو پئسو، ميڙي، قرض لاهڻ شروع ڪيو. منهنجو وچون پٽ چندر فوٽوگرافيءَ مان جيترو ڪمائي اَٿيندو هو، پاڻ تي خرچ ڪرڻ بجاءِ منهنجو قرض لاهيندو هو ....!

من ۾ دک هجي، ڪليش هجي تہ راڳ بہ درد ڀريا ئي وڻندا آهن. قلم مان رچنا بہ اهڙيائي سوز واري نڪرندي آهي — ويدناشيل !

هوجمالو جي نقصان منهنجي من جي ويٽا جون تارون ٽوڙي، ڪيس بي سرو ساز بڻائي ڇڏيو هو. پريشانيون آڪيرو اڏي ويهي رهيون هيون. اُن ئي مؤڙ ۾، ۱۹۷۱ع ۾، هوجمالو پرنٽ جو ڏهو ڪلهن تي ڪڻي، يو. پي. جي اُنهن شهرن ۾ هلائڻ لاءِ ڪڻي ويس جتي جتي سنڌين جو ڪالونيون هيون. لکنؤ، ڪانپور، گورکپور، سيتاپور، فيضاباد، اللهآباد، بنارس ۽ هردوار. نہ صرف اُتي فلم هلايم بلڪ سنڌين جي موجوده جيوت کان بہ واقف ٿيس جيڪا هو اُتي گهاري رهيا هئا. ڪو نهيل جڙيل گهر ڪيئن وِنڙي برباد ٿي ويندو آهي، اِهو احساس ٿيو هو سنڌين جي سماجڪ حالت ڏسي.

مون اُنهن شهرن جي سنڌي ڪالونين ۾، گهر گهر وڃي فلم جون

ٽڪيٽون وڪيون هيون. سائيڪل رڪشا تي پوسٽر هٽي، فلم جا رڪارڊ وڄائي پڙهو ڏنو هئم.

بنارس ۾ ٻه ٽي ڏينهن رهيو هوس. اُتي جيڪي انيڪ پرايم، اُن تي ڊائري جا ورق لکيا هئم جي ڪونج جي ۱۹۷۱ع واري آزادي پرچي ۾ ڇپيا هئم. اُهي ورق پڙهي دهلي مان نارائڻ شيام ساراه جو خط لکيو هو. بنارس ۾ تارا ميرچنداڻي وٽ ويندو هوس. اُتي ئي ستيش روهڙا پڻ مليو هو جيڪو مونکي پنهنجي گهر وٺي ويو هو. اُتي ئي ستيش روهڙا جي سمپادڪيءَ هيٺ ڪونج جو هڪ خاص پرچو ڪڍڻ جي يوجنا ٺاهي هئيسون جنهنجو نالو سنڌالاجي رکيو ويو هو. ليڪن باوجود ڪيترن خطن لکڻ جي ستيش روهڙا کي اديبن وٽان مواد نه آيو ته هو نراس ٿي پيو ۽ گڏ ڪيل ٿورو مواد مونکي موڪلي، پاڻ پري ٿي بيلو. مون جيئن تيئن ڪجهه مضمون وٺي، اُهو پرچو ظاهر ڪيو هو جنهنجو عنوان ساڳيو ئي رکيم : سنڌالاجي !

مان ڄاڻيان ٿو بنارس ۾ لکيل اُهي ڊائريءَ جا ورق، پنهنجي هن آتم ڪٿا ۾ درج ڪريان جيئن منهنجا سڄاڻ پاٺڪ، جي منهنجي هيءَ آتم ڪٿا پڙهي رهيا آهن، اُهي ورق به پڙهي وٺن.

## ذهن جي ڊائريءَ جا ٻه ورق

بنارس — ۱۰ اپريل، ۱۹۷۱

بنارس ۾ آئي اڄ مونکي پنجون ڏينهن هو. هوجمالو جو هڪ شو ڪاميابيءَ سان هالئي لاءِ ڪيتري نه ڄاڪوڙ ڪرڻي پيئي آهي. ٻين ٻين ويچار وارن ماڻهن سان گڏجڻو پيو آهي ۽ ڪيترين ئي غير ضروري صلاحن کي برچشم ڪرڻو پيو آهي. ٽڪيٽون گهر گهر وڃي نيڪال ڪرڻيون پيئون آهن، جيئن بمبئيءَ ۾، شروعاتي دؤر ۾ ناٽڪن جون ٽڪيٽون وڪرو ڪيون وينديون هيون.

اڄ ڇنڇر آهي ۽ هن وقت ڏينهن جا ٻارهان لڳا آهن. سڀاڻي يعني آرتوار صبوح جو نوين بڄي تائين، (شو شروع ٿيڻ جو ٽائيم) مونکي هينئر ڪوبه ڪم نه آهي، سواءِ رلڻ ۽ ٻلڪڻ جي.

هڪ بڄي منجهند جي ماني وغيره کائي فارغ ٿيو آهيان ۽ هينئر گودوليا جي چؤراهي تي بيلو سوچي رهيو آهيان ته گرميءَ جا هيءَ چند

گرم ڪاڪ ڪٽي وچي گذاريان (جو تہ مونکي ٣ بجي تارا ميرچندائيءَ کي چار ٽڪيٽون پهچائڻ وڃڻو هو.)

هنن گذريل ٣ - ۵ ڏينهن ۾، وقتي اڪيلائيءَ جي احساس ايترو تہ پوڳايو اٿم جو اُنهن گهڙين - پلن ۾ ائين ٿي پئي ڀانيو اٿم تہ بنارس ۾ جڻ مان اڪيلو ۽ تن - تنها آهيان ۽ مونکان سواءِ هتي ٻيو ڪوبہ بني بشر ڪونہ آهي. اُن ويل منهنجي ذهن ۾ اڄ جي جديد ليڪڪن جون اُهي ويچار ڌارائون ڦرڻ لڳيون جن ۾ هنن، هن جڙوادي يگہ ۾ هڪ فرد جي گم ٿيل شخصيت، چهري ۽ نالي جو ذڪر ڪيو آهي. (فيس ليس، نيم ليس ۽ نلنگ نيس) بنارس ۾ ڪيتري ڀيڙ آهي. هر طرف ماڻهو ئي ماڻهو آهن ليڪن مون لاءِ جڻ سڀ چرندڙ ڦرندڙ ڪلپتليون آهن.

آخر ٻيو ڪجهہ نہ سجهيو تہ گنگا گهاٽ طرف رُخ رکيم. گهاٽ تي پهتس تہ تيرس ولي ويم. اُهو ساڳيو دشاشوميڌ گهاٽ جتي صبوح شام ڪٿا ڪيرتن ۽ ياترين، شرڌالن ۽ پڳتن جي ڀيڙ لڳي پيئي هوندي آهي، سنسان لڳو پيو هو. بلڪل منهنجي من جيان، جنهن ۾ هينئر ڪوبہ اُمنگہ ۽ اُلهاس ڪونہ هو. هتي - هُتي ڪو ساڌو فقير چانو ۾ ليٽيو پيو هو. هڪ ڪنڊ ۾ هڪ هپي اڪيلو ويلو ڪجهہ سوچلي بہ رهيو هو تہ پنهنجي وڏيل ڏاڙهيءَ کي آهستي آهستي سهلائي بہ رهيو هو. ميدان صاف جاٽي ڪُتا خالي دونا چٽي رهيا هئا. بہ چيلا بي فڪرا ٿي دونا ۽ پيا پن چباڙي رهيا هئا. پندن جا ڪاٺ جا منچ، جتي ياتري پنهنجا وستر ۽ وستو رکي گنگا اِشنان لاءِ ويندا هئا، سي پڻ سُڃا لڳا پيا هئا. مان هلندو اُن منچ وٽ پهتس جتي روزانو پنهنجا ڪپڙا رکي، گنگا اِشنان لاءِ ويندو هوس. منچ خالي هو ۽ مٿس ڪچيءَ جي پنن جي چٽيءَ جي ڇايا هئي، جيڪا اُس جي بچاءَ لاءِ هر منچ تي لڳل هئي. مان مٿن ڪان ٿيلهو رکي، چٽيءَ جي ڇايا هيٺ ليٽي پيس. مٿي صاف ۽ نيرو آڪاش هو جيڪو سوريہ پرڪاش ۾ چمڪي رهيو هو ۽ پاسي کان گنگا وهي رهي هئي جا بہ جڻ تہ پنهنجن بالڪن کي وهنجاري سهنجاري، سندن منوڪامنائون پوريون ڪري، هينئر سُتي هئي ۽ ٿڪ وچان ڪيس ننڊ ڪچي ويئي هئي. رکي رکي ڪن بالڪن گنگا جي شانت ڌارا ۾ ٽپا پئي ڏنا ۽ ائين سندس شانتيءَ ۽ نِندرا کي ڀنگہ پي ڪيو، جيئن اڪثر ڪير ٻياڪ ننڍڙا ٻار رکي رکي سُتل ماءُ جي ڇاتيءَ ۾ ٺوڍو هڻي سندس ننڊ ڦٽائيندا آهن يا ٻُک وِچان

تڪڙي تڪڙي ڇڳڙ ڏيڻ شروع ڪندا آهن.

مان ﺑﻪ اڍائي ڪلاڪ اُتي ليٽيو پيو هوس. اِئين پئي ڀانيم ڄڻ پنهنجي جيجل جي پير ۾ ليٽيو پيو آهيان، جيئن اڪثر ننڍپڻ ۾، ٻن ٽِپهرن جي وقت، امان پير ۾ ليٽائي چڙهيندي هئي ۽ ٿڌڙا ڪري ننڊ ڪرائيندي هئي. فرق صرف ايترو آهي جو اُن زماني ۾، اِن تاڙ ۾ هوندو هوس ﺗﻪ ڪڏهن ٿي امان کي ننڊ ڪجهي ۽ مان اُتان اُٿي کسڪان ۽ وڃي جيڏن سنگتين سان راند روند رمان. پر اڄ مون سچ پچ ننڊ ڪرڻ پئي چاهي جيئن هيترن ڏينهن جو ٿڪُ ۽ اوجاڳو دور ڪري سگهان.

ساڍي ٽين بجي ڏاري ڪيڙا ڇنڊي اُٿيس ۽ گنگا جل سان هٿ منهن ڌوئي، تازو توانو ٿي، تارا ميرچنداڻيءَ سان ملڻ سندس گهر روانو ٿيس. رڪشا ڪري مان پوري چئين بجي سندس گهر پهتس.

’رامسنس‘ سندن فرم جو نالو آهي — جنرل اِسٽور، جنهن کي مون بمبئيءَ ۾ رهندي اڄ تائين هڪ سِلڪ مرچنٽ پئي سمجهيو. اڳيان سندن اِسٽور ۽ پٺيان رهائش جي، ماڊرن ڊنگ سان سينگاريل، ڪشادي جاءِ هئي، جيئن هنن جي دِل ڪشادي آهي! هِن کان اڳ مان تارا جي گهوٽ سان ڪونه گڏيو هوس، اُن ڏينهن هن سان ﺑﻪ منهان منهن ملاقات ٿي ويئي. ڇا ﺗﻪ مڙس جي پرسنلٽي هئي! لنبو، چوڙو ۽ بيحد ڪلمکرا مون سوچيو، اُها ناري ڇو ﻧﻪ ڀاڳوان هوندي جنهن کي ههڙو شاهاڻي شخصيت وارو گهوٽ مليو هوندو. سندس سَسُ جهونن ويچارن جي هوندي ﺑﻪ، اڄ جي زماني سان پاڻ نڀائي هلندڙ هئي. هوءَ سنڌي ساهت ﺑﻪ پڙهندي هئي. تارا جون نياڻيون جي ٻالڪ اوسٿا پار ڪري چڪيون هيون، ڪافي سمجهدار ۽ دنيا داريءَ کان واقف هيون. مون من ئي من ۾ تارا کي شاباس ڏني جنهن پنهنجي سڀاجهي سڀاءَ بدولت گهر کي سرڳ بڻائي ڇڏيو هو. اهڙي ماحول ۾ مون جيڪي چند ڪلاڪ گهاريا سي نهايت سُکمي هئا. جي مان بنارس مان سوکڙيءَ طور ساڻ کڻي آيو آهيان. اِئين مونکي ڊاڪٽر ستيش ڪمار روهڙا جي سنگ ۽ صحبت ۾ گذاريل چند ڪلاڪن مان ﺑﻪ سنتوش مليو هو.

آرتوار، ١١ اپريل ١٩٧١.

اڄ هوجمالو جو مارننگ شو هو، اِنهيءَ ڪري رات جو پوري ننڊ ئي ڪانه آئي. هونءَ ﺑﻪ ڌرمشالا جي ٽپيل فرش ﺗﻪ ننڊ گهٽ ايندي هئي.

رات جو سمهنديءَ سمهندي ١١ - ١٢ لڳي ويندا هئا ۽ صبوح جو ٥ - ٦ جي وچهر اڪر کلي ويندي هئي. ڇهين بجي ٻاهريون ڦاٽڪ کوليندا هئا ۽ مان چانهه جي تلاش ۾ ڪيترا فرلانگ اڳتي نڪري ويندو هوس. پوءِ هليو ويندو هوس گنگا گهاٽ تي اِشنان لاءِ. ڄتان ڪلاڪ ڏيڍ بعد موٽي ايندو هوس.

شو سڪر سان پورو ٿيو. سماپتيءَ بعد ڪيترا ئي ڪنا مليا ۽ ڪڙا رايا هڏڻا پيا. ڪانپور مان ڀڳوانداس ڪيسواڻي آفيس جي ڪم سان بنارس آيو هو ۽ منهنجي هتي هئڻ جو ٻڌي، سئنيما ٻاهران اچي بيٺو هو. ساڻس ملي ڏاڍي خوشي ٿي. هن جي گهر ۾ رهي مون جيڪو سڪر ۽ قرب پاتو هو سو ڪڏهن به نه وسرندو. تاڪيد ڪري چڏي هئائون ته جڏهن وري فلم هلائڻ لاءِ هتي اچان ته وٽن اچي لهان ۽ جي ٻئي ڪنهن هنڌ لٿس ته هو دل ۾ ڪندا. هلڻ وقت جيوت چاولا چيو هو ته مان بنا حجاب وٽن هليو وڃان. ۽ هينئر جو پاڻ ڀڳوانداس هتي گڏجي ويو ته آڪي باقي ٻڌترَ به دور ٿي ويئي چو ته هن اڳواٽ ئي ڪانپور لکي ڇڏيو هو ته مان بنارس ۾ آهيان ۽ جلد ئي ڪانپور اچڻو آهيان.

شام جو گنگا ۾، ٻيڙيءَ تي سئر ڪرڻ جو پروگرام ٺاهيوسين. مون سان گڏ سنڌو پريس جو مالڪ به گڏجي هلڻو هو.

ڪجهه ڏينهن کان اُتر پرديش جي ڪيترن شهرن ۾ برسات ۽ طوفان لڳي رهيا هئا. چڱوئي نقصان ٿيو هو. تنهن ڪري بنارس جي اُها شام به جهڙالي هئي. هيٺ هوا سبب گنگا ۾ شوخ لهرون هيون ۽ مٿي آڀ ۾ وسڻ لاءِ آتا بادل هئا. ڀڳوانداس ٻيڙيءَ جي سئر لاءِ دل من هٽڻ لڳو، جو اڳهر ڪيس هڪ ڪڙو آزمودو مليل هو. ليڪن اسان ٻن جي راءِ کي مان ڏيئي، هُن هلڻ سويڪار ڪيو. ٻيڙيءَ ۾ اسان ٽن کان سواءِ ٻيا پنج ست هندستاني پڻ هئا.

ڏاڍي وٽندڙ هوا پئي لڳي. اسان جي ٻيڙي قابل ملاح جي هٿن ۾ هئي ۽ اُها لهرن کي چيريندي اڳتي وڌي رهي هئي. اسين چڱوئي اڳتي وڌي آيا هئاسين. اوچتو ڦهرين ڦڙ ڦڙ ۽ پوءِ تيز هوا سان گڏ برسات به تيز وسڻ لڳي. ٻيڙي هوا ۽ لهرن تي لُڏڻ لڳي. سيني جي ڇهرن تي ماٺ جي مهر لڳي ويئي هئي. ملاح دلداري ڏيندي، ٻيڙيءَ کي بيحد سنڀال سان ڪناري طرف هاڪارڻ شروع ڪيو.

آخر اسين سکہ سان اچي ڪناري پيڙا ٿياسين. گنگا جو هيءُ گهاٽ ڇڱو پري هو. اوچتو جڏهن نہ اڀ ۾ بجلي چمڪي ڳم ٿي ويندي آهي، تيئن هڪ گوري ناريءَ جي ننگي ديھہ جو چمڪاٽ ڏٺوسين جيڪو صرف هڪ کِن لاءِ هو ۽ هُئي کِن اهو جسم ڪاري چادر ۾ ويڙهجي، اکين کان اوجهل ٿي ويو — جيئن چندرما ڪارن ڪڪرن اندر لڪي ويندو آهي.

اُن اوجهڙ پاسي، ڪنهن بہ پرش جي اچڻ جي سنڀاونا نہ ڄاڻي، شايد اُها هپي گوري ناري پنهنجي جسم کي وسترن کان مڪت ڪري، ديھہ جي اگنيءَ کي ورکا جي ڦوهار ۾ سيتل ڪري رهي هئي، ۽ اسانکي ڪناري تي لهندو ڏسي اُٿي کڙي ٿي ۽ پنهنجي ننگي جسم کي ڪاريءَ چادر ۾ ويڙهي هلي ويئي هئي. اُن ويل منهنجي من ۾ ويچار اُٿيو تہ ڇا اِهو ٻن ملڪن جي آبهوا جو اثر هو جو يورپ ۾ ساڳي ناري جسم ۾ گرمائش پئدا ڪرڻ لاءِ سوريہ اِشنان تي ڪري ۽ ساڳي ناري ڀارت ڀوميءَ تي اچي، ورکا اِشنان ڪري، تن جي اگنيءَ کي سيتل تي ڪري؟ يا اِهو ٻن تهذيبن جو ٽڪر هو جنهن ۾ يورپي تهذيب اندر واسنا جي ترپتيءَ جي کلي ڇوٽ هئي ۽ هتي، ڀارت ۾، اُها ڪن مريادائن جي گهيري اندر بند هئي. ليڪن اُنهيءَ گهڙيءَ، مون تان ڀارتي تهذيب جي سُنائيءَ جي خوش فهميءَ جو ڀوت لهي ويو جڏهن اسان مان هڪ جوان ڪلنڊي هيءَ بيهودو رمارڪ پاس ڪيو : هيڙي ٿورو اڳہ پهچي ها تہ مان اُن گوري ڇوڪريءَ کي وچي دٻايان ها .... هُن جي بڪواس تي سندس ساٿي ٺھ ٺھ ڪري کلڻ لڳا. مون من ئي من شرمسار ٿيندي سوچيو اسان جي هيءَ هيڙي گنگا جي گود ۾ سمائجي ڇو نہ ويئي!

هڪ دفعي گورودن ڀارتي بمبئيءَ آيو تہ مون وٽ بہ آيو. ڪيس فل سوٽ پيل هو. منهنجي دل کي چوٽ رسي. منهن مان اُمالڪ نڪري ويو، 'منهنجا ڪپڙا لهرائي، تون پاڻ فل سوٽ پائي پيو گهمين .....!'

هو ڏکڻو شاعر، منهنجي چوٽ تي ضربجي پيو. اُن ڏينهن کانپوءِ ٻن وري ڪڏهن فل سوٽ نہ پاتو ...!

ليڪن منهنجا بہ تہ سڀ ڪپڙا لهي چڪا هئا ...

راڄن ڇاولا سمجهيو هو تہ هو لنڊن وچي سک چين جي زندگي بسر ڪندو. ليڪن اِئين ٿيو ڪونہ. ڪجھہ عرصو گذريو تہ هن جو روح ڀارت

موٽڻ لاءِ بي قرار ٿي پيو. مگر هو پارت موٽي نہ پئي سگهيو جو ڪيس خبر هئي تہ مٿس وارنٽ نڪتل هو. منهنجي ليکي جلاوطني وڏي سزا هئي جيڪا هو ڀوڳي رهيو هو.

هڪ دفعي ناگرائي وڪيل، جيڪو پاڻ ناول نويس هو، مونکي ڪونج جو چندو وٺڻ لاءِ پنهنجيءَ آفيس ۾ ڪوٺايو. مون جڏهن پنهنجي ۽ راجن جي جهيڙي بابت ڪيس حقيقتون ٻڌايون تہ هو وائڙو ٿي ويو. چيائين : مونکي تہ اِئين ٻڌايو ويو هو تہ تون راجن چاولا کي بلئڪ ميل ڪري رهيو هئين جئن هو لنڊن وڃي نہ سگهي. پر هينئر تہ ڳالهيون ئي ٻيون پيو ٻڌان ....!

جڳت آڏواڻي، جنهنکي ڪي خوشامندڙيا اديب ۽ اديبائون جڳت دا ڪوئيندا آهن، اُن پنهنجي معيار جي ماڙيءَ تان هيٺ لهي، ’چندولعل ساهت مالا‘ شروع ڪئي ان مراد سان تہ جيئن هو منهنجي ڪيس مان هٿ ڪڍي وڃي. اهڙيءَ طرح هن گيتا ۽ راج سان پنهنجي دوستي نباهڻ پئي چاهي ....! مونکي جڏهن اِن حقيقت جو پتو پيو تڏهن منهنجي دل ۾ جڳت آڏواڻيءَ لاءِ جيڪا عزت ۽ احترام هو، اُهو ڪافور ٿي ويو. هڪ ٻيو بہ سبب هو جنهن مون تي جڳت لاءِ قرب جا در ۽ دريون بندي ڇڏيا هئا. هن کي سنڌ سان اِن ڪري پيار ۽ حب نہ هئي چو تہ اُتي هن جي پنهنجي ڪابہ زمين جئداد ڪانہ هئي. تنهنجي معنيٰ تہ شاعر عزيز جيڪو هنياءُ ڦاڙيندڙ شعر چيو هو تہ : جئداد سنڌ اٿم ، ڪليم سنڌ تي اٿم .... اُن کي ڪا معنيٰ، ڪا اهميت ڪانہ هئي. شاهہ لطيف پنهنجو آفاقي شعر : حيف تني کي هوءِ، وطن جني وساريو .... شايد جڳت آڏواڻيءَ جهڙن شخصن لاءِ لکيو هو.

مان سوچيندو آهيان منش ڪيترو نہ وچتر آهي! اُن جي من ۽ انتهہ جو ڪو انت ئي نٿو لهي سگهي .... ڪڏهن هو آڪاش کي ڇهڻ جا يتن ٿو ڪري تہ ڪڏهن پاتال پهچي ٿو وڃي ....!

راجن چاولا پنهنجن دوستن کي خط لکيا تہ منهنجا بند آزاد ڪرايو، مون کي پارت موٽڻ جو رستو ڪڍي ڏيو.

هري آتمارام فون ڪري مون کي پاڻ وٽ گهرايو. سموريون ڳالهيون ٻڌي چيائين : تون حق تي آهين، توسان ناحق ٿيو آهي! وهنوار ۾ بہ پائڻ، ٽيون ليکو ....

هيري چاولا پڇيو : معاملو ڪهڙو آهي؟ مون ڪيس سمورو معاملو ٻڌايو. مشڪي پڇائين : ڳالهه جو ڪو رستو؟ مون چيس : ڀائيوار هو. نقصان جو اڌ ڀري ڏي. وياج، جيڪو مون ڀريو آهي ۽ ڀريان پيو، اهو مون ڇڏيو. جيترو مون کي ڀوڳايو اٿائين، اهو مون معاف ڪيو ...

موهن ڪلپنا نراڙ ۾ گهنج وجهي، سنجيده ٿي چيو : مونکي خبر آهي ته تون مونکي ڏاڍو ڀائيندو آهين. تون منهنجي هڪ ڳالهه ضرور مڃ .... رات جو سپني ۾ راجن اچي ٿو ۽ روئي ٿو ... چوي ٿو : تون منهنجو دوست آهين. تون ئي مونکي جلاوطنيءَ کان مڪتي ڏياري سگهين ٿو.

ٻڌ، منهنجا دوست، جلاوطنيءَ جي پيڙا مان به ڀوڳيان پيو، تون به ڀوڳين پيو ... تنهن ڪري تون مون تي اِهو هڪ احسان ضرور ڪر .... تنهنجا پئسا مان توکي ڏيندس، ليڪن قسطن ۾ .... تون راجن وارو وارنٽ رد ڪراءِ ....!

مون چيو : اِهو برابر آهي ته هڪ ليکڪ طور مان تنهنجي تمام گهڻي عزت ڪندو آهيان. ليڪن هن معاملي ۾ مان اڪيلو نه آهيان، منهنجو سمورو ڪٽنب شامل آهي. مان توسان هڪ رعايت ڪري سگهان ٿو. تون مونکي جيترا پئسا ڏيڻ چاهين، هڪ ئي وقت ٽيبل تي رک، مان اُهي ڳڻيندس به ڪونه، راجن جو وارنٽ ڪئنسل ڪرائي ڇڏيندس ....!

موهن کي خبر هئي ته مان سچ چئي رهيو هوس، پنهنجيءَ ڳالهه تان پٺتي هٽندس ڪونه، ليڪن هن سواءِ ڳالهين ۽ دلاسن جي ٻيو ڪجهه به ٽيبل تي نه رکيو ۽ نه ئي رکڻ وارو هو ڇو جو مان موهن جي فطرت کان واقف هوس ....

هڪ ڏينهن ڪيرت ٻاٻاڻيءَ آفيس ۾ گهرايو. ڏسان ته اُتي گيتا ويٺي هئي. منهنجو گيتا سان ڪوبه جهيڙو نه هو. اسان ٻنهي هڪ ٻئي کي وِش ڪئي، خير خيريت پڇي. ٻيون به رسمي ڳالهيون ٿيون.

ڪيرت چيو : گيتا توسان ڪجهه ڳالهائڻ ٿي چاهي. مهرباني ڪري تون سندس ڳالهيون همدرديءَ سان ٻڌج.

مون يقين ڏياريو ته گيتا چيو : ’تون اِئين سمجهه مان تنهنجي ڀيڻ آهيان ۽ ڀيڻ جي حيثيت ۾ توکان ڪجهه گهري رهي آهيان ته ڇا تون

پيٽ کي نراس ڪندين؟'

پومڪا ٿڌي مون هلڪو ڪليو. چيم : مان اهڙو ڪئور نه آهيان، البت ڏکويل تمام گهڻو آهيان. جيڪڏهن منهنجي وس جي ڳالهه هوندي ته مان توکي نراس ٿيڻ جو موقعو نه ڏيندس ...

گيتا پرس کولي نوٽن جو هڪ بنڊل منهنجي سامهون رکيو. منٿ ڪن ترسي چيائين : 'هيءُ منهنجي پنهنجي ميڙي چونڊي آهي. تون وشواس ڪر راجن اُتي کوڙي به ڪين ٿو ڪمائي، مان نوڪري ڪري گهر هلايان پيئي .....!

ٻه منٽ ماٺ رهي پڇيم، 'گهڻا آهن؟'

'گهڻا بلڪل ڪونهن، صرف ڏهه هزار آهن. تون اِئين سمجهه، تو پنهنجيءَ پيٽ جو مانُ رکيو.'

'لکپڙهه ڪيئن ٿيندي؟'

'سڀاڻي صبح جو ڪورٽ ۾ وڪيلن جي سامهون صحيون ڪنداسين. مان راجن کان پاور آف اٽارني وٺي آئي آهيان. مان ڪونج فلمس جي ٽوٽل مالڪي توکي لکي ڏينديس ۽ تون وارنٽ رد ڪرڻ واري درخواست تي صحيح ڪندين!'

مون سنجيدگيءَ سان چيو،'اِها صحي مان هڪ پيٽ جي چوڻ تي ڪندس، ليڪن راجن چاولا شخص طرف منهنجو جيڪو حق ۽ اِنصاف رهيل آهي، اُهو مونکي ڪڏهن به ملڻ گهرجي ...'

ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جي چهري تي سرخ شعاع ٿيو. مرڪي چيائين، 'شاباس هجيئي! مونکي تو مان اِهائي اُميد هئي. فلحال هيءُ پئسا مان پاڻ وٽ امانت طور رکان ٿو، جڏهن ٻئي ڌريون پيپر ساين ڪندا، امانت مالڪ کي ڏيندس ...'

. اِهي ڏهه هزار مونکي فلم جي نقصان بلي ڪين مليا هئا. هيءُ اُهي پئسا هئا جي شوٽنگ جي دؤران مون ڪين شخصي طور ڏنا هئا. سندن گهر جا رهيل بجلي بل ۽ راجن جي هندي فلم جي ايڊيٽر جا بقايا پريا هئا جو ته هن يونين معرفت نوٽيس ڏنو هو ....

هوجمالو مونکي زندگيءَ جي ڪيترن مورچن تي شڪست ڏني. سنڪٽ ئي سنڪٽ ڏنا. هڪ طرف ڪٽنب جو ناراضپو. خاص طور بابا ڏاڍو

ناراض هو. هن سخت پورهيو ڪري اسان کي لائقيءَ لڳايو هو. عزت آبروءَ سان جيئڻ ۽ رهڻ جو ذريعو ميسر ڪري ڏنو هو. اسان ڏن گهٽ، گامَ طرفان عزت وڏيڪ حاصل ڪئي هئي. اِها پونجي وڌندي ئي رهي هئي. ليڪن هوجمالو سڀ ڪجهہ ڦري ورتو — خاص طور خوشي، جيڪا دُرلڀ چيز آهي.

هڪ ڏينهن بابا ڏکويل لهجي ۾ چيو، ’تو اسان کي واپس فٽ پاٿ تي آڻي ڇڏيو!‘

بابا جو ڏک وچان چيل اُهو جملو منهنجي سيني ۾ تير جيان چڀي ويو .... چڀندو رهيو ....

ڪيترا ماڻهو وَرجائي چوندا آهن : پروفيسر رام پنجواڻيءَ کي سرڳواس ٿئي هيترا سال ٿي ويا آهن پوءِ بہ تون اڃا تائين ڪونج ۾ سندس نالو پئٽنرشپ ۾ ڏيندو اچين!

مان هر ڪنهن کي تہ ڪونہ ٻڌائيندو آهيان ليڪن ڪِنِ خاص شخص کي اِن جو سبب ضرور ٻڌائيندو آهيان. مان ڪين ٻڌائيندو آهيان تہ پروفيسر رام پنجواڻي نہ صرف ڀهو مکي ڪلاڪار هو، سنڌي ٻوليءَ جو عاشق ۽ جاتيءَ جو گهنگهرو هو، بلڪ ڪونج جو ۽ منهنجو شخصي طور خير خواهہ هو.

پروفيسر رام پنجواڻيءَ ڪونج لاءِ تہ گهڻيائي مدد ڪئي ليڪن مون کي جڏهن ’هوجمالو‘ فلم ۾ وڏو نقصان پيو ۽ زندگيءَ جي گاڏي پٽڙي تان لهي ويئي تہ هڪ ڏينهن مونکي اڳيان ويهاري چيائين، ’تون وڏو بيوقوف آهين! بيوقوف اِن ڪري ٿو چوانءِ جو جنهن تنهن تي وشواس ڪري، نقصان پائي، پوءِ ڳٽيون پوڳيندو وتين!‘ مان چپ ڪري ٻڌندو رهيس ۽ هو چوندو رهيو، ’هونءَ تہ مان تنهنجي ڪابہ مدد نہ ڪريان پر مونکي تنهنجي پيءُ جو خيال آهي، جنهنکي هيءُ سمورو قرض ڀري ڏيڻو آهي. تنهنجو پيءُ ۽ سندس پائر لاڙڪاڻي ۾ ديوان کي (سندس پتا ديوان پرتاپراءِ) ووٽ ڏيئي کٽائيندا هئا. ان ڪري مان تنهنجي نہ، تنهنجي پيءُجي مدد ڪري، کيس قرض کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ ٿو چاهيان.‘

پروفيسر صاحب جي ايتري همدردي مون کان برداشت نہ ٿي سگهي، روئي ويٺس. پوءِ بہ مون من کي مظبوط ڪندي چيو، ’اوهان جي وڏي مهرباني جو اوهان اسان جو ايترو اونو رکو ٿا. ليڪن مان پنهنجي پيءُ

پيءُ لاءِ بيک يا دان ولي، سندس عزت گھٽ نہ ڪندس. توهين رڳو ايتري مهرباني ڪجو، ڪونج تي پنهنجو هٿ رکندا اچجو جيئن اُها بند ڪرڻ جي نوبت نہ اچي.

اِنڪري پروفيسر رامَ پنجواڻي نہ صرف منهنجيءَ دل تي بلد ڪونج جي پئلنرشپ تي پڻ مٿاهون آهي ۽ مٿاهون رهندو ....

اڄ بابا اسان جي وچھ ڪونهي. امان بہ ڪانهي. ڪوشليا بہ نہ رهي آهي. ليڪن اُنهن جي ياد سيني کي آهي. هميشه رهندي .....

بابا جڏهن پيريءَ سبب گھر ويڙو ٿيو تہ پنهنجا ڪي نيم ٽيم ٺاهي چڏيائين. صبح جو سوير اُٿي، سنان پاڻي ڪري، اڇا ڌوتل ڪپڙا پائي، ڏاڙهي ۽ وارن کي ڦڻي ڏيئي، ٽانڊي ۽ پٽڪو ٻڌي، سکمنيءَ جو پاٺ ڪندو هو. پوءِ کير ۽ بسڪيٽ جي نيرن ڪندو هو. اُن بعد گھر جي ڪم ڪار ۾ هٿ ونڊائيندو هو. ٻاجيون ڪلي ٺاهي ڏيڻ، ڌوتل ڪپڙا سڪڻ وجھڻ، سڪل ڪپڙا لاهي، ويڙهي رکڻ. ٻنپهرن جي ماني کائي سمهي پوندو هو. جيستائين اسان وٽ جئڪي ڪتو هو، اُن کي رات وارو ڪاڌو — بريڊ ۽ جيراندي پوري بابا ئي کارائيندو هو.

منهنجو بابا، جنهنجو گرونانڪ ديو ۾ اٽل وشواس ۽ شرڌا هئي، جيڪو مونکي ڪلهي تي ويهاري شهر ولي ويندو هو، صبح جو هنج ۾ ويهاري گراموفون تي ڀڳت ڪنورامَ، سئگلَ ۽ جيوٽي ٻائيءَ جا رڪارڊ ٻڌائيندو هو، هڪ دفعي مونکي ماهوٽن کان پنڊ ٿي پنڊ ڏامراهن ولي ويو هو — منهنجي ناناڻي، جتي امان ٺڪيل هئي. اُن پنڊ ۾ رات پئجي ويئي هئي ۽ اسين ٻئي پيءُ پٽ، هڪ ڪڪائين جهوپڙيءَ ۾ ٻرندڙ لالٽين جي جهڪيءَ روشنيءَ جي آڌار تي، ماڳ وچي پهتا هئاسين. دڳہ ۾ ڪتن کي لٺ اولاريندا ويا هئاسين. ٻپ وچان مون بابا جو هٿ سوگهو جهليو هو.

ٻئي هڪ دفعي بابا مون کي منهنجي ڏاڏاڻي ڏيهہ، خيرپور وٺي ويو هئو جتان لقمان وچڻا هئاسين. خيرپور ۾ بس مان لهڻ شرط سڀ کان پهرين .ُتي تي هلي دارون پيتو هئائين، تسريءَ ۾ ..... اُهوئي منهنجو بابا، مون کي ننڍپڻ ۾ ڪراچيءَ ولي ويو هو گوميءَ جي شاديءَ ۾ جتي هن جي شادي چيتن ماڙيوالا سان ٿي هئي ..... ساڳيو بابا مون تي سخت ڪاوڙيو هو جڏهن اسان بمبئيءَ ۾ حلوائڪو دڪان کوليو هو ۽ ٽئين ڏينهن منهنجي غفلت وچان، گهڻي بار رکڻ سبب، شوڪيس جا شيشا ٽٽي پيا

هئا ۽ ڪانچ جا ٽڪرا حلوي اندر دٻجي ويا هئا ..... هو مون تي اُن وقت به ڪاوڙبو هو جڏهن مان ليڪن جي ڪنهن پڪنڪ، ايڪسڪرشن يا سميلن - سيمينار وغيره ۾ شرڪت ڪرڻ ويندو هئس. بابا مونکي وڃڻ کان روڪيندو هو ۽ مان ضد ڪري هليو ويندو هوس. پوءِ هو رُسي ويندو هو ۽ مهنو ڪن رٺل رهندو هو، ڳالهائڻ ٻولهائڻ بند ڪري ڇڏيندو هو. هڪ دفعي ايتري ڪاوڙ لڳس جو ڪرسي ڪٽي اولارڻ لڳو. ڪوشليا ورجائي چيس : 'هيءُ ڇا پيا ڪريو. پنهنجي وڏي پٽ کي سندس زال جي سامهون ڪرسي اولاري رهيا آهيو ....! مون زال کي روڪيندي چيو : تون اسان پيءُ - پٽ جي وچهر نه اچ .... بابا کي ڪاوڙ ڪيڻ ڏي ... اِهو سندس حق آهي ...

هڪ ڏينهن مونکي هڪ ننڍي ٽريلريءَ لاءِ هوجمالو جا ساڍا ٽي هزار مليا ته بابا چيو : مون کي انهن پئسن مان اڍائي هزار ڏي. ڪوشليا چيو : توهان ايترا پئسا ڇا ڪندا؟ چندر ماءُ کي چيو: پاپي، تون وچهر نه پوين. بابا پنهنجي پٽ کان پئسا ٿو گهري، ڏيڻ ڏينس، پوءِ هو ڪيڏانهن به ڪري. مون بابا کي اڍائي هزار ڏنا ته اُنهن کي ساه سان سانڍڻ لڳو.

بابا ڪڏهن ڪڏهن، ڪجهه عرصو، منهنجي ننڍي ڀاءُ آسوءَ وٽ سيان ۾ رهڻ ويندو هو. جڏهن امان جو منهنجي گهر ديهانت ٿيو ته هن اوڏانهن وڃڻ گهٽائي ڇڏيو هو، چوندو هو : منهنجا ڪبوتر به هتي ته ڪانوَ به هتي. مان سيان ڪونه ويندس. جڏهن ڀاءُ ۽ ڀاڄائي ساوتريءَ گهڻو زور پريس ته به ٽي ڏينهن ٽڪي موٽي آيو. مون پڇيومانس جلدئي ڇو موٽي آيا ته پريل من سان چيائين : تنهنجي ماءُ هتي ئي، هن گهر ۾ پراڻ تياڳيا، مان به هتي ئي آخري ساه ڪڍڻ ٿو چاهيان! هيءُ ٻيو دفعو هو جڏهن بابا جي چيل ڳالهه منهنجي سيني ۾ تير جيان چڀي هئي ....

اُن ڏينهن بعد منهنجو بابا سان عشق ٿي ويو. اسين پيءُ پٽ، عاشق معشوق بڻجي وياسين - بابا معشوق، مان عاشق ...!

پوءِ بابا بيمار رهڻ لڳو. پاٽمرادو باٿ روم ۾ وڃي نه سگهندو هو. اُهو ذمعو مون پاڻ تي کڻي ورتو. اُن وقت مان ماءُ هوس ۽ هو منهنجو اولاد ..... ۽ جيئن ماءُ پنهنجي اپاهج ٻار جي سار سنڀال لهندي آهي، مان بابا جي ٽهل ٽڪور ڪرڻ لڳس. صبح جو باٿ روم ۾ سنان پاڻي وغيره، اڇا ڌوتل ڪپڙا پهرائي، ڏاڙهي وار ڪٽيءَ سان سنواري بڻائي، جوئر

نہ تہ ٻاجهريءَ کي هٿ لڳارائي، ڪبوترن ۽ ڪانون کي وجهڻ. پوءِ ڪيس پاٺ ڪرڻ لاءِ چوان، ۽ هو بنا آواز مک مان سکمني اُچارڻ لڳي. ڪير بسڪيٽ جي نيرن بہ ڪرايانس. پوءِ سمهاري ڇڏيانس. ڀنڀرن جي مٽي، مان نہ هڄان تہ منهنجون نهرون - پوٽيون ڪيس ڪارائين. ڪانوَن لاءِ ڪيڊيل ڳرهہ، ڪانوَن کي ڏين .....!

۽ پوءِ بابا وڏيڪ بيمار ٿي پيو. ٩٥ سالن جو اچي ٿيو هو. صفا ضعيف ٿي ويو هو. نرسنگہ هوم ۾ داخل ڪيوسونس جتي مان هروقت سندس ويجهو رهيس. جيترو وقت بابا نرسنگہ هوم ۾ رهيو، مون لکيو پڙهيو ويلي. پاٽيارا پکي ناول اُتي ئي فيئر ڪيم. بابا ذري گهٽ ڪوما ۾ هو. صفا چُپ. صرف نهاري ۽ ڇُري پُري. ڊاڪٽر جي صلاح تي ڪيس گهر آندوسون. صبح شام بہ نرسون سندس ديکڀال ڪن. هر چيز لاءِ دام چڪائڻو پوندو آهي. نرسن کي پڻ چوکو دام چڪائڻو پوندو هو. ليڪن نرسن جهڙو نشلاوان شيواڌاري ٻيو ڪير نہ هوندو. اِنهن جي جيتري عزت ڪجي ٿوري آهي. مونکي شخصي جاڻ آهي تہ هو ڪيئن نہ قرب سان بيمارجي ديکڀال ڪنديون آهن. اهڙيءَ ئي هڪ سهاڄهي نرس کي مون اُجهو ناول ۾ پورٽريٽ ڪيو آهي. هڪ ڪهاڻيءَ 'رشتين جو اسٽريڪچر' ۾ پڻ هڪ نرس جو ڪردار چٽيل آهي.

لک لائق چندر پٽ جا جنهن پنهنجي ڏاڏي تي لک خرچ ڪيا. مان ڪيڏانهن ٻاهر وڃان تہ مون وارا فرض هو ٻجا آڻي. هڪ دفعي بابا نسبت هڪ اهڙي ڳالهہ چيائين جنهن سبب منهنجي دل ۾ هن لاءِ پيار وڌي ويو. ڪيس داد ڏنم ۽ ڪوڙ آسيسون بہ ڪيم.

مون چندر کي چيو : 'بابا پنهنجي ملڪيت ٻنهي پٽن کي ورهائي ڏني آهي. فيصلي موجب جيستائين بابا حيات آهي، ٻنهي ڀائرن کي سندس ديک ڀال ڪرڻي آهي ۽ اڌو اڌ خرچ ڀرڻو آهي. اِن صورت ۾، بابا جي علاج تي ٿيندڙ خرچ جو اڌ حصو آسوءَ کي ڀري ڏيڻ گهرجي ....'

چندر چڙي پيو. چيائين : دادا، توهان بہ ڪمال ٿا ڪريو! بابا ملڪيت تہ ڪانهي جيڪا اسان ورهائي ڪنئي آهي. بابا اسان جي گهر جو وڏو آهي، اسان سان گڏ رهي ٿو ۽ اسين اُن جي علاج تي ٿيندڙ خرچ جو اڌ حصو گهرون؟ اِها تہ لعنت چئبي ! ڇا اسين اِها لعنت پاڻ تي ڪٺون؟'

مان لاجواب ٿي ويس. بلڪ شرمسار ٿيس جو اهڙي ڳالهه پنهنجي منهن مان ڪڍي هئم!

ليڪن مونکي پنهنجي پاڻ تي ڪاوڙ ۽ غصو هو. هوچمالو جي نقصان بعد مونکي ريٽي پاڻ دڪان جو مالڪ بڻجي ويلو هو. پنهنجي سِرِ فيصلو ڪري، هڪ دڪان مان ٻه دڪان ڪري ڇڏيا هئائين ۽ پاڻ مٿائيءَ جو، وڏيڪ ڪمائيءَ وارو حصو ڪٽي، مونکي ڇهري مال جو، گهٽ ڪمائيءَ وارو حصو ڏنو هئائين. هوچمالو جو سمورو قرض منهنجي ڪاتي لکي، پاڻ شاهوڪار بڻجي ويهي رهيو هو. ١٩٧٠ع کان ١٩٨٢ع تائين، سانده ٻارهن سال مون اڪيلي سر قرض پئي لاٿو جنهن ۾ چندر ٿوري گهڻي مدد ڪئي پئي چندر ڪڏهن ڪڏهن خار کائي چوندو هو تہ ڇاڇي کي خبر آهي تہ اسان تي قرض آهي ۽ پوءِ بہ اسان کي ڪجهہ سال مٿائيءَ جو ڏنڊو نٿو سونپي جيئن اسين قرض لاهي سگهون ....

چندر جي ڳالهہ سچي هئي پر مون کيس سمجهايو تہ اسين پيءُ جا ٻہ پٽ آهيون. اسين پاڻ پاڻ ۾ وڙهنداسين تہ پيءُ جي دل کي چوٽ رسندي. پئسا اڄ نہ تہ سڀاڻي ڪمائي وٺبا، قرض بہ لهي ويندو، پر پيءُ وري ملي نہ سگهندو ...!

چندر ٺڏو ٿي چيو : ليڪن دادا، اسان کي اڃان نياڻين جي شادي ڪرائڻي آهي. اِهي سڀ ڪارج فرساڻ جي ڏنڊي مان ڪيئن پورا ٿي سگهندا؟

اُن وقت چندر اڃان فوٽوگرافي سکي رهيو هو. منهنجو وڏو پٽ ڪنهن ڪم جو نہ هو. هو صرف پنهنجي پيٽ لاءِ ڪمائيندو هو، اُن لاءِ ئي سوچيندو هو. ننڍو پٽ، پرڪاش، اڃا ننڍو هو ۽ ٻارڙي هڏي هئس.

مونتي بابا جو هٿ ۽ امان جي آسيس هئي. مون ٻارهن سالن ۾ قرض لاهي پورو ڪيو ۽ نئون جنم ورتم ...!

منهنجا دوست ٿورا آهن ليڪن جن سان دوستي اٿم، اُنهن سان نڀائيندو آهيان. اُنهن ۾ پيد پاءُ نہ رکندو آهيان. جيوت معرفت يوسف سان واقفيت ٿي جيڪا دوستيءَ ۾ بدلجي ويئي. هو بہ جيوت سان گڏ ريلوي ۾ نوڪري ڪندو هو. هن جا وڏا پائر ببن ۽ محمد سروش رضوي، ڪميونسٽ خيالن جا هئا. ببن فلم لائن ۾ هو ۽ محمد سروش ٽريڊ مارڪ

واري آفيس ۾ نوڪري ڪندو هو. ڪيس وڏالا ۾ سرڪاري ڪوارٽر مليل هو. ببن، يوسف ۽ سندن مائيلا ڀائر اختر ۽ سبطي سڀ گڏجي، ماهيم ۾ رهندا هئا. مان سندن گهر، پنچرتن ۾ ايندو ويندو هوس. هئا ترقي پسند ليڪن نهايت قدامت پرست هئا. پردي جا سخت قائل ۽ تنگ نظر ....

پر منهنجو اِنهن ڳالهين سان واسطو نه هو. مان يوسف جو دوست هوس ۽ ساڻس دوستي نباهي رهيو هوس.

يوسف کي نوڪري ڪانه پئي آئڙي. هن ڪونه ڪو بزنيس ڪرڻ ٿي چاهيو. مون سندس مدد ڪئي ۽ کيس ريڊيمي ميڊ ڪپڙي جو ڪارخانو کولائي ڏنم. دڪان به منهنجو ته اوڌر تي مال چاهي هنديئن تي پئسا به مون وٺرائي ڏنس. ڪارخانو جمي ويس. هندستان جي وڏن وڏن شهرن ۾ سندس مال وڃڻ لڳو. دبئيءَ جو هڪ شيخ هڏو گراهڪ ٿي وين. پهرين دفعي ۾ ئي لک سوا جو مال وٺي ويو. يوسف هر طرح خوش هو. شادي به ڪيائين. پردي جا سخت پابند هوندي به مونکي پنهنجيءَ بيگم سان ملايائين. سندس بيگم مونکي سلام ڪندي چيو : ڀائي صاحب، اوهان جي نيڪي بڌي هئم، اڄ اوهان کي روبرو ڏٺم. اوهان اسان لاءِ گهڻو ڪجهه ڪيو آهي. خدا اوهان کي وڏي عمر عطا ڪري .....!'

مون موٽ ۾ کيس سلام ورائيندي چيو : 'اوهين هميشه خوش رهو، اِها منهنجي دعا آهي.'

ببن فلم لائن ۾ هوندي به بيڪار هو. ننڍا ڀائر بيڪار ويٺا هئا. نيتجي ۾ سڀ ڀائر يوسف جي ڪارخاني تي آچي ڳاهڻ ٿيا. ڪمائيءَ کان خرچ وڌي ويو. واپارين کي رقمون دير سان ملڻ لڳيون. هڪ ٻه اوڌر به ٻڏي ويئي. يوسف ٽلي پيو. جميل ڪيل ڪارخانو بيمار پوندو ويو. وڏو ڪارخانو ننڍي ۾ تبديل ٿي ويو، پر اُهو پئسي جي آڪسيجن کان سواءِ زنده رهي نه سگهيو. نيٺ ڪارخانو بند ٿي ويو. برقت ويئي ته وري واپس نه وريا. هنڌين تي ڪنيل پئسن مان ڪجهه رقم مونکي چڪائڻي پيئي.

پوءِ يوسف هڪ ٽئنڪر خريد ڪيو جنهن لاءِ بئنڪ مان قرض ڪنيائين. اُهو ٽئنڪر بمبئيءَ مان گجرات ۽ گجرات مان بمبئيءَ تيل پري آڻڻ لڳو. هڪ ڏينهن اُن ٽئنڪر سان روڊ حادثو ٿيو. بئنڪ جون قسطون نه پريون

ويئون تہ بئنڪ اُهو نئنڪر ڪٽائي ويئي. اُن بعد هو ڪنسٽرڪشن لائن ۾ گهڙيو ۽ ڏيري ڏيري مٿي اُسرندو آيو. هڪ ڏينهن سندس مائيلو ڀاءُ اختر سندس منو لک رپيا ڪٽي ڀڄي ويو ۽ وڃي پنهنجو ڪنسٽرڪشن جو ڪم شروع ڪيائين. ڏسندي ڏسندي اُهو اختر، اختر حسين رضوي بڻجي ويو ۽ رهيڄا بلڊرس وارن سان ڪلهو هڻڻ لڳو.

يوسف ڪنسٽرڪشن لائن مان سلو ڪمائڻ لڳو هو ليڪن سندس نيت ۾ خلل اچي ويو هو. مون واري رهيل رقم واپس ڪرڻ جي وائي ئي ڪانہ ٿي وارڀائين. صرف للها واعدا پئي ڪندو آيو. ٻئي طرف پنهنجي ڀاءُ ٻبن کي مدد پئي ڪيائين جنهن جانثار اختر سان گڏجي 'ٻهو بيگم' شروع ڪئي هئي جنهنجي شوٽنگ ڏيڪارڻ شيخ اياز ۽ رشيد ڀٽيءَ کي وٺي ويو هوس، جڏهن هو پهريون دفعو پارت آيا هئا. فلم جي هيروئن مينا ڪماري هئي جنهنجي سونهن ڏسي اياز مٿس مشتاق ٿي پيو هو. هن ڪيس اُردوءَ ۾ ترجمو ڪيل شاهه جو رسالو پيٽ طور ڏنو هو.

باندرا نئشنل ڪاليج پليان هڪ ڪمرو پئي مليو جنهن لاءِ يوسف وٽ پئسا ڪونہ هئا. اُهي پئسا مون ڪيس پنهنجي زال کان وٺي ڏنا ۽ هن اُهو روم ورتو. اڳتي هلي هن پنهنجي جاءِ نهرائي ۽ اُهو ڪمرو وڪڻي ڇڏيو تہ بہ مون وارا ڏنل پئسا واپس نہ ڪيائين.

جڏهن منهنجيءَ وڏيءَ ڌيءَ جي شادي طئہ ٿي تہ مون وٽ پئسا ئي ڪونہ هئا. تہ مان يوسف وٽس ويس ۽ کيس ليلائي چيم تہ منهنجي ڌيءَ جي شادي آهي، مون کي منهنجا پئسا واپس ڏي. پر منهنجو اُهو ليلائڻ چڻ اونڌي گهڙي تي پاڻي هو ! اُن وقت مان سخت پريشان هوس. ڌيءَ کي ڏيڻ لاءِ مون وٽ ڪجهہ ڪونہ هو. ڀاءُ مان اصل اُميد ڪانہ هئي. جيتوڻيڪ پنهنجي وڏي پٽ جي شادي وچ پول مان ڪئي هئائين ۽ واڌو ڪنيل رقم بابا جي کاتي لکي هئائين.

. منهنجي ڌيءَ جي شاديءَ وقت بہ ماڻهو ڪم آيا. هڪ منهنجو ننڍو سؤٽ موهن، جنهن شاديءَ واري ڏينهن بہ هزار هٿ ۾ ڏيئي چيو : 'ڪجهہ نہ چئج. تون مون وٽ آيو هئين پر شرم کان گهري نہ سگهيو هئين. ڪڏهن ٿيني تہ ڏجانءِ نہ تہ ڀلجي وڃجانءِ .....! مان اندرئي اندر ڳوڙها پي ويو هوس.

ٻيو ماڻهو هو نارائڻ پارتي جنهن منهنجي نانيءَ لاءِ فل سوٽ جو

ڪپڙو اوڏر تي وٺي ڏنو هو، پنهنجيءَ واقفيت تي ....!

ماڻهوءَ جو من ڪڏهن ۽ ڪيڏيءَ مهل ٿو ڦيرو کائي، ڪيئن ٿو کائي، ڪجهہ چئي نٿو سگهجي ....

هڪ ڏينهن يوسف جي بيگم، يوسف کي چيو، ’مون کي خبر آهي تہ پائي صاحب جا تو ڏانهن پئسا رهيل آهن پر تون ڪيس ڏين ڪونہ ٿو. توکي خبر آهي. الله تعليٰ اُن جي اسانکي ڪيتري سزا ڏني آهي!‘

يوسف زال جو مطلب نہ سمجهيو. هو بيگم جو منهن تڪڻ لڳو.

بيگم سمجهائيندي چيس، ’اسان جو هڪ پٽ لولو آهي ۽ ٻئي کي بہ وڏ آهي .... اِهو ڇا آهي؟ اِها الله طرفان سزا آهي جيڪا اسان بجاءِ اسان جان پٽ ڀوڳي رهيا آهن. مهرباني ڪري پائي صاحب کي پاڻ وٽ گهرائي، منهنجي سامهون، ڪيس پئسا ڏي تہ جيئن مان ڪانئس معافي وٺي سگهان ....!‘

يوسف ائين ئي ڪيو جيئن ڪيس بيگم چيو. مونکي گهر گهرائي ڏهہ هزار ڏيئي چيائين، ’تنهنجا اسان مٿان وڏا احسان آهن. مون توکي هيترو عرصو رقم لاءِ ترسايو.تنهن لاءِ شرمسار آهيان.‘ بيگم دروازي پنيان بيلي سڀ ٻڌي رهي هئي. چيائين، ’هوءَ توکان معافي ٿي گهري. مهرباني ڪري تون اسان کي معاف ڪر ....!‘

مون اندرين دروازي طرف نهاريو جتان بيلي بيلي بيگم مونکي سلام ڪيو.

منهنجو حق پنجويهہ هزار هو ليڪن مون کي هنن صرف ڏهہ هزار ڏنا جي يوسف جي بيگم ڏياريا هئا. مونکي پيا ڏهہ هزار راجن چاولا وٽان مليا جي سندس زال گيتا پنهنجي ميڙي چونڊي مان ڏنا هئا ....

ليڪن مون وٽ ٻنهي جا کاتا اُڃان چالو آهن. اُهي تڏهن بند ٿيندا جڏن مونکي منهنجو پورو حق ۽ حساب ملندو ....!

مان هميشه انساني قدرن جو قائل رهيو آهيان. اُن ۾ ڌرم — مذهب جي ملاوٽ کان پري رهندو آهيو آهيان. اهوئي سبب آهي جو مون هر مذهب، هر ڌرم وارن سان دوستي نباهي آهي، نباهيندو اچان ٿو، نباهيندو ايندس .....

چاولا فئمليءَ کي مان ڪڏهن بہ وساري نہ سگهندس. منهنجي جيون ۾ چاولا پائرن جو اثر - دخل نہ هجي ها تہ مان شايد آدب جي راھ تي ڪڏهن گامزن نہ ٿيان ها. جيوت چاولا جي صحبت سبب مان هنن جي ڪتب جو هڪ انگ بڻجي ويو هوس. ڏاڪٽر چاولا سنڌيءَ جو مڃيل ليکڪ هو. سهڻي مخزن ۾ سندس ڪهاڻيون ڇپبيون هيون ۽ سهڻي ٻين رسالن کان بلڪل علهدي هئي. اُها نج ادبي مخزن هئي جنهن ۾ سنڌيءَ جي وڏن اديبن ۽ شاعرن جون رچنائون ڇپبيون هيون. ٻنهي پائرن جي مزاج ۽ سڀاءَ ۾ وڏو فرق هو. ڏاڪٽر چاولا خوش مزاج، ملنسار ۽ عاشقي طبعت جو نوجوان هو. پارو چاولا سان پريم - وواھ ڪيو هئائين. سندن بہ ڏيئر شوڀا ۽ سنڌو منهنجي گود ۾ کيڏيون آهن. ڏاڪٽر جي پيٽ ۾ جيوت بلڪل مائيٽو ۽ گهٽ ڳالهائو هو. سنڌي ٻوليءَ ۽ ساهت سان عشق هوس جنهن سبب اُن جي بي حرمتي برداشت نہ ڪري سگهندو هو. غلط ٻولي لکڻ وارن کي معاف نہ ڪندو هو. اِن معاملي ۾ هو عزيز جيان سخت هو جيڪو ٻوليءَ جو شهنشاھ هو. جيوت لکيو تمام گهٽ ليڪن جيڪي بہ لکيو، اُهو وزندار لکيو آهي. واسديو نرمل جي ڪتاب تي لکيل سندس عالماڻو مهاڳ اُن جو ثبوت آهي. جيڪي ڪتاب ترجمو ڪيائين، اُنهن جي ٻولي پڙهڻ وٽان آهي. شاديءَ بعد هو ڪملا ۽ ٻن ڏيئرن — انو ۽ پونم سان بلڪل خوش هو. انوءَ جي شاديءَ بعد پونم ۾ سندس ساھ هو. مون چاولا پائرن جي سنگت مان گهڻو ڪجهہ پرايو. پارو جهڙي سڀاجهي ۽ شاعراڻي دل رکندڙ اِستريءَ جو اوترو ئي سنيهہ پاتم جيترو هن پنهنجي ڪتب جي پاتين کي ڏنو ۽ ڏيندي اچي پيئي ...!

منهنجن ٿورن دوستن مان وشنو پڻ آهي. هو اگر ديھ کان ڏُدستو آهي تہ ادب ۾ بہ سهل آهي، خاص طور جديد ادب جي کيتر ۾ ...! هو نوڪريءَ جي ڊيوٽي ڏيئي، رات جو مون وٽ ايندو هو. دڪان بند ڪري بعد اسين ٻئي چڪر تي نڪرندا هياسين. آخري بيلڪ پاتيا باغ ۾ ٿيندي هئي جتي ادب کان وٺي ٻين کيترن مسئلن تي بحث مباحثو ڪندا هئاسين. هوجمالو جي جهنجهٽ سبب ڪجهہ عرصو ڪونج جي سمپادڪي جوابداري ڪئي هيائين جنهن ۾ موهن ديپ سندس سهيوگي هو.

وشنوءَ جي صحبت ۾ مون جيڪي ڪهاڻيون لکيون اُهي آهن : ’رستي جو تاج محل‘ ’ڇت مان ٽپڪيل هڪ بوند‘، ’گونگو‘ ۽ ’عدد واحد‘ ڪهاڻيون.

تن ڪهاڻين ؛ رستي جو تاج محل، عدد واحد ۽ پوء لکيل لفڙ ڪانا، ڪهاڻين ۾ وشنو ڀاٽيا جو ڪردار آهي. ۽ گهڻو پوء لکيل منهنجي چوٿين ناول 'ٻاهر نڪرڻ جو رستو' جي نائڪ ۾ جن ٻن سنڌي ليکڪن جي ملاوت ٿيل آهي، تن مان هڪ وشنو ڀاٽيا ۽ ٻيو موهن ڪلپنا آهي. اهڙيءَ طرح 'خوددار' ڪهاڻيءَ جا پرش ڪردار موهن ڪلپنا ۽ لعل پشپ آهن.

منهنجون ڪيترين ڪهاڻيون ڏلل وائلل ۽ جيئرن جاڳندڙن ڪردارن تي ئي لکيل آهن. اُنهن ڪردارن جو بيان ڪرڻ ويهندس تہ هيءُ منهنجي آتم ڪٿا وڏو گرنٿ بڻجي پوندي ...

اُنهن ئي ڏينهن هريش واسواڻي بمبئيءَ اچي رهيو هو. ڪيس 'ڌرم يگ' ۾ ڪم ڪرڻ جو وجهہ مليو هو جنهنجو سمپادڪ ڌرم وير ڀارتي هو.

وشنو ڀاٽيا جيان هريش واسواڻي پڻ رات جو ئي ايندو هو. هو ڪولابا ۾ پيئنگ گيسٽ طور رهندو هو ۽ رات جي ماني هوٽل تان کائي ايندو هو. اسان تنهي جي ڀارائي ٿي ويئي ۽ پاڻ ۾ کليل ڪچهريون ڪندا هئاسين. مون ڪونج ۾ هريش واسواڻيءَ جي هڪ ڪهاڻي ڇپي هئي. پر هو سنڌي ادب ۾ مشهور ٿيو ڪويءَ ۽ نقاد جي روپ ۾. هن موهن ڪلپنا جي ڪهاڻي سنگره 'چاندني ۽ زهر' تي جديد نڪتہ نظر کان تنقيد ڪئي جيڪا ڪونج ۾ ڇپي هئي. اُن نئي نموني جي تنقيد هريش کي مشهوريءَ جي بلنديءَ تي پهچائي ڇڏيو.

هريش جي اسلوب بيحد اوُنهي آهي. ادبي بحث ۾ هو پنهنجن دليلن سان قائل ڪري وٺندو آهي. سندس حافظو بيحد تيز آهي. ڪويتا پڙهندي ٻڌندڙن کي پرڀاوت ڪري وٺندو آهي. اڄ هو نئي ڪويتا جو باني ليکيو وڃي ٿو ...

هريش واسواڻي آديپور هليو ويو ۽ تولاڻي ڪاليج ۾ پروفيسري ڪرڻ لڳو. ليکن اسان جي دوستي بدستور قائم آهي - ڪلنب جي ڀاتين جيان ...

هريش واسواڻي آديپور ۾ اِندرا کي ڏٺو، ٻنهي هڪ ٻئي کي پسند ڪيو ۽ شاديءَ جي ٻنڌڻ ۾ ٻنڌجي ويا ... ليکن شاديءَ کان اڳ هو ٻئي بمبئيءَ آيا، مون وٽ رهيا ۽ منهنجي پسندگي جاڻي، خريداري ڪري، آديپور وڃي لائون لڏائون. کين هڪ ڌيءَ جائي شيفالي، بيحد پياري ڌيءَ، جنهن وڏي ٿي پرديپ سان شادي ڪئي جنهن مان کيس هڪ پٽ

آهي ــ اڪيلو ...!

هريش واسواڻيءَ جا مون ٽي ڪتاب ڇپاياجن جا نالا به عجيب رکيائين : چاليهه چاهتر (ڪويتائون)، چاليهه اسي (ڪهاڻيون) ۽ چاليهه چوراسي (تنقيدون). پاڻ ١٩٤٠ ۾ ڄائو آهي تنهنڪري پهريون انگ ڄم جو رکيائين ـ چاليهه. ٻيو انگ، جنهن سال ڪتاب ظاهر ٿيو ـ چاهتر، اسي ۽ چوراسي. پوئين ڪتاب تي ڪيس ساهتيه اڪادميءَ جو نئشنل اِنعام حاصل ٿيو ...!

اهڙيءَ طرح مون وشنو ڀاٽيا جي ڪهاڻين جا ٻه ڪتاب، موهن ديپ جا ٽي ڪتاب ۽ شيام جئسنگهاڻيءَ جا ٽي ڪتاب ڇپايا آهن. وشنوءَ ۽ شيام تي شخصيات پرچا پڻ ڪڍيا اٿم.

منهنجا دوست منهنجيءَ فئمليءَ ۾ به قبول پيل آهن جيئن مان چاولا فئمليءَ ۾ قبول پيل هوس، جيئن اڄ ڪالهه نند جويري ۽ نند ڇٻاڻي فئملين ۾ قبول پيل آهيان.

جيوت ۽ ٺاڪر جي گهر ڪچهريون ڪندي رات جا ٻارهان وڄي ويندا هئا. ڪلياڻ ڪئمپ ۾ ڀڳوان امر جي گهر اڌ آرتوار گذري ويندو هو. جيونيءَ ۾ اِهو ذڪر اِن ڪري ڪيو اٿم جيئن خبر پوي ته زندگيءَ جي ڪهڙي موڙ تي، ڪهڙي ۽ ڪهڙن دوستن جي صحبت حاصل ٿي.

ڪوشليا، منهنجي پتني، هريش، شيام چاهي طارق اشرف کي منهنجو ننڍو ڀاءُ سمجهي سندن آدر ڀاءُ ڪندي هئي. منهنجاپٽ، ڌيئر ۽ نهرون اڄ تائين سندن اهڙو ئي مانُ ۽ ستڪار ڪندا آهن. ساڳيءَ طرح نند جويري ۽ نند ڇٻاڻيءَ جون ڌرمپتنيون، جن ٻنهي جو نالو چندا ۽ چندرا آهي، مون کي پنهنجو وڏو ڏير سمجهنديون آهن ۽ گهر اچڻ تي رسوئي ڪارائڻ ڪان سواءِ وڃڻ نه ڏينديون آهن.

سچ پڇو ته قرب جي ڪابه ذات ڪانهي. نند وڏائيءَ جو خيال نه ڪجي ته دوستيون سدائين قائم دائم رهي سگهن ٿيون. مان نند ۽ نند سان گڏجي، ١٩٨٧ع، ۾ سنڌ ياترا ڪرڻ ويو هوس. اسان ٽنهي گڏجي سنڌ جي پرڪرما ڏني هئي - ڪار ۾. اُهو آنند ڀريو سفر ۽ ساٿيهن وٽان مليل سِڪ مور وسرجندڙ نه آهي. نند ڇٻاڻي ورور ڇوي ۽ هري موٽوانيءَ جي ڀوڪي اسين لٽي آياسين! اِهي دوستيون، اهي سنٻنڌ ڪڏهن به نه جڙن اگر اِنهن ڀليان کو سوارٿ هجي، ڪا ائمبيشن هجي ...!

طارق اشرف مسلمان هوندي ڀارت ۾ منهنجو مهمان ٿي رهيو. منهنجي

پيءُ، ماءُ، زال، ڀاڄائي ۽ سڀني ٻارن جو سنيهي پاتر بڻجي ويو. پنهنجي ذات جي ڇوڪريءَ سان شادي ڪيائين تہ مان سندس چاچو ۽ موهن ڪلپنا مامو بڻيو. هين اديبن پڻ ساڻس ڪو نہ ڪو رشتو جوڙيو. طارق اشرف جڏهن پنهنجيءَ زال صغرا کي طلاق ڏيئي واپس هندستان اُماڻيو تہ مونکي ڏاڍو دک ٿيو. صغرا بيحد نيڪ خاتون هئي. طارق جڏهن ٽيون دفعو پارت آيو تہ هڪ ڏينهن مونکي نيزاري ڪندي چيائين : 'صغرا کي جن حالتن هيٺ مون ڇڏيو، اُن جو مونکي بيحد ڏکہ آهي. هر وقت ضمير جي ملامت پيئي پوي. واقعي مون اِهو سلو ڪم نہ ڪيو هو. تون منهنجو وڏو ڀاءُ آهين، تون مونکي صغرا بي بيءَ کان معافي وٺي ڏي. هوءَ مونکي معاف ڪندي تڏهن مونکي سکہ آرام نصيب ٿيندو ...'

'ليڪن طارق، هيترن سالن بعد هوءَ مونکي سڃاڻيندي ڪيئن؟'

'هوءَ توکي سڃاڻيندي. هوءَ تنهنجي گهڻي عزت ڪندي آهي.'

مون صغرا جو پتو هٿ ڪيو. هوءَ پنهنجي نئين مڙس سان گڏ ممبرا ۾ رهندي هئي. طارق کي پنهنجو اولاد نہ هو. هن ۽ صغرا گڏجي هڪ ٻار پاليو هو - دانيال، جيڪو طارق اشرف سان گڏ آيو هو ۽ پنهنجي ڌرم - ماتا کي ڏاڍو ياد ڪري رهيو هو.

هڪ ڏينهن دانيال ۽ مان ممبرا ۾ ڳولهيندا ڳولهيندا صغرا جي مڙس وٽ پهتاسين. هو مڪئنيڪ هو ۽ ملڻسار بہ هو. دانيال کي ڀاڪر پاتائين ۽ مون سان هٿ ملايائين. اُنهيءَ ئي وقت اسان کي پنهنجي گهر وٺي ويو. هيترن سالن بعد بہ مون صغرا کي سڃاتو. رنگ ٿورو ميرانجهڙو ٿي ويو هوس ليڪن سندس ڳلن ۾ ڊمپل ساڳيا هئا. جڏهن گهوٽس ٻڌايس تہ هيءَ هري موٽواڻي ۽ هيءُ دانيال آهي تہ حيرت وچان دانيال جو منهن تڪڻ لڳي. هيڏڙو دانيال، هيڏو وڏو دانيال ٿي ويو هوا اُمالڪ چنبڙي پيس ۽ هنياءُ ڦاڙي روئڻ لڳي. دانيال بلڪل چپ هو. هن جي منهن مان اکر بہ نٿي نڪتو.

چپ ڪرڻ بعد صغرا مون ڏانهن مخاطب ٿي، 'ڀائي صاحب، اوهان هڪ ڏينهن بہ مونکي ياد نہ ڪيو؟'

'هڪ ڏينهن نہ، سڀ ڏينهن ياد ڪيم. جنهن کان بہ تنهنجو ڏس پتو پڇيم، لاعلمي ڏيکاري ويئي. دانيال تنهنجي لاءِ وڳو موڪليو هو، اُهو بہ تو تائين نہ پهتو.'

۽ پوءِ ڳالهين جو سلسلو شروع ٿيو تہ اُن ڪٽنب جو نالو ئي نئين ورتو. اِن وچهہ صفرا جا ٻئي ہار - ڏيءُ پٽ، اندر گهڙيا تہ صفرا ٻڌاين :'هيءُ توهان جو وڏو پاءُ دانيال آهي جيڪو حيدر آباد سنڌ ۾ رهندو آهي. ۽ هيءُ اوهان جو چاچو آهي.'

پلس دانيال کي وچي چنبڙيو ۽ ڏيٽس منهنجيءَ هنج ۾ اچي ويئي.

صفرا جي مڙس چيو،'هري صاحب، صفرا بي بي اڪثر توهان جو ذڪر ڪندي رهندي هئي. وٽس توهان جي ائڊريس ڪانہ هئي، صرف نالو ياد هوس!'

اسان ماني اُتي ئي گڏجي ڪاڌي ...

دانيال ۽ مان هڪ دفعو وري صفرا جي گهر وياسين. دانيال ہارن لاءِ ڪجهہ سوکڙيون ۽ مٺائي وٺي هليو هو. اڪيلائي ڏسي مون صفرا کي چيو، 'تون منهنجي هڪڙي ڳالهہ مڃيندينءَ؟'

'ڪهڙي ڳالهہ؟' صفرا ورندو سوال پڇيو، حيرانيءَ وچان.

'طارق ڏاڍو پشيمان آهي. اندر ئي اندر پيڙا پوڳي رهيو آهي. چوي ٿو تہ جيسيتائين صفرا بي بي معاف نہ ڪندي، مونکي آرام نصيب نہ ٿيندو!'

صفرا جي نيڻن مان چند قطرا ڳڙي پيا. اُهي ڳوڙها نہ هئا، اُهي دانهون هيون جيڪي سندس نيڻن مان، هنن قطرن جي روپ ۾ ظاهر ٿيون هيون. هن رئي جي ڪنڊ سان ڳوڙها اُگهيا ۽ اندر وڃي، ٽرنڪ ۾ ڪپڙن هيٺيان لڪائي رکيل طارق اشرف جو لکيل هڪ خط کڻي آئي.

'هن خط کي مون لڪائي رکيو هو جنهن ۾ هن مون سان نفرت جو اظهار ڪيو آهي ... مان هن خط جي مضمون کي ڪڏهن بہ ڀلجي ڪانہ سگهنديس!'

مان ۽ هوءَ، ٻئي ڪي پل چپ رهياسين. پوءِ چيم،'اِن جي سزا هو پوڳي چڪو آهي. تون ڪيس معاف نہ ڪنديئن تہ سڄي عمر پوڳيندو رهندو. تون سکي آهين، هو دکي آهي ... توکي پيار ڪندڙ مڙس ۽ بہ پيارا ہار آهن ... تون طارق کي معاف ڪر ... منهنجي چوڻ تي ڪيس معاف ڪر. مان توکي دل سان دعا ٿو ڪريان تہ تون هميشه سکي رهنديئن.'

اُهي چند پل، ڪي پل، صفرا چپ رهي. سندس سيني اندر ڪهڙي هلچل هئي، مان پورو اندازو لڳائي نٿو سگهان ...

ساگر منڍن مان امرت ئي نڪتو. وش ڪلش اونڌو ٿي هارجي پيو ... طارق اشرف جي لکيل اُن ميري ۽ مروٽيل سروٽيل خط کي ڇيهون ڇيهون ڪندي، مرڪندي، صغرا چيو، 'مون ڪيس معاف ڪيو، دل سان معاف ڪيو ...! هيءَ ڇيهون ڇيهون ٿيل خط گواه آهي تہ مون ماضيءَ کي صفا وساري ڇڏيو ...!! توهان جي چوڻ، پٽ دانيال جي صدقي ۽ اُن ڏکي اِنسان جي حال تي ...!!!'

تڏهن تہ بار بار چوان ٿو تہ اِستري مهان آهي! طارق اشرف کي معاف ڪري سچ تہ صغرا بي بي بلند ڪردار جي عورت بڻجي ويئي ــ منهنجين نگاهن ۾ ...

شيام جڳسنگهاڻيءَ بہ شاديءَ کان اڳہ هريش واسواڻيءَ جيان پنهنجي مڱ کي مون سان ملايو. هريش اندرا کي بمبئيءَ وٺي آيو هو ۽ شيام مونکي ڪِرن سان ملارائڻ لبرٽي سئنيما ۾ وٺي ويو هو. ڪرن سان منهنجي واقفيت ڪرائيندي چيائين، 'هيءَ منهنجي وڏي ڀاءُ سمان آهي. پهرين هن کان آشيرواد وٺ ...!'

ڪرن سچ پچ پنهنجي مٿي تي پوتي رکي، مونکي پيرين پوڻ لڳي. مون کيس ائين ڪرڻ کان روڪيو ۽ کلي چيم، 'سدائين سکي رهو ...!'

ڪرن جي چپن تي سدائين مرڪ ڏٺم - لازوال مرڪ ! هن شيام کي ڀرپور پيار ڏنو ... هن کيس جاني چيو ۽ جيءَ جان سان چاهيو ... ۽ شيام؟ شيامُ ڪِرن کان سواءِ اڌورو آهي ...! روشنيءَ جو گم ٿيل هڪ تِرڪو آهي ...! بيابان ۾ اڪيلو وڻ آهي ...! ليڪن اُن اڪيلي وڻ تي ڪِرن جي يادن جا پن سدا ساوا ۽ تازا آهن ... اُهي ڪڏهن بہ اُن وڻ تان ڇڻڻا نہ آهن ... ۽ شيام يادن جي اُن ڇانوَ هيٺ ويلو آهي ... ويٺو ئي رهندو .. زندگيءَ جي آخري سواس تائين ...!

تڏهن ئي تہ چيم منهنجي هيءَ آتم ڪٿا اِنساني رشتن جو هڪ دستاويز آهي جنهن ۾ منهنجي پنهنجي ڪٿا تہ آهي ئي، ٻين ڪيترن جا 'آتم ڪٿن' پڻ شامل آهن ...

مونکي دوست برابر ٿورا آهن ليڪن اُهي ٿورا دوست مونکي بيحد عزيز آهن. هو مونکي پيارا آهن ۽ مان هنن جي عزت ڪندو آهيان.

نند ڇڳاٽي يا نارائڻ پارٽيءَ جي گهر وڃان ته سندن ڙالون ماني کارائڻ کان سواءِ وڃڻ نه ڏين. چندا، نند ڇڳاٽيءَ جي سگهڙ پتني، منهنجي پسندگيءَ جي ٻِدالي دال ٺاهي کارائيندي؛ پارٽيءَ جي ڙال ڍوڍو ۽ لسيءَ جو گلاس ڏيندي؛ نند جويريءَ جي ڪنوار چندرا پانت پانت جا طعام ٽيبل تي پرچي رکندي ...!

نند جويريءَ جو گهر ڄڻ ته شاهوڪو گهر آهي. سنڌ جو ڪو اديب يا هيو ڪو بمبئيءَ ۾ ايندو ته نند جي گهر دعوت ضرور ٿئي. پارت جو ڪو سنڌي ليڪڪ اچي ته اُن جي عزت ۾ به مجلس ٿئي. سندس گهر ساهتڪار ۽ سياستدان لاءِ ڄڻ ته اوطاق آهي ... ڪچهريون به ٿين ته پيئڻ - کائڻ به ٿئي ... مونکي هارمني اوارڊ مليو ته پنهنجي طرفان دوستن کي پارٽي ڏنائين. ساڳيءَ طرح ساهتيه اڪاڊميءَ جي اصلوڪي ۽ ترجمي جي انعامن ملڻ تي مونکي ۽ شيام کي ڪلب ۾ پارٽي ڏنائين جنهن ۾ سنڌيءَ جا ناميارا اديب شامل ٿيا هئا.

اِهائي اُها ڪسوٽي آهي جنهن سان دوست ۽ دشمن کي پرکي سگهبو آهي. منهنجا دوست بلڪل کرا آهن. اُنهن ۾ کوٽ يا ملاوٽ اصل ڪانهي. هو کرا آهن تڏهن ئي ته مان هنن سان ڪڏهن ڪڏهن وڙهندو به آهيان ... تکو به پوندو آهيان ... پر اُهو پنهنجپائيءَ وچان هوندو آهي ... هو اُهو برداشت ڪندا آهن ... ڪندا ايندا آهن — هريش به، شيام به، وشنو به، پارتي به، ته هئي نند پڻ ...!

منهنجن دوستن جو سُک منهنجو سک آهي ... اُنهن جو دک منهنجو دک آهي ...!

اِنساني حياتيءَ تي بقاءُ ڪونهي. اُها اڄ هڏ ماس جي ڪايا آهي ته سڀاڻي نرجيؤ ديهي، جيڪا اگنيءَ ۾ جلي ته به رک ٿئي ۽ جي دفن ٿئي ته به مٽيءَ سان ملي مٽي ٿئي. ليڪن ڪنهن ڪنهن مٽيءَ سان موهه ٿيندو آهي. اُن مٽيءَ کي مستڪ سان لڳائبو آهي؛ نديءَ ۾ پرواهه ڪبي آهي؛ سماڌي جوڙي آراڌنا ڪبي آهي؛ مزار ٺهي ته سِر نوائبو آهي ...

منهنجا ماءُ پيءُ ۽ پتني، منهنجا سنبنڌي هئا. اُهي هميشه منهنجي يادن سان جڙيل رهندا جيئن منهنجا ليکڪ دوست سڀئي آهوجا، ديوداس

موٽواڻي، جيوت چاولا، موهن ڪلپنا ۽ طارق اشرف مونکي هميشه ياد آهن ۽ ياد رهندا ...

منهنجي پتني ڪوشليا جتي منهنجن دوستن جو خيال رکندي هئي، اُتي مون مان ناراض به رهندي هئي. اسان جي شاديءَ کي چاليهه سال گذري چڪا هئا پوءِ به کيس شڪايت هئي ته مون کيس پيار نٿي ڪيو. هن جي اِها شڪايت درست هئي. مون کيس ڪيترا دفعا ذهن نشين ڪرايو هو ته پيار ڪرڻ واري اُها دل مون وٽ ڪانه هئي، اُها دل مون ڪمسن عمر ۾ ڪنهن کي ڏيئي ڇڏي هئي ... ۽ ته هينئر دل جي اُن حصي ۾ صرف هڪ خال هو جيڪو ڪڏهن پرجڻو نه هو! پر هوءَ اِهي ڳالهيون سمجهي ڪانه سگهندي هئي، ۽ منهنجن دوستن سان شڪايت ڪندي رهندي هئي.

اهڙي ئي هڪ شڪايت تي طارق اشرف مون تي هڪ ڪهاڻي لکي هئي جنهنکي مهاشيه اُتم (ا) اڄ تائين اُچاليندو رهندو آهي. ليڪن مان جهڙس ڪم صرف نه آهيان جو ديوداس موٽواڻيءَ ۽ لکمي ڪلاڻيءَ جون مٿن (ليڪ جوڙي) تي لکيل ڪهاڻيون پڙهي بوکلائجي وڃان يا هنبوشيون هڻڻ شروع ڪريان!

هڪ دفعي ڪوشليا گل ٽالپر سان به شڪايت ڪئي. کيس چيائين، ’پنهنجي هن ياءَ کي سمجهاءِ، مونکي گهمائڻ ڦيرائڻ ولي وڃي ... مان اهڙي بدصورت ته نه آهيان جو مونکي ساڻ ولي وڃڻ کان ڇرڪي ٿو؟‘

گل مونکي ورجايو هو ۽ مون کيس ٻڌايو هو ته، ’زال سان وهنوارڪ ناتو نباهڻ هڪ ڳالهه آهي ۽ پريم جو ناتو نباهڻ صفا ٻي ڳالهه آهي! ۽ مون زال کي پهرين ناتي کان ڪڏهن به نراس نه ڪيو آهي.‘

’ليڪن آدا، ڪنهن زال لاءِ صرف ايترو ئي ته ڪافي ناهي نه ... هوءَ پنهنجي مڙس مان ٻيو به گهڻو ڪجهه چاهي ٿي!‘

’جيڪڏهن اُهو ٻيو ڪجهه مڙس وٽ هجي ئي نه ته؟ مون اُهو ٻيو ڪجهه ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي ته ڏلم مان ناٽڪ ڪري رهيو هوس ... ڏيکاءُ ڪري رهيو هوس ...! اُن سان مونکي تڪليف پئي ٿي ...‘

هڪ ڏينهن ٽي. وي. تي هڪ هندستاني فلم ويلي ڏٺيسون. اُن

۾ جڏهن پريم جا درشيہ آيا تہ ڪوشليا مون طرف حسرت ڀريل نگاهن سان نهارڻ لڳي. منهنجي من ۾ هڪ مذاق سُجهي آيو. چيومانس، ’ڪوشليا، پيار ڪرڻ جي ڪا عمر ڪانہ ٿيندي آهي. تون بہ هن عمر ۾ ڪنهن سان عشق ڪر ... مونکي اعتراض ڪونہ ٿيندو ...!‘

ڪاوڙجي پيئي. چيائين،’اِهي ڪم توهان ليکڪن جا آهن. هِت هُتِ پيا واجهہ وجهندا آهيو ... مان تہ چوان ڪنهن ليکڪ سان شادي ڪجي ئي نہ ...!‘

مون کلندي چيو،’شاديءَ کان اڳ مان ليکڪ ٿوروئي هوس. توسان پرڻايو ويس پوءِ ئي تہ مان ليکڪ بڻيس ...!‘

’منهنجو نصيب خراب هو جو توسان پلؤ اٽڪيو ...!‘ ڪوشليا ڪوڙڙي منهن سان چيو.

مون ساڳيءَ طرح کلندي چيو،’توسان پلؤ اٽڪيو تڏهن ئي تہ هن جو پلئہ ڇڏائجي ويو ...‘

شوڪيندي پڇيائين،’هن جو ڪنهنجو؟‘

مرڪندي چيم،’نالو پتو ٻڌائڻو هجي ها تہ هن کان اڳ توکي ٻڌائي نہ ڇڏيان ها ...! اِهو منهنجي دل جو راز آهي، راز ئي رهندو ...‘

ڪوشليا پنهنجن ٻارن، خاص ڪري ڏيٺرن کي ڏاڍو پيائيندي هئي. سندس ڇهئي ٻار - ٽي پٽ، ٽي ڌيئر، ماءُ کي ڏاڍو پيار ڪندا هئا ...

ڪوشليا کي ڊائبليز بہ هئي تہ دل جي بيماري بہ هئي. چوندي هئي اِهي بيماريون تہ ڏنيون آهن! اسان جو فئملي ڊاڪٽر جوشي ڪيس ممي ڪوئيندو هو. هن کي خبر هئي تہ ڪوشليا جي بيمارين جو ڪهڙو علاج هو. اُنهن بيمارين جون دوائون ۽ اِنجيڪشنون هميشہ پنهنجي دوائن جي باڪس ۾ رکندو هو.

١٩٨٦ع جو جون مهنو هو. مون سان گڏ هڪ گهر ۾ منهنجا بہ پرڻيل پٽ، اُنهن جا ٻار، ريکا ڌيءُ ۽ بابا رهندو هو. اُن ڏينهن ريکا ڪاليج ويئي هئي. ٻئي نهر - ايڪتا ۽ نرملا، مارڪيٽ مان ڪجهہ وٺڻ ويون هيون. پٽ دڪان تي هُئا. مان ٻاهر نڪرڻ لاءِ تيار ٿي رهيو هوس جو سنڌ کان هڪ نوجوان آيو هو جنهن سان ملڻ جو ٽائيم رکيو هوم.

ڪوشليا ڪن ڏينهن کان ٺيڪ ڪانہ پئي رهي. هوءَ پنهنجي ڪمري ۾ سمهي پيئي هئي. مان تيار ٿي، بريف ڪيس هٿ ۾ کڻي، ٻاهر وڃڻ

لڳس تہ منهنجو هٿ جهلي چيائين، ’اڄ تون ڪيڏانهن نہ وڃ. مون سان ويهي ڳالهيون ڪر.‘

مان ڪوشليا جو منهن تڪڻ لڳس. خفي ٿي، چڙ مان چيم،’ڇري تہ نہ ٿي آهين؟ مون ڪنهنکي ملڻ جو وقت ڏنو آهي. هو منهنجو انتظار ڪندو هوندو!‘

’تون ڇا منهنجو ڪڏهن بہ، ڪوبہ چوڻ نہ منڃيندين؟ تنهنجو اُهو ماڻهو توکي پيارو آهي باقي مان تنهنجي زال، تنهنجي لاءِ ڪجهہ بہ نہ آهيان ...!‘

اِهو گفتو هن اهڙي انداز ۾ چيو گويا اُهو ڪنهن ڏکويل دل مان نڪتو هو. مان چپ ڪري بيلو رهيس. منهنجي هڪ هٿ کي جهلي زور ڏيئي چيائين، ’اڄ منهنجي ڳالهہ ضرور مڃ ...!‘

مون کي الائي ڇا ٿي ويو. مان جو زال کي ٻڌو اٿهڻو ڪري هليو وڃان، سندس ڪا ڳالهہ نہ مڃيان، اُن ڏينهن سندس چوڻ مڃي، سندس پر ۾ ويهي رهيس. ويلو ٿي رهيس. ساڻس ڳالهيون ڪندو رهيس. پٽن جون ڳالهيون، ڌيئرن جون ڳالهيون، نهرن جون ڳالهيون، ڳالهيون ئي ڳالهيون ...

چوڻ لڳي،’تون ڇا پاڻ کي اڃا جوان پيو سمجهين جو ايتري هل هلان پيو ڪرين؟ خبر اٿيئي رات جو ننڊ ۾ ڪنجهندو ڪرڪندو آهين ...! مان اُٿي زور ڏيندي آهيانءِ ...!‘

’اُهو ٿڪ سبب هوندو.‘

’پوءِ پاڻ کي ايترو ٿڪائين ڇو ٿو؟‘ ...

هيترو جو گهڻو ڳالهايائين تہ ٿڪجي پيئي. ڪنگهڻ لڳي - مون پاڻي آڻي ڏنس. ٻہ ڍڪ پي، گلاس واپس ڏنائين. ڪنگهہ بند نہ ٿيس. ڪمري مان ٻاهر نڪري، ٻاهر بالڪنيءَ ۾ وڃي ويلي. اُتي بہ ڪنگهہ بند نہ ٿيس. مان سندس پٺي سهلائڻ لڳس. جڏهن ڪاليج شايد سويل ئي بند ٿيو هو. ريڪا واپس موٽي آئي. ماءُ کي ڪنگهندو ڏسي مون ڏانهن ڇوڪي نهارڻ لڳي. هن جي ليکي مون ڪوشليا سان تکو ڳالهايو هوندو جنهن تان هوءَ بہ تکي ٿي هوندي، جنهن سبب هوءَ ڪنگهي رهي هئي.

’پاپيءَ سان وڙهيا آهيو نہ؟‘ ريڪا مونکي پري ڪري، پاڻ ماءُ جي ٻني مهٽڻ لڳي.

’بلڪل نہ، ماءُ ڪان پڇي ڏس.‘

ڪوشليا جي ڪنگهہ بند نہ ٿي. اُها وڌندي ئي ويئي. ريکا فون تي چندر کي چيو،’پاپيءَ جي طبعيت خراب آهي، ڊاڪٽر کي وٺي جلد اچ ...‘

چندر ليکي پاپس جي اِها رنجهہ ڪنجهہ پيئي ٿي هلي. ڪجهہ ڏينهن اڳہ پڻ ائين ٿيو هو. ڊاڪٽر آيو هو، سئي هڻي ويو هو ۽ پاپي ٺيڪ ٿي ويئي هئي. هن سوچيو گراهڪ جيڪو گجرات مان آيو آهي، اُهو وڃي تہ ڊاڪٽر کي گهر وٺي ويندو ...

اُنهيءَ مهل ايڪتا ۽ نرملا بہ اچي پهتيون. هو ٻئي پڻ سس جي تيمارداريءَ کي لڳي ويئون. ڪوشليا کي بالڪنيءَ مان اُٿاري، سندس ڪمري ۾ آڻي سمهاريائون. سندس هٿن پيرن جي ترين کي تيل جي مالش ڪرڻ لڳيون.

ريکا بدحواس ٿيندي پئي ويئي. پاءُ کي ٻيهر فون ڪيائين،’چندر، جلدي اچ، پاپيءَ جي طبعيت وڌيڪ خراب ٿي ويئي آهي!‘

چندر چيو،’پرڪاش ڊاڪٽر کي وٺڻ ويو آهي. هو جاڻ گهر پهتو. مان بہ اچان ٿو ...‘

پر ڪير بہ نہ پهتو. نہ چندر، نہ پرڪاش ۽ نہ ڊاڪٽر ...!

ڪوشليا جي چهري جو رنگ بدلبو ويو. مان پاڻ گهبرائجي ويس. ڪوشليا جو هٿ پنهنجن هٿن ۾ سوگهو جهلي بيٺس. ريکا وري ڊوڙ پاتي. فون تي رڙيون ڪندي چيائين، ’تون نيااُو آئين، پاپي وڃيئي ٿي ...!‘

چندر جا حواس خطا ٿي ويا. اُن وقت هو ڪار ڪڍي پڳو تہ اِها خبر ڪانہ پيس تہ هو گهر تائين ڪيئن پهتو ...

پرڪاش پريشان هو تہ ڊاڪٽر ايتري دير ڇو پيو ڪري ...؟ ڊاڪٽر حيران هو تہ اڄ سندس بئگہ ۾ اُها انجيڪشن ڇو ڪانہ هئي ...!

گهر هينان وارو دوافروش سوچي رهيو هو تہ اِها انجيڪشن ڪڏهن خلاص ٿي ويئي؟!

ڊاڪٽر دواخاني ڏانهن موٽر پڄائي. انجيڪشن ڪنيائين ۽ پرڪاش سان گڏجي گهر پهتو.

ڪوشليا جي چهري جو رنگ بدلجندو ڪارسرو ٿيندو ويو. متي جا وار اُڀا ٿي بيهي رهيا هئا. مان حيرت ۽ ڊپ وچان اُهو بدلاءُ ڏسندو رهيس. ڪوشليا جون اکيون ٻوٽجي رهيون هيون. هوءَ شايد اندرين سنسار ۾ پهچي ويئي هئي. شايد ملائڪن سان دوبدو هئي ...!

مون اُمالڪ ڪوشليا جي هٿ کي زور ڏيئي رڙ ڪئي، 'ڪوشليا، متان ائين ڪرين ...! تون مونکي اڪيلو ڇڏي نہ ٿي وڃي سگهين ...! اڄ مون تنهنجو ڇيو صحيو آهي ... مان توکي ڇڏي ڪيڏانهن بہ نہ ويو آهيان. تون بہ مونکي ڇڏي نہ وڃ ... ڏس، مان تنهنجي سامهون بيٺو آهيان ...!'

ڪوشليا شايد منهنجو آواز ٻڌي ورتو هو. منهنجي رڙ هن جي ذهن ۾ گونجي هئي. هن ڏيري ڏيري پنهنجون وڏيون اکيون کوليون ... ۽ وري بند ڪيون.

منهنجي منهن مان هلڪي ڪيڪرا نڪتي،'هيءُ ڇا ٿيو؟ ڪوشليا هلي ويئي! چاليهن سالن جو ناتو هڪ پل ۾ ٽوڙي هلي ويئي ... سو بہ منهنجي سامهون، منهنجي روبرو ...؟ ملائڪ هن کي ايترو پيارو لڳو جو مون کان هٿ ڇڏائي، هن جو هٿ پڪڙي هلي ويئي ... مون ئي ڪيس ڇرچي ۾ ڇيو هو تہ ڪنهن سان عشق ڪري! ملائڪ سان عشق ...؟

شايد ڀارت جي پرٽيتا ناري صرف ملائڪ سان ئي عشق ڪري سگهي ٿي، مرڻو اُپرانت ڪري سگهي ٿي، ڪندي آئي آهي، پنهنجي پرمپرا سان نباهيندي آئي آهي ...!

مون زندگيءَ ۾ پهريون دفعو ڪنهن جيوت اِنسان کي ڪي مؤت جي آغوش ۾ سمهندو ڏٺو. ۽ اُهو جيوت انسان ڪوشليا هئي جنهنکي شايد اڳوات اطلاع ملي چڪو هو تہ هن جهان ۽ هن گهر ۾، اڄ سندس پويون ڏينهن هو. شايد انڪري ئي هن مونکي وڃڻ کان روڪيو هو، منهنجي سامهون آخري سواس کنيو هئو ۽ اکيون ٻوٽيون هيون ...!

اُن وقت، هڪ ئي وقت، ڊاڪٽر، چندر ۽ پرڪاش گهر اچي پهتا. ليڪن رودن ٻڌي هو سمجهي ويا تہ هنن اچڻ ۾ دير ڪئي هئي ...

چندر ۽ پرڪاش 'ڀاڀي - ڀاڀي' چلائيندا، ماءُ جي سرير سان چنبڙي پيا. ريکا روئندي ڊاڪٽر جو ڪالر وڃي جهليو. رڙيون ڪري چوڻ لڳي، 'ڊاڪٽر تو اچڻ ۾ دير ڪئي! منهنجي ممي اسان کان کسي ورتي ...! تو اسان جي مميءَ کي ماريو آهي ...!'

ڊاڪٽر جوشي چپ چاپ ٻيٺو رهيو. هو ريکا جي ڀاونائن کي سمجهي رهيو هو. جڏهن ريکا کي اُتان هٽايو ويو تڏهن هن اڳتي وڌي ڪوشليا کي تپاسيو. رپورٽ ۾ لکيائين - هارٽ اٽئڪ!
هن صرف ايترو چيو،'مونکي سخت افسوس آهي، مان مميءَ کي بچائي نہ سگهيس!'

ڪوشليا جي مارڪي تي عزيزن دوستن کان سواءِ ڪيترا ليکڪ ۽ اخبارنويس پڻ آيا هئا. اُن ڏينهن، ٻنهہ اُن وقت، قدرت مينهن وسائي جڻ ڪوشليا کي شرڌانجلي ڏني هئي. اُن مارڪي ۾ سنڌ جو ليکڪ اشوڪ ڪمار پڻ شامل ٿيو هو جنهنکي اُتم اِئين چئي وڃڻ کان روڪيو هو تہ هري مونواٽي پنهنجيءَ زال کي پيار نہ ڪندو هو ...

زندگي ڪيتري نہ پيچيدي آهي. ڪيترا نہ انيڪ پرائجن ٿا هڪ ئي زندگيءَ ۾؟ زندگي هڪ ئي هوندي آهي، ٻيءَ زندگيءَ جو فقط تصور هوندو آهي. تنهن ڪري سنسار جا ڪيترا لوڪ اُن هڪ ئي زندگيءَ کي ماڻڻ چوڙڻ چاهيندا آهن. اُهي 'اڄ' کي اڄ سمجهي جيئندا آهن ۽ 'سڀاڻي' کي سڀاڻي تي ڇڏي ڏيندا آهن. ڪيترا عقلپرست ائين بہ چوندا آهن تہ 'سڀاڻي' ڪنهن بہ نہ ڏٺي آهي! 'اڄ' حقيقت آهي، سڀاڻي 'ڪلپنا' آهي!

ادب اڄ ۽ سڀاڻ، ڪلپنا ۽ حقيقت، ٻنهي جو ميل آهي. اديب جيترو حقيقت پرست هوندو، اوترو وڌيڪ ڪلپناشيل هوندو ... چو تہ هو سمجهي ٿو تہ اڄ جي زندگي ڪوڙي گوريءَ مثل آهي جنهن تي ڪلپنا جو منو تهہ چاڙهي اُن کي ڪِجهہ لائق بڻائي سگهجي ٿو ...!
منهنجو ادبي سفر اِن ئي تصور کي خيال ۾ رکي روان دوان آهي. مان راهہ ۾ گلن جي پتين ۽ ڪنڊن ٻنهي کي ڏسان ٿو. باغ جو ذڪر ڪندي، باغ ۾ ٽڙندڙ گل ۽ اُن سان گڏ خار جو بہ ذڪر ڪريان ٿو. ٻنهي مان ڪنهنکي بہ الڳ ڪري نٿو سگهجي. ٻنهي جو وجود حقيقت آهي، ٻنهي کي تسليم ڪرڻو آهي.
منهنجي ڪهاڻين جو پهريون ڪتاب ١٩٧٥ع ۾ ظاهر ٿيو. عنوان هو – 'هڪ لهر'. اُهي منهنجي آس پاس جي جيون جون ڪهاڻيون هيون

جن سان مان بہ جڙيل هوس. اُن ڪتاب مونکي اديب جي سڃاڻپ ڏني.

اُن بعد منهنجو ٻيو ڪهاڻي ڪتاب - 'ڏرتي' ١٩٨٣ع ۾ شايع ٿيو. منهنجو ٽيون ڪهاڻي ڪتاب - 'خوددار' ١٩٩١ع پڌرو ٿيو جنهن تي مهاراشٽرا راجيہ سنڌي اڪاڊميءَ بهترين ڪتاب جو انعام ڏنو. 'اڇا وار ڪارا پنڻ' منهنجي ڪهاڻين جو چوٿون مجموعو آهي جيڪو نارائڻ ڀارتيءَ سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن پاران ڇپيو آهي. اِهو ڪتاب ١٩٩۴ ۾ ظاهر ٿيو.

سڀني آهوجا ڪهاڻي ڪلا ۽ ڪهاڻيءَ جي تاجي پيٽي تي سهٽيون ۽ ڪارگر صلاحون ڏنيون هيون. مون پنهنجي سود پڻ ڪهاڻي ڪلا ۾ وشو ڪهاڻيءَ جو اڀياس ڪيو. ديوداس موٽواڻيءَ جو اسٽائيل مونکي وڻندو هو، اُن کي مون اپنايو. جيوت ڇاولا اُردو افساني ۽ افساني نگارن جي واقفيت ڏني هئي. هن ڪن پرسڌ انگريزي ناولن جا سار بہ ٻڌايا هئا. جيترو سکجي ٿورو آهي. مان بہ هميشه سکندو ئي رهيو آهيان. سنڌي ٻوليءَ جي زمين ايتري اُپجائو آهي جو اُن ۾ جيڪي بہ پوکجي، اُهو سِلو ڪڍي ٿو ...

منهنجين ڪهاڻين ۾ سماج جي الڳ الڳ طبقن ۽ اُنهن جي زندگيءَ طرف رد عمل ۽ اشارا آهن، منهنجي پنهنجي اِسٽائيل ۽ نوع ۾. مان ڪرافٽمئن ڀل نہ هجان، جيئن ٻيا ڪيترا ڪهاڻي ڪار آهن، جي ڪهاڻين کي گهڙي تراشي پيش ڪندا آهن. مان سنئون سنڌو اِسٽوري ٽيلر آهيان، مان ڪهاڻي ٻڌايان ٿو پنهنجي انداز ۾، پنهنجي طرز سان ...

منهنجو ٻهريون ناول اَبو ۽ سنڌ جو سفرنامو 'جڙيل جن سان جند' ساڳئي سال - ١٩٨٨ع ۾ ظاهر ٿيا. سفرنامو منهنجي دوست طارق اشرف ڇپايو هو جنهنجي مهاڳ ۾ لکيائين : هريءَ جيءَ هن سفرنامي ۾ ڏاڍي بي ساختگي آهي، سک ۽ محبت صفحي صفحي تي نظر ايندي. هريءَ ڏاڍي سهڻي ۽ دلچسپ نموني سفر جو احوال لکيو آهي. مان سنڌ ۾ رهان ٿو، سنڌ جي شين کي سوين نہ بلڪ هزارين دفعا ڏٺو اٿم، پر ڪن ڪن شين ۽ نظارن جو ذڪر هريءَ اهڙي نموني ڪيو آهي، جڻ مان بہ سنڌ ۾ اُهي شيون ٻهريون پيرو ڏسي رهيو هجان. هن سفرنامي لکڻ کان پوءِ هريءَ جو اَدبي قد بہ، ڀارت جي تمام وڏي سنڌي ليکڪ موهن ڪلپنا کان گهٽ گهٽ نہ رهندو. هريءَ جا ڪي ڪي جملا اهڙا وڻندڙ ۽ متاثر ڪندڙ آهن، جڻ تہ اُهي هريءَ جا نہ، بلڪ ڪنهن وڏي شاعر جي رچنا

مان ورتل هجن ...

’ابو‘ ناول پڙهي سنڌيءَ جي وڏي ليکڪ موهن ڪلپنا لکيو : ’ابو‘ صبوح هٿن ۾ کنيم ۽ اٺڪل ٻن ڪلاڪن ۾ پڙهي پورو ڪيم. جي نقاد ڪتاب کي اُڇاترو پڙهندا تنکي اُهو اُڇاترو ڏسڻ ۾ ايندو، نہ تہ ڪتاب ۾ ڪافي گهرائي آهي، درد جو درياهہ آهي. ابو سنڌ ۽ هند جي تاريخ آهي. صداقت سان لکيل قابل - اعتماد هڪ تاريخي انيڙ آهي. سڀاجهي سنڌ جا سادا ماڻهو، لاڙڪاڻو هڪ سهيل شهر، پنهنجي مرڪب تمدن سبب ايڪتا جي ڏاڳي ۾ ٻڌل ۽ ڪيئن مذهب جي ڪئنچي اُن ڏاڳي کي ڪٽي ٿي. لاڙڪاڻي جي هڪ گهٽيءَ ۾ پوري سنڌ ۽ هندستان ڏسڻ ۾ ٿو اچي، حالانڪ سنڌ ۽ هندستان جي سياسي تصوير ڪشي بہ خوبصورت ڪئي ويئي آهي ۽ اُها سنڌي ادب ۾ پهرين ڪامياب ڪوشش آهي.

’ابو‘ ورهاڱي جي درد جو سنڌيءَ ۾ پهريون ۽ في الحال آخرين ناول آهي.

آخر ۾، مجبور حالتن ۾ نانڪ جو هندستان وڃڻ هنياءَ ۾ وڏ ٿو وجهي. هڪ وڏو گانڌي دهليءَ ۾ ٿو مري - هڪ ننڍو گانڌي سنڌ ۾ ٿو مري - مکي نارائڻ داس!

’ابو‘ پڙهي پورو ڪرڻ بعد اکين جي ڪُنڊن ۾ جا گرم پاڻيات جمع ٿي، اُهائي منهنجي هن ڪتاب لاءِ نجي، ذاتي، خانگي راءِ آهي.

۽ ڊاڪٽر موتيلعل جوتواڻيءَ لکيو :

ڪالهہ دسهڙي جي موڪل ڏينهن مون تنهنجو ناول ’ابو‘ هڪ ٻئلڪ ۾ ئي پڙهي پورو ڪيو. تون ڪونج پبليڪيشن جي پرڪاشڪ يا ’ڪونج‘ مخزن جي سمپادڪ جي روپ ۾ آئينده ياد ڪيو وڃين يا نہ، ليڪن ’ابو‘ ناول جي ليکڪ جي روپ ۾ اوس ياد ڪيو ويندين. تنهنجو ناول سنڌيءَ جي مهان رچنائن ۾ شماريو ويندو.

پهرين ناول ۽ پهرين سفرنامي منهنجو حوصلو وڌائي ڇڏيو.

اُن بعد مون اڇهو ناول لکڻ شروع ڪيو. ’ابو‘ ورهاڱي جي بنياد تي، لاڙڪاڻي جي پسمنظر ۾ لکيل آهي تہ ’اڇهو‘ جو تاجي پيلو ورهاڱي کان پوءِ، ڀارت ۾ سنڌي جيوت بابت آهي. ٻنهي ناولن ۾ جيڪڙا جاڳندا ڪردار آهن، منهنجا ڏٺل وائل آهن، ڪيترن سان اُٿيو ويٺو بہ هوس. مون صرف ايترو ڪيو جو ڪهاڻيءَ جي فريم ۾ کين فٽ ڪري، مٿن ڪلپنا

جو روغن لڳايو آهي. اُن بعد ٽئين ناول ’پاڻيارا پکي‘ جا ڪردار چاهي ماحول ۽ پسمنظر منهنجا ناناڻا، ڏامراهه ڳوٺ ۽ مکيه ڪردار شيوڪ ۽ يامني (راڌا)، منهنجو نانو ۽ ناني هئا !

اُن ناول ۾ مون ڳوٺاڻي ماحول کي چٽڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ٻولي پڻ ڳوٺاڻي استعمال ڪئي اٿم. مان جڏهن ڪلڪتي ويو هوس تہ بينگالي سماج جون ڪيتريون ڳالهيون نوٽ ڪري آيو هوس. اُهي مونکي ’پاڻيارا پکي‘ لکڻ وقت ڪم آيون. منهنجو نانو سنڌ جي ڳوٺ مان ڀڄي ڪلڪتي وڃي پهتو هو. جنهنکي هال وڏوا بينگالي ڇوڪري يامني پيار ڪرڻ لڳي هئي جنهنجو نالو راڌا رکيو ويو هو. بينگال ۾ وڏوا کي ’راڌا‘ ڪوٺيو ويندو هو. منهنجو نانو ڳوٺ جي هڪ مسلم ڇوڪريءَ زينب (ليکڪ جو ڏنل نالو) کي پيار ڪندو هو جنهنجي ڪري کيس پنهنجو ڳوٺ ۽ وطن ڇڏڻو پيو هو. سندس ماءُ پيءُ ننڍپڻ ۾ ئي گذاري ويا هئا جيئن امان جا ماءُ پيءُ ننڍي ئي کيس ڇوري ڇني ڪري پرلوڪ سڌاري ويا هئا. نانو کيس ڪلڪتي مان سوڪڙيون پيو موڪليندو هو. اِهو تمام وڏو قصو آهي جنهنجو ذڪر هتي نٿو ڪريان.

مان اڪثر ناني ۽ نانيءَ جي زندگيءَ تي سوچيندو رهندو هوس. ليڪن ڪنهن وقت اِنهن تي ناول لکندس، اُن وقت خواب خيال ۾ بہ نہ هو.

مونکي پنهنجيءَ جنم ڀوميءَ سنڌ سان بيحد گهڻي اُلفت آهي. اُن ئي ڀوميءَ ۾ منهنجن پرکن جي پڻي مليل آهي. مان پڻ ان ئي ڀوميءَ تي پراڻ تياڳيان، اهڙي خواهش اٿم ليڪن جيئن اِنسان جي هرڪا خواهش پوري نٿي ٿئي، منهنجي هيءَ خواهش بہ شايد اڻ پوري رهجي وڃي. اِهو سوچي مون ’پاڻيارا پکي‘ ناول جي ڪردارن — شيوڪ ۽ يامنيءَ کي، گهاڙواهه جي سپرد ڪيو، جل سماڌي ولرائي آهي !

منهنجي چوٿين ناول ’ٻاهر نڪرڻ جو رستو‘ تي ڪن پاڪن سوال جي نشاني لڳائي آهي تہ ڪن وري عجب جي! جن منهنجا پهريان ٽي ناول پڙهيا آهن، اُنهن کي مون طرفان هن قسم جي ناول جي اُميد ڪانہ هئي. اُنهن ليکي هن ناول ۾ سيڪس جي اُپٽار آهي. منهنجي ليکي سيڪس زندگيءَ جو هڪ اهم حصو ۽ انگ آهي. تنهنڪري اُن کان ڇرڪڻ واجب نہ آهي. هن ناول ۾ هڪ اهڙي نوجوان جي مانسڪتا ڏيکاريل

آهي جيڪو شعوري طور اُسريل آهي، ذهين آهي، ليڪن هن لاءِ سيڪس جي پورتيءَ جي سمسيا آهي! هو هڪ اِستري ديهہ چاهي ٿو، باقائدي شادي ڪرڻ چاهي ٿو، جيئن هو جائز نموني واسنا پورتي ڪري سگهي ... ليڪن پڇاڙيءَ تائين سندس اِها جائز خواهش پوري نٿي ٿئي ... جيتوڻيڪ هن ڪن اِسترين سان پريم ڪيو، واسنا جي پورتيءَ جو اظهار بہ ڪيو، ليڪن اُنهن مان ڪنهن بہ ڪيس ساٿ نہ ڏنو؛ ايتري قدر جو هڪ شادي شده اِستريءَ، جنهن جو پتي پرديش ۾ هو، ٻن ٽن سالن کان پرديش ۾ هو، ڪيس ڊُپليڪيٽ چابيءَ سان تالو کولڻ نہ ڏنو! اُها پرڻيتا اِستري پارتي ناريءَ جو پرتيڪ بڻجي، پر پرش کي سيما اورانگهڻ نہ ٿي ڏي .... ۽ آخر ۾ اُهو پرش جيڪو بيحد ذهين ۽ بيحد شعوري آهي، جيڪو ڪيترن ئي مسئلن تي گهرائي سان سوچي سگهي ٿو، اُنهن جو سماڌان ڳولهي سگهي ٿو، پنهنجي ديهہ جو، واسنائن جو، جائز سماڌان ڳولهي نٿو سگهي ۽ پوءِ هو ناجائز طريقي سان اُن جو سماڌان وئشيا جي ديهہ مان ڳولهي وٺي ٿو ... !

ليکڪ کان هلي ڪجهہ نئون، ڪجهہ الڳہ لکڻ، جوکم جو ڪم آهي ۽ موں اُهو جوکم 'ٻاهر نڪرڻ جو رستو' ناول ۾ کنيو آهي !

منهنجي خيال کان، منهنجو هيءُ سٺو ناول آهي ....

# باب چوٿون

## سنڌ منهنجو وطن .....

سنڌ منهنجي امان، توتي ڇا لکي ڇا لکان،
هڪ قلم ھڪڙو مان .......

تاجل بيوس جو هيءَ افاني شعر پڙهي يا عابده پروين جي پُرسوز آواز ۾ ٻڌي، سوچ ۾ پئجي ويندو آهيان جيئن هينئر سوچ ۾ آهيان تہ سنڌ بابت، اُتان جي ماروئڙن بابت ڇا لکي ڇا لکان ..... !

مان سنڌ مان ٽي دفعا ٿي آيو آهيان. ٨٦، ٨٧ ۽ ٨٩ ۾ ..... پهريون ۽ ٻيون دفعو مهنو مهنو ۽ ٽيون دفعو ٽي مهنا! پهرين دفعي جي ٽيهن ڏينهن جو احوال سفرنامي جي صورت ۾ لکيم جيڪو منهنجي دوست طارق اشراف ڇپايو. اُهو سفرنامو پڙهي موهن ڪلپنا لکيو :

تنهنجي سفرنامي جي خوبي اُن جي صداقت، سلاست ۽ باريڪ تفصيل آهن. هوائي جهاز مان ڏٺل سنڌو ندي ۽ آباد زمين جا چورس، سرسبز بارا، جن مان منظر من کي ڇهي ٿا وڃن.

آخر تو اُن ڌرتيءَ تي قدم رکيو. تو اُتي جو پاڻي پيتو، ماڻهن جي روحن ۾ ليئا پاتا. من کي ڇهي ويڻون اُهي تصويرون جي تون نقش ڪيون آهن.

شايد اِن ڪري ڪتاب ڏاڍو وڻيو جو اُهو سڀ تو ڏٺو، محسوس ڪيو ۽ لکيو آهي. 'ڪير پريا ھلڙا' پڙهي 'ڇوٽي ماءُ سندريءَ' جا ھٿ چمڻ تي دل ٿي ھئي — اڄ تنهنجا ھٿ تو ڇمان جو سچ لکين ٿو ۽ لکي سگهين ٿو.

— موهن ڪلپنا، جمع، ١٨ آگسٽ، ١٩٨٩

ٽئي دفعي مون سان گڏ منهنجا دوست نند جويري ۽ نند ڇڳاڻي بہ هئا. مان لاڙڪاڻي جو، نند جويري شڪارپور جو ۽ نند ڇڳاڻي حالاڻي بالاڻي جو آهي، پر ڌرتي ٽنهي جي ساڳي — سنڌ هئي ..... ندي ساڳي — سنڌو ندي هئي ......! اسان ٽنهي ڏري گهٽ سموريءَ سنڌ جي پرڪرما

ڏني. مون اُن سفر جون ڪجهہ قسطون لکيون هيون، اُهي ڇپيون ۽ پسند بہ ڪيون ويئون پر پوءِ ڪا مصلحت سمجهي اُهي وڌيڪ نہ لکيم.

ٽئين دفعي، ٽن مهنن تائين رهائڻ جو شرف مخدوم جميل الزمان کي آهي جنهن سهڻي جوان ۽ شاعر مونکي دلين ۾ جايون ڏنيون هيون. سندس همشريڪه، پيارن پائرن ۽ مرحوم سائين طالب المولي جن شفقت سان نوازيو هو. مونکي ڪيترا ڏينهن سندن حويليءَ جي مهمان خاني ۾ رهڻ جو شرف عطا ٿيو هو.

اُن ٽئين سفر دؤران مون ڪيئي انڀو حاصل ڪيا جن جو مختصر ۾ ذڪر ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان جيئن اُهو رڪارڊ تي هجي.

مان ڪراچيءَ ۾ جميل الزمان جو مهمان هوس. هو محفلن جو مور هو تنهن ڪري رات جو دير تائين جاڳڻ جو عادي هو. صبح جو نہ، ٻنپهرن جو ننڊ مان اُٿندو هو. رات جو مان پاڻ بہ اُنهن محفلن ۾ شريڪ هوندو هوس جي گهڻو ڪري فائيواسٽار هوٽلن ۾ ٿينديون هيون. سندس ڪونہ ڪو مريد، ايتري قدر جو سندس سهرو جو پڻ مريد هو، سمورو خرچ پاڻ تي هموار ڪندو هو. اُهي مريد سندس اڳيان اچڻ ڪان اڳ، جُتي ٻاهر لاهي، مٿو ڍڪي، سندس اڳيان اچي سجدو ڪندا هئا. مان جو سندس ويجهو ويلو هوندو هوس تہ هو منهنجي اڳيان بہ نِمندا هئا.

هڪ دفعي هو مونکي ۽ ٻين ڪن اديبن کي منهنجي چوڻ تي، پنهنجي ساهري ڳوٺ ڪِپري وٺي ويو جتي رستي ۾ سندس مريد قطار ۾ بيهي، نعرا هڻي، سجدو ڪندا رهيا!

هڪ ڏينهن جميل ڪلندي چيو، 'ڪاڪا، ڪرامتن جا زمانا ويا. اُهي اسان جا وڏا بزرگ ڏيکاريندا هئا. هينئر اسين اُنهن وڏڙن جي پوکي لٽي رهيا آهيون.'

مخدومن جو ذري گهٽ سڄو خاندان شاعر آهي. سائين طالب المولي تہ ڇئي ڪٽي بس ڪر ....

رمضان شريف جو مهنو هو ۽ مان ڪجهہ ڏينهن کان هالا نوان ۾ رهيل هوس. روزا هوندي بہ روز صبح جو منهنجي لاءِ نيرن تيار ٿي ايندي هئي. مونکي هڪ خادم ڏنو ويو هو جيڪو شهر ۾ گهمائڻ وٺي ويندو هو. ڏينهن اٿين سڙ سپاٽو ڪندي گذري ويندو هو ۽ شام جو مخدوم جميل جي حاضريءَ ۾ ڪچهريون ٿينديون هيون. اُنهن ڪچهرين ۾ عبدالله

درياهه پڻ هوندو هو جيڪو سندن مريد هو. هڪ ڏينهن مون واري خادم ٻڌايو تہ بيگم صاحبا جي طبعت ناساز آهي، رات ڊاڪٽر کيس تپاسڻ آيو هو. مونکي فڪر ٿي پيو. هوءَ نهايت نيڪ عورت هئي. شاديءَ بعد جميل سان گڏ بمبئيءَ آئي هئي ۽ مونکي ڪاڪو ڪوٺيندي هئي. نند جويريءَ جي زال چندرا کيس ساڙهي پهرائي هئي ۽ ڳاڙهي بندي بہ لڳائي هئي. هن ٻڌايو هو تہ هوءَ ڪراچيءَ ۾ هوندي تہ اسان سان گڏجي سگهندي. پر جي هالا ۾ هوندي تہ ڪنهن سان بہ گڏجي نہ سگهندي جو اِهو خانداني نيم هو. ايتري قدر جو حويليءَ جون زالون پنهنجن سڳن ڀائرن ۽ پيءُ سان بہ گڏجي نٿي سگهيون .....

مان صبح جو سويل اُٿندو آهيان. سنان پاڻي ڪري پنج منٽ ڪن پرارٿنا ڪندو آهيان. مان پنهنجو اشٽ ديو شِوَ کي مڃيندو آهيان، اُن ڪان ئي ڪُلَ جو ڌيئر گهرندو آهيان. اگر گهر کان ٻاهر هجان ۽ ويجهو مندر مڙهي هجي تہ سجدو ڪري ايندو آهيان.

اُن ڏينهن صبح جو خادم سان گڏجي هالا نوان جي حضرت نوح جي درگاهہ ۾ وڃي بيگم صاحبا جي صحتيابيءَ لاءِ دعا گهري آيس. منهنجي اُها دعا شايد قبول پيئي هئي جو پوءِ ٻڌم تہ هوءَ نياڻي صحتياب ٿي هئي ۽ کيس سهڻو پٽ ڄائو هو ! هوءَ شايد گريوتي هئي تڏهن ئي جميل مون کان ڪلا پرڪاش جو 'ممتا جون لهرون' ڪتاب گهريو هو جيڪو مون کيس ڏنو هو. هن شايد اُهو ڪتاب پنهنجيءَ گهرواريءَ کي پڙهائڻ پئي چاهيو جيڪا ماءُ بڻجڻ واري هئي .....!

هالا ۾ رهندي هڪ اهڙي واقعو ٿيو جيڪو مون کان ڪڏهن نہ وسرندو. جميل جو دير سان ايندو هو تہ مون وارو خادم شهر گهمائڻ وٺي ويندو هو. اُتي بزار ۾ ڪيترن هندن جا دڪان هئا جن کي ديوان ڪوٺيندا هئا. اُنهن مان هڪ پان واري جا پان تمام مشهور هئا. وٽس هميشه گراهڪن جي ڀيڙ رهندي هئي. هرڪو پان ٻڌائي گهر کڻي ويندو هو. ڪي اُتي ئي بيٺي بيٺي چباڙيندا هئا. مون واري خادم کيس چيو، 'ديوان، پنهنجو هيءُ ڪاڪو سائين جميل جن جو خاص مهمان آهي. هن لاءِ هڪ خاص سٺو پان ناهي ڏي ...'

مخدوم جميل جو نالو ٻڌي، اُن پان واري ديوان، ٻين کان اڳ منهنجو پان ناهيو. مون پان وات ۾ وجهي، پئسن لاءِ کيسي ۾ هٿ وڌو تہ چيائين،

’ڪاڪا، شرمندو نہ ڪريو. سائينءَ جا مهمان معنيٰ اسان جا مهمان! پنهنجن مهمانن کان پئسا ڪيئن وٺنداسين؟‘

هو ٻين گراهڪن جا پان ناهڻ لڳو تہ مون پان چٻاڙيندي ڪانئس پڇيو، ’تہ هتي ڪيئن ٽِڪا رهو؟ ڌپ ڌاڪ ڪونہ ٿو ٿئيوَ؟‘

’ڇا جو ڌپا مخدوم اسان کي پنهنجي رعيت سمجهندا آهن. ڪو اک ڏيکاري تہ هو سندس اک ئي ڪڍي ڇڏين! جيڪي اسان مان ڀارت ويا هئا، اُنهن مان ڪيترا واپس موٽي آيا آهن. اسين ڪڏهن ڪڏهن پنهنجن مائٽن سان ملڻ ڀارت ويندا آهيون؟‘

پان سوادي هو. مان اُهو چٻاڙيندي اُن جي رس پي ويو هوس. اُمالڪ مٿو ڦرڻ لڳو. چڪر اچڻ لڳا. مان ڪرڻ تي هوس تہ مون واري خادم ۽ ٻن ٻين همراهن ٻکي، جهلي ورتو. اوڏيءَ مهل بجلي بہ بند ٿي ويئي. اونده ۾ رڙورڙ مچي ويئي :

’اڙي ڪاڪي کي سنڀاليو، ڪريوَ ٿوا‘

خادم ۽ پان وارو ديوان ڊڄي ويا. مان مخدومن جو خاص مهمان ۽ هن ديوان پان ۾ الائي ڇا ملائي کارايو هو .....!

هڪ همراه ڊوڙي لمليٽ وٺي آيو. بوتل کولي منهنجي منهن ۾ ڏنائين. مان گٽ گٽ ڪري بوتل پيئڻ لڳس. پوءِ جو اُلٽيون شروع ٿيون تہ سمورو ناشتو پاٽي ٻاهر نڪري آيو. پنجن منٽن کان بہ دير سان هوش جاءِ آيو. ديوان جي شڪل ڏسڻ وٽان هئي، جهڙي هئڊ ! هٿ ٻڌي چوڻ لڳو، ’مونکي خبر ڪانہ هئي تہ اوهين پان ۾ تماڪ نہ کائيندا آهيو. هتي گهڻو ڪري سڀ کائيندا آهن. هينئر جي هن ڳالهہ جي خبر سائيجن کي پئجي ويئي تہ منهنجا لاهہ نڪري ويندا! منهنجو حشر ڪري ڇڏيندا !‘

هو مون کان هٿ ٻڌي معافيون گهرندو رهيو. تڏهن مون آهستي پٽڪي ڇيو، ’تون فڪر نہ ڪر. هن واقعي جي خبر هنن تائين نہ پهچندي! ليڪن تون مون کان پڇين تہ ها تہ تماڪ وجهان يا نہ وجهان؟‘

’سائين اڳتي اهڙي غلطي نہ ٿيندي ...!‘

مون واري خادم بہ هن طرفان معافي گهري.

هالا اچڻ کان اڳ مان لاڙڪاڻي ويو هوس. اِن کان اڳ جڏهن

ٻه دفعا آيو هوس ته ٻئي دفعا اُتي ڪرفيو لڳل هو. صرف نون تڪن مان ڦيرو ڏيئي، پنهنجيءَ جاءِ ڪي هٽ لڳائي، موهن جو دڙو گهمي موٽي آيو هوس. هن دفعي سک سانت هئي.

منهنجا ٻه دوست جن مان هڪ جي هالي ڪاني ۽ ڏسڻ وائسڻ ۾ آنند ڪيماڻيءَ جهڙو هو، مون ڪي پاڻ سان گڏ ريل رستي لاڙڪاڻي وٺي وڃي رهيا هئا. اسان ڪوٺڙيءَ مان ٻولان ميل ۾ چڙهيا هئاسين جيڪا ڪوئٽيه تائين ويندي هئي.

ٽرين جڏهن لڪي جبلن وٽان لنگهي ته مون آسمان ۾ هڪ عجيب لقاءُ ڏٺو. سورج منڊل مان، ڪڪرن جي پلڻيان، جوڳين جي گيرو رنگ جهڙو پرڪاش، هيٺ ڇٽي رهيو هوا آهو ڇڻ جوڳين جو جلوس هو .... اهو درشيه جڏهن پاڻ وارن دوستن کي ڏيکاريم ته هو پڻ حيرت وچان اِهو ڪرشمو ڏسڻ لڳا. اهڙي قسم جو ادڀت منظر شايد شيخ اياز ٻه ڏٺو هو جنهنجو ذڪر هن پنهنجي ڪنهن ڪتاب ۾ ڪيو آهي. ٽرين جڏهن موهن جو دڙو اُڪري، لاڙڪاڻي طرف وڌي ته اوچتو ٻي منداڻتو مينهن وسڻ لڳو. مؤسوم اهڙي دلفيرب ٻڻجي پيئي جهڙوڪ ڪا محبوبا سامهون هئي، ڪا امڙ، پنهنجي لختي جگر جي اچڻ جو ٻڌي، خوش خورم ٿي پيئي هئي ....

هائو، مان ئي اُهو محبوب هوس، لخت - جگر هوس جيڪو تمام پري ڪان، ماءُ سان ملڻ آيو هو ڇو ته هو اڌ صديءَ ڪان وڇڙيل هئا .... !

سک جون چند ساعتون جي مون پنهنجي اباڻي گهر ۾ گهاريون، اُهي مون کان مور نه وسرنديون. جبل جيڏي اوچي ۽ اڏول سوڀي گيانچنداڻيءَ جي گهر جيتريون راتيون رهيس، اُهي هميشه ياد رهنديون. امرت سمان سنڌوءَ ۾ ڏنل ٽٻيون اڄ ٻه ياد اٿم. شهيد پلي جي گهر سامهون، گهاڙواه جي ڪپر تان ميڙيل سپون ڪيترا سال سانڍي رکيم.

ورهاڱي کان چاليهن سالن بعد جڏهن پهريون دفعو سنڌ ويو هوس ته اُتي اديبن جي ميڙ ۾ چيو هوم : ’چاليهن سالن جو اوجاڳو اٿم. هاڻ سنڌ ماتا وٽ پهتو آهيان ته چاهيان ٿو ستو پيو هجان.‘

اُن ادبي محفل ۾ منهنجي پياري دوست شوڪت حسين شوري مون بابت چيو، ’هري موٽواڻي سنڌي ادب جو راءِ ڏياچ آهي. هريءَ جي هاڪ

رڳو هند ۾ ڪونهي، هن سنڌ ۾ به پاڻ کي مڃرايو آهي.'

سنڌ جي منهنجي اِها دوستاڻي ياترا ممڪن ئي نه هجي ها جيڪڏهن مون کي سنڌ وارن مدد نه ڪئي هجي ها. نه صرف اُنهن مدد ڪئي بلڪ مونکي پنهنجو ڀاءُ، پٽ، پيءُ ڪاڪو سمجهي عزت ڏني - ڏياري ...

طارق اشرف ۽ غلام نبي مغل جي دوستيءَ ملي، ڪونج کي سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ ۽ شهر شهر مشهور ڪيو هو. مان جڏهن سنڌ پهتس ته ڪونج جي انهن پڙهندڙن، جن مان ڪيترا آفيسر، ڪامورا ۽ وڏيرا هئا، منهنجي مانَ ۾ داعوتون ڏنيون ۽ ڪچهريون ڪندي ٻڌايائون ته هنن شاگرديءَ واري زماني ۾ ڪونج رسالو پڙهيو هو.

اُن بعد جن ٻين مونکي دلين ۾ جايون ڏنيون اُهي تاجپور جا نواب آهن. امداد علي ٽالپر، منظور حسين ٽالپر، محمد خان ٽالپر ۽ بشير احمد خان لغاري. اِنهن چئني نوابن مون مٿان قربن جا مينهن وسايا آهن. سندن دلبريون مون لاءِ هميشه اُمنگ جو باعث رهنديون.

۽ قرب وارن اديبن ۽ شاعرن جو لڏو، جن مونکي هروقت پنهنجو سمجهيو، اُهي دلبر آهن : شوڪت شورو، مشتاق شورو، حميد سنڌي، اِمداد حسيني، مدد علي سنڌي، ظفر حسين، محبوب شيخ، تاج بلوچ، هدايت پريم، خانمحمد پنهور، شمشير الحيدري، تاجل بيوس، عبدالله قادر جوڻيجو، تاج جويو، آغا سليم، در محمد پٺاڻ، حليم بروهي، اياز قادري، طارق عالم ابڙو، پيارو محمد آچر پنهور ۽ ٻيا ننڍا وڏا ڪيترائي اديب ۽ شاعر جن جي فهرست تمام وڏي آهي.

گل ٽالپر مون کي پيءُ، پٽ ۽ ڀاءُ چئي، ٽئي رشتا جوڙي ڇڏيا هئا — جڙيل آهن؛ ماهتاب محبوب ڀينرن جيان ڳرانڊڙيون پاتيون؛ هوءَ ايتري سڪ واري آهي جو اُتي ئي رُسي، اُتي ئي پرچي؛ ادي مختيار شورو مونتي اِلاهي مهربانيون ڪيون. ادي گل ته مونکي رکڙي به ٻڌي آهي. رکڙيءَ جي کهڙي ۽ ڪيتري اهميت آهي، مونکي ڄاڻ آهي ....

۽ جن نياڻين مون کي ڪاڪو ۽ مامو سمجهيو. انهن ۾ گل جون ٽي نياڻيون عاشفہ، افزا ۽ لبنيٰ، ماهتاب جون به ڌيئر اِرم ۽ ڌمر، ۽ وليرام وليءَ جون به ڪکيون : پشپا ۽ گوري آهن !

جن سنڌ جاين اديبائن سان منهنجون ڪچهريون ٿيون، تن ۾ خيرالنساء، جعفري، نورالهديٰ شاد، سحرامدد، قمرواحد، نذيرناز، نسرين جوڻيجو ۽ ادي

ماهتاب اڪبر راشدي مکيه آهن.

هڪ ٻئي واقعي جو، جيڪو سنڌ ۾ درپيش آيو، اُن جو ذڪر نہ ڪندس تہ پاڻ سان ڌوھ ڪندس. ڌوھ اِن ڪري ٿو چوان جو اُن ۾ جنهن شخص جو ذڪر ايندو ۽ صرف اُن جو ئي ذڪر ٿيندو، تہ اُهو واقعو پڙهي، مون جيان ٻيا پڙهندڙ پڻ هن سان نفرت ڪندا!

مون کي سنڌ لاءِ هڪ مهني جي ويزا ملي هئي. ليڪن مخدوم جميل مونکي واپس وڃڻ کان روڪيندو رهيو. اِهو هن جو قرب هو. هن منهنجو پاسپورٽ ڪراچيءَ موڪلي هڪ مهني جي ويزا وڌائي ورتي.

پارٽ ۾ منهنجو هڪ ئي دشمن ۽ حريف آهي ـــ اُتم ...! هن کان اِها ڳالهہ برداشت نہ پئي ٿي تہ مان بار بار سنڌ وڃان ٿو، اُتي ادبي ڪچهريون ڪري، عزت پائي اچان ٿو ... ! هن جي من ۾ حسدُ تہ هوئي، مندي بہ اچي اُن سان شامل ٿي ... تعصب وچان هو هڪ اهڙو ڪم ڪري ويلو جيڪو ڪهڙي بہ وويڪ شيل شخص جي شانَ وٽان نہ هو. پر هو، اِئين چوان تہ، منهنجي حق ۾، سڀ ليکا لنگهي ويو. مان اُن وقت سنڌ ۾ ئي هوس تہ هن دهلي آڪاشوائيءَ جي، ايڪسٽرنل سروس تان، جيڪا خاص سنڌ لاءِ شروع ڪيل هئي ۽ وينا شرنگي جنهنجي اِنچارج هئي، ڪتابي سمالوچنا جي بهاني، ڪانٽس آرڊر وٺي، منهنجي ناول اَبو جي بنياد تي اناپ چناپ بڪواس ڪري آيو. جيئن ئي اِها براڊڪاسٽنگ سنڌ وارن منهنجن دوستن ۽ سڄڻن ٻڌي تہ هو ڏڄي ويا. بوڪ رويو بهاني اُتم مونتي بي بنياد اِلزام ڏريا هئا. مان ائنٽي پاڪستاني آهيان. سي - آءِ - ڊي وارن اُها نيوز رڪارڊ ڪئي هئي ۽ اُن ڏينهن کان منهنجي ڪڍ پئجي ويئي جنهنجي مونکي ڄاڻ نہ پيئي. اُتم اِها ڳالهہ گني سامتائيءَ کي ٻڌائيندي فخر سان چيو هو : هن کان پوءِ تنهنجو اِهو دوست سنڌ وڃي ڏيکاري ...!

پاڪستاني سي - آءِ - ڊي ڪهڙو بہ ظلم ڪرڻ کان ڪين هٻڪندي آهي. مون جڏهن بينظير ڀٽو جي آتم ڪهاڻي 'ڊاٽر آف ايسٽ' جو سنڌي ترجمو پڙهيو تہ اِلائي ڪيترا دفعا رُنو هوم. هن نياڻيءَ تي ڪيترا نہ ظلم ڪرايا هئا جنرل ضيا ...! ساڳيا ٽارچر هن شهيد ڀٽو کي بہ ڏياريا هئا ...! ٻنهي پيءُ ۽ ڌيءُ پاڪستاني جيلن اندر عقوبتون سٺيون جن مان ڀٽو شهيد ڪيو ويو ۽ بينظير اُنهن مٿان سوڀ حاصل ڪري، پاڪستان جي

وزير اعظم بڻي ....!

سنڌ ۾، خاص طور حيدرآباد ۾، مان جتي به وڃان، سي - آءِ - ڊيءَ وارو هميشه پليان هجي. ماهتاب جي گهر وڃان ته اُتي به هجي، پٽ شاه تي وڃان ته اُتي به ڪڏ ... ريڊيو اسٽيشن تان آل پاڪستان مشاعرو هو. سائين جميل مونکي به اُن مشاعري ۾ وٺي ويو هو جيڪو سڌو پرسارت ٿي رهيو هو. سڄي پاڪستان اُهو مشاعرو ڏٺو جنهن ۾ سنڌي، پنجابي ۽ اُردوءَ جي شاعرن شرڪت ڪئي هئي. اُتي به هو پيڇو ڪندا پهچي ويا هئا. مطلب ته اُهو سڄو مهنو منهنجو پيڇو ڪيو ويو، رپورٽن سان فائيل ڀريندا ويا، ليڪن مونکي ڪا خبر ڪانه هجي ... سي - آءِ - ڊي وارن الڳ الڳ اديبن کان به پڇائون ڪيون مون بابت، ليڪن اُنهن مان ڪنهن هڪ به مون خلاف نه ڳالهايو. ڪونج جا پرچا هٿ ڪري پڙهيائون ۽ اُهي رڪارڊ تي رکيائون. ڪين اهڙو ڪجهه به هٿ نه لڳو جنهن جي آڌار تي هو مونکي جهلي سوگهو ڪن. وڏي ڳالهه ته منهنجي ويزا مخدومن جي نالي هئي جيڪو خاندان سياست ۾ پلو خاندان کان پوءِ ٻيو نمبر مڃيو ٿي ويو. اُهائي منهنجي بچاءُ — ڍال هئي ...

ٻئي مهني واري وڌايل ويزا پوري ٿيڻ تي هئي ته مون واپس ورڻ جون تياريون ڪيون. ويزا ۾ باقي ٻه - چار ڏينهن وڃي بچيا هئا. رمضان هئڻ سبب ٽڪيٽ ڪنفرم ڪانه پئي ٿي. ڪراچيءَ فون ڪيو ويو ته چيو ويو روبرو اچو ته ڪم ٿيندو نه ته نه ٿيندو. مان ٽڪيل هوس حالا نوان ۾ جميل جن وٽ ۽ رمضان سبب هو پاڻ ڪراچيءَ ڪونه پئي هليو. ٻيو ته سندس بيگم پڻ ناچاڪ هئي. هن مونکي پنهنجي هڪ خاص ماڻهوءَ سان ڪراچيءَ موڪلڻ جو بندوبست ڪيو. ويزا پوري ٿيڻ ۾ صرف هڪ ڏينهن بچيو هو. مان فڪر ۾ هوس. جميل سائينءَ پنهنجي ماڻهوءَ کي سمجهايو ته پهرين ويزا وڌرايان ۽ پوءِ کهڙي به ڏينهن جي ٽڪيٽ ڪنفرم ڪرائي، مون کي هتي واپس وٺي اچي.

ٻئي ڏينهن صبوح جو مان ۽ اُهو خادم، ڪار رستي ڪراچي وڃڻ لاءِ تيار ٿياسين. ويزا جو مدو اَڄ ختم هو ۽ اَڄ ئي نئي ويزا جو لڳو هئڻ ضروري هو. حيدرآباد مان جميل لاءِ نذير ناز جو فون آيو. مان اوطاق تي هوس، فون مون ئي کنيو. هڏايومانس ته جميل سائين اڃا ننڊ مان اُٿيو ئي ڪونهي.

نذير ناز شاعرا ۽ ڪهاڻي نويس هئي. اِنڊيا بہ آئي هئي. منهنجي ساٿس چڱي ڏيٽ ويٽ هئي. حيدر آباد جي ريڊيو اِسٽيشن تي پڻ ڳڏي هئي جتي مُشاعري ۾ شعر پڙهڻ آئي هئي. مون چيس، 'مان ٿوريءَ دير ۾ ڪار رستي ڪراچيءَ پيو وڃان. ڪراچيءَ ۾ ڪو ڪم هجيئي تہ بلاشڪ اسان ساڻ ڳڏجي هل. اسين ڪار ۾ صرف بہ آهيون، مان ۽ خادم، ٽيون ڊرائيور.'

چيائين، 'مان توکي اڌ ڪلاڪ ڪان پوءِ فون تي ٻڌايان ٿي. اگر منهنجي هڪ ساهڙي مون سان گڏ هلڻ چاهي تہ گنجائش آهي؟'

مون وراڻيس، 'گنجائش ڪڍي وٺبي. تون ٿورو جلد ٻڌائج جو تہ مونکي ويزا وڌائڻ لاءِ وقت سِر پهچڻو آهي.'

اڌ ڪلاڪ ڪان پوءِ هن فون ڪئي. چيائين، 'مان ۽ منهنجي اُها ساهڙي تيار هونداسون، توهان اسان کي پِڪ اپ ڪندا وڃجو ...' هوءَ ٿورو رڪي ۽ پوءِ چيائين، 'توهان لاءِ هڪ سي - آءِ - ڊي وارو پڇڻ آيو هو. مون کان پڇيائين : هو ڪٿي هوندو؟ مون چيس : مونکي ڪا خبر ڪانهي ... خبر ناهي توهان لاءِ ايترو ڇو پئي پڇيائين!'

نذيرناز جي ڳالهہ ٻڌي مان فڪرمند ٿي ويس. هو ادي گلشن کان بہ پڇي آيا آهن، تنهنجي معنيٰ تہ هوءَ بہ پريشان هوندي. مون سوچيو ڪراچيءَ وڃڻ کان اڳہ مان حيدرآباد مان ٿيندو ويندس.

جميل سائين کي گهر فون ڪري، کيس حقيقت ٻڌايم. هو بہ فڪرمند ٿي ويو. الائي ڪهڙي ماجرا هئي، اِهو سوچي چيائين : آءٌ اِجهو اچان پيو.

هن جو اِجهو اچڻ معنيٰ هڪ ڪلاڪ. هو آيو تہ ويهي صلاح ڪئيسون. مون چيو : ڪراچي وڃڻ کان پهرين حيدرآباد وڃي، سي - آءِ - ڊي وارن کان دريافت ڪندس تہ هو مونکي ڇو پيا ڳولهين؟

جميل پنهنجي ماڻهوءَ کي سمجهائيندي چيو، 'اوهان ڪاڪي کي ٻئي ڪنهن هنڌ ويهاري پاڻ جاچ ڪري اچجو تہ معاملو ڪهڙو آهي. آءٌ بہ هتان کين فون ڪري ٿو ڇڏيان. اهڙي جهڙي ڳالهہ هجي تہ ڪاڪي کي اوڏانهن وٺي نہ وڃجو، اسان کي هتي اِطلاح ڏجو.'

اسين هڪ بجي حيدرآباد پهتاسين. خادم مونکي هڪ دوست جي گهر ويهاري پاڻ صدر پوليس ٿاڻي ويو. هنن چيس : اِهو معاملو سي - آءِ - ڊي تحت آهي، اوهين اوڏانهن وڃو.

اسين اوڏانهن روانا ٿياسين تہ اسان جي ڪار لطيف آباد ڪالونيءَ وٽان لنگهي. ادي گلشن جو گهر ويجهو ئي هو. اُتِ ڏينهن ٿي ويا هئا جو مان هالا ۾ هوس. پاڻ واري همراه کي، جيڪو پناڻ هو، چيم، ’ہ منت هتي ترس تہ اديءَ کي منهن ڏيکاري، ٻارن سان ملي، هڪ گلاس پاڻيءَ جو پي، پوءِ هلون ٿا.‘

گاڏي گهر کان ٻاهر بيهاري، مان ڊوڙندو بنگلي اندر داخل ٿيس تہ اديءَ مونکي ڏسي وڏي اوڇنگار ڏني. سڀيءَ ماءُ جيان ڀاڪر پائي چيائين، ’ادا، اڄ خدا منهنجي ٻڌي آهي. صبح جو بہ ۽ هينئر ٻنپهرن جو بہ، نماز پڙهندي، تنهنجي هتي موٽي اچڻ جي دعا گهري اٿم، هينئر تون هتان ڪيڏانهن نٿو وڃي سگهين ....!‘

منٽ ٻن کان پوءِ کيس سموري ڳالهہ ٻڌايم. ادي پناڻ خادم کي اندر ڪوٺايو. کيس مهمانخاني ۾ ويهاري، پاڻ منهن ڇڱيءَ طرح ڍڪي، چيائين،’ادا، منهنجو هيءُ ڀاءُ مون وٽ امانت آهي. هن کي ڪجهہ ٿي پيو تہ آءٌ خدا کي ۽ هن جي ٻارن کي منهن ڏيکاري نہ سگهنديس. مون صبوح کان خدا کي ٻاڏايو ويلي تہ منهنجو ڀاءُ، جنهنکي آءٌ پنهنجو پيءُ بہ تہ پٽ بہ سمجهندي آهيان، مون وٽ موٽي اچي. هينئر خدا تعلي منهنجي ٻڌي آهي ۽ هن کي مون وٽ موٽائي موڪليو اٿس. هينئر آءٌ هن کي گهر کان ٻاهر ڪانہ ڪڍنديس، تون پاڻ اڪيلو وڃي هن جي ويزا بہ وڊائي اچ ۽ ٽڪيٽ بہ ڪنفرم ڪرائي اچ.‘

پناڻ خادم هٿ ٻڌي چيو، ’امڙ، آءٌ تہ خادم آهيان. جيئن سائين حڪم ڏنو آهي تيئن ڪرڻ لاءِ ٻڌل آهيان. نہ تہ توهان پاڻ اُنهن سان ڳالهيو. مونکي جيڪو حڪم ملندو، آءٌ تيئن ڪندس.‘

ادي گلشن، منهنجي صدقي، مخدوم جميل الزمان کي فون ڪيو. جڏهن هن فون کنيو ۽ هيلو چيائين تہ اديءَ چيس، ’ابا، تون منهنجي پٽ جيڏو آهين. اهو ،هري بلڪل سادو ماڻهو آهي. هي جيڪڏهن منهنجو مهمان آهي تہ تنهنجو بہ مهمان آهي. هن کي هتي ڪجهہ ٿي پيو تہ خدا اسان کي ڪڏهن معاف نہ ڪندو. تون ڪجهہ بہ ڪر، اڄ جو اڄ هن جي ويزا وڌرائي کيس ٽڪيٽ ڪنفرم ڪرائي ڏي تہ هتان وڃي پنهنجن ٻچن سان سڪي ٿئي. جيستائين سندس ويزا نہ وڌي آهي، مان کيس گهر مان ڪانہ ڪڍندس.‘

مان مشڪل سان پنهنجا ڳوڙها روڪي سگهيو هوس. ادي گلشن کي منهنجو ڪيترو نہ اونو هو ...!

جميل سائين پلاڻ خادم سان فون تي ڳالهائي ڪيس ڪي هدايتون ڏنيون، اُنهن موجب پهرين ڪيس اڪيلي سر سي-آء -ڊي آفيس وڃڻو هو جتي جميل فون ڪري ڇڏيو هو. اُتان هن کي ڪراچيءِ وڃڻو هو جتي ويزا وٺرائي، ٽڪيٽ ڪنفرم ڪرائي، ٻئي ڏينهن حيدرآباد اچي، مونکي سي-آء-ڊي آفيس ۾ وٺي وڃڻو هو.

ٻنهي جا ٻہ ادائي ٿي ويا هئا. سڀ ٻڪ ۾ هئاسين. نوڪر ڪنهن ڪم سان ويل هو. اديءَ پنهنجن هٿن سان مانيون پچائي، آمليٽ ٺاهي، اسان کي کارايا. اديءَ جي پنهنجي ٻڪ مري ويئي هئي. ماني کائي پلاڻ ۽ ڊرائيور سي-آء-ڊي آفيس روانو ٿي ويا. اُتان ٿي، ڪراچي وڃڻ کان اڳ، پلاڻ خادم وري گهر آيو ۽ ٻڌائي ويو تہ سي-آء-ڊي آفيسر سائيجن جو مريد ۽ پلاڻ جو هم ڪلاسي هئو. هن اسان کي ٻئي ڏينهن پاڻ وٽ گهرايو هو.

اُهو سڄو ڏينهن مون ٻارن سان گڏ ويهي ٽي. وي. تي فلم ڏٺي. گلشن اڃا تائين پريشان هئي، ۽ هن جي پريشانيءَ جو ڪارڻ مان هوس !....

ٻئي ڏينهن ويزا بہ وٺجي آئي تہ ٽڪيٽ پڻ ڪنفرم ٿي ملي. مخدومن کي ڪير ناڪار ڪري!

اسان کي هينئر سي-آء-ڊي آفيس ۾ وڃڻو هو. مان گلشن کان موڪلائڻ سندس ڪمري اندر ويس تہ هوءَ ڇڻ مراڪبي ۾ ويٺي هئي. مون پنهنجا هٿ سندس پيرن طرف وڌايا تہ هٿ جهلي ورتائين. چيائين، 'ادا، هيءَ ڇا پيا ڪريو؟ توهان تہ منهنجا وڏڙا آهيوا وڃو، اوهانکي ڪجهہ بہ نہ ٿيندو ...'

سي-آء-ڊي آفيس ائين ئي هئي جيئن ۽ جهڙين حالتن ۾ انگريز ڇڏي ويا هئا. گهٽي رش ڪانہ هئي جو جمع سبب آفيس بند هئي. اسين جڏهن ڪمري اندر پهتاسين تہ اُتي صرف هڪ ئي شخص ويٺو هو جنهنکي اڇي سلوار ۽ خميص پيل هئي.

هن اُٿي بيهي مون سان هٿ ملايو. پلاڻ خادم سان بہ ڪلي ڪيڪار ڪيائين. اسين جڏهن ڪرسين تي ٽهي ويناسين تہ آفيسر خوش مزاج

موڊ ۾ چيو، ’اِهو ڇڱو ٿيو جو اوهين پاڻ ئي آيا!‘
مون مذاق ڪندي چيو، ’نہ تہ شايد ٻڌي ولي اچو ها؟‘
هن هلڪو ٽهڪ ڏنو. چيائين، ’ائين هجي ها تہ اوهان کي ڪڏهن جو ڪٽي ولون ها. پر ڏسو تہ سهين توهان مهمان ڪنِ جا آهيو؟ شڪر جو ڪالهہ سائينءَ پاڻ فون ڪئي ۽ مون فورن ڪيس جو فائيل پاڻ وٽ گهرائي ورتو. نہ تہ پڪ توهان اندر هجو ها! توهان جو ڪيس هڪ پنجابي فوجي آفيسر جي سُپرد هو جنهن توهان مٿان ڪافي چارجس مڙهيون هيون ... ‘!
’مثال طور؟‘
’اُن ڳالهہ کي ڇڏيو. هينئر ڪيس منهنجي هٿن ۾ آهي. مون کي توهان ٿورن سوالن جا جواب ڏيو تہ مان ڪيس ڪمپليٽ ڪري، فائيل بند ڪري ڇڏيان ...‘
مان سوالن جا جواب ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويلس. هن جيڪي سوال پڇيا، مون اُنهن جا صحيح ۽ سچا جواب ڏنا.
هن پهريون سوال پڇيو، ’توهان ڪن فلاڻي شهر ڪيئن وڃي پهتا؟‘
مون جواب ڏنو، ’مان پاڻ اڪيلو تہ ڪيڏانهن بہ اچي وڃي نٿو سگهان. جيڪي هتان وارا انڊيا ايندا آهن، اُنهن کي ٿورو گهمائيندو ڦيرائيندو آهيان. خريداري وغيره ۾ بہ سندن مدد ڪندو آهيان تہ ڊاڪٽرن وٽ بہ ڪين ولي ويندو آهيان. اهڙيءَ طرح سندس سونهپ ڪندو آهيان جنهن مان مونکي خوشي حاصل ٿيندي آهي. اُن ڳوٺ جي رئيس چيو ۽ منهنجي داعوت جهليو. مون چيس ۽ مان اڪيلو نہ هلندس، فلاڻا فلاڻا اديب بہ داعوت ڏيئي گهرايو. اهڙيءَ طرح اسين سڀ اُتي گڏجي داعوت ۾ وياسين.‘
’توهان ڀِٽ شاهہ جي ميلي تي بہ ويا هئا؟‘
’مون کي ولي ويا هئا. شاهہ لطيف لاءِ سڀني سنڌين کي عقيدت آهي.‘
’اُڏيري لعل تي بہ ويا؟‘
’اُتي بہ ولي ويا هئا. اُڏيرو لاءِ اسان جو اشٽ ديو آهي!‘
’اُتي توهان کي پترا ورهايا هئا؟‘
’پترا تہ ڪونہ ورهايا هئم. هڪ دوست گڏيو جنهنکي ڪونج جہ هڪ پرچو ڏنم.‘

’توهان وٽ ڪونج جا ڀيا پرچا آهن؟‘

’هتي ڪنهن وٽ هجن ته هجن، مون وٽ ته ڪونهن. اڳي پوسٽ رستي موڪليندو هوس، اڄ ڪالهه نٿو موڪليان، پوسٽ جا نرخ وڌي ويا آهن.‘

’مونکي هڪ به پرچو نموني طور هٿ ڪري ڏيندا؟‘

’ڪوشش ڪنديس، مليو ته ضرور پهچائي ويندس.‘

مون کان اصل ڳوٺ، تعليم، بمبئيءَ ۾ ڏنڊي وغيره بابت پڇيائين جنهن جي کيس صحيح معلومات ڏنم.

’توهين ريڊيو اِسٽيشن تي ڪيئن پهتا؟‘

’مان پاڻ ڪيئن پهچندس. گيٽ تي ته پاس ڏيڪارڻي پوندي آهي. مشاعرو هو، مخدوم صاحب وٺي ويو هو.‘

’توهان جام شورو به ته ويا هئا؟‘

’ادبي بورڊ جي ميٽنگ هئي، وڏو سائين به وڃي رهيو هو. مون کي به پاڻ سان گڏ وٺي ويا. جڏهن ميٽنگ شروع ٿي ته ڊرائيور کي چيائون ته ڪاڪي کي سنڌالاجي گهمائي اچ. مان سنڌالا جي گهمي آيس. مون کي ڏک اِن ڳالهه جو آهي ته منهنجو جهونو سنگتي غلام رباني آگرو، جيڪو ادبي بورڊ جي ميٽنگ ۾ شرڪت ڪرڻ آيو هو، مون سان اِئين گڏيو جڻ مونکي سڃاڻيندو ئي نه هو، حالانڪ مان هن سان ڀاڪر پائي سڪ سان گڏيو هوس .... عهدو ۽ ڪرسي ماڻهوءَ کان ديد ۽ لياقت کسيو وٺي!‘

آفيسر صرف هلڪو مشڪيو. فائيل تي نوٽ هڻي، فائيل بند ڪري رکي ڇڏيائين. پوءِ مرڪندي چيائين، ’پارٽ جي ڪنهن شخص توهان سان دشمني ڪئي آهي. اسين ريڊيو براڊ ڪاسٽنگ ٽيپ ڪندا آهيون.‘

مون به مرڪي چيو، ’هڪ ئي شخص آهي جيڪو نٿو چاهي ته مان سنڌ اچان ۽ هتان عزت پائي وڃان.‘

’اُن لاءِ توهين ڇا ڪندا؟‘

’نرلڄ ماڻهوءَ لاءِ ڪري ئي ڇا ٿو سگهجي؟ هن تي جيڪي لعنتون پونديون، اُهائي سزا ڪافي آهي!‘

اسين ساڻس هٿ ملائي اُٿياسين. هن شريف ماڻهوءَ اسانکي چانهه به پيئاري هئي ....

ادي گل خدا جو شڪر ادا ڪيو. پلاڻ خادم موٽي هالا ويو. هئي

ڏينهن جميل فون تي پڇيو، ’ڪاڪا، اُهو ڪهڙو ماڻهو آهي، اسان کي اُن جو نالو ته ٻڌايو؟‘

مون ورائي ڏنس، ’توهين هن جو نالو ڄاڻي ڇا ڪندا؟‘

’ڪاڪا، توهان پاڻ ڏسجو، اسين هن جي ڪهڙي ٿا حالت ڪريون!‘

مون کلندي چيو، ’قبلا، ڪنهن مئل کي مارڻ مان ڪهڙي فائدو؟‘

ڪا دير ماٺ رهي، هن موٽ ڏني، ’جيڪا توهان جي مرضي!‘

پارت اچي مون تصديق ڪرائي ته اُتم واقعي اِهو گهٽيا ڪم ڪيو هو .... مان چاهيان ها ته هوم منسٽريءَ ۾ شڪايت ڪري اُتم کي تڪليف ۾ وجهان ها ..... ليڪن اِن قدم کڻڻ سان وينا شرنگي مصيبت ۾ اچي وڃي ها جنهن اُتم کي اِها تقرير ڪرڻ ڏني هئي. هن جي نوڪري به خطري ۾ پئجي وڃي ها. ۽ مون اِهو نه ٿي چاهيو .....

اُتم جي حالت سچ پچ رحم جوڳي آهي. هو ٻلڙيءَ تان لهي ويو آهي. خبر ڪانه ٿي پويس ته سندس ڪلاري ڪهڙي رخ وڃي رهي آهي.

پيو ٿو ڏڏڙِ اُڏائي .... اسين به ڇٿون پل پيو اُڏائي!

مان ١٩٥١ع کان بمبئيءَ ۾ آهيان. بمبئي شهر ۽ سندس پسگردائيءَ کي نهايت ويجهائيءَ تان ڏٺو اٿم. اميري ۽ غريبي - ٻنهي جو مشاهدو ڪيو اٿم. پوش علائقو ۽ سِلم علائقو ڏسندي بمبئي بابت ڪيئي علامتون ذهن ۾ تري اينديون اٿم. جيئن، هڪ تصوير ۾ صرف وستر ٿي وستر آهن، ليڪن چهرا غائب آهن. ٻيءَ تصوير ۾ صرف چهرائي چهرا آهن، ليڪن وستر غائب آهن. يا، جي مونکي ڪير تصوير چٽڻ لاءِ چوي ته مان هڪ وڏي ڪئنواس تي ڪارو ڏامر هڻي، هڪ ڪنڊ ۾ پينٽ ۽ ٻيءَ ڪنڊُ ۾ لنگوٽ پئنٽ ڪريان .....!‘

جنهن وقت مون ادبي کيتر ۾ پرويش ڪيو هو ته ڪي به وڏيون اُميدون يا خوشفهميون ڪٺي ڪونه آيو هوس. مراد هئم ته ڪجهه سکان ۽ لکان. پوءِ ڏٺم ته جنهن ادبي کيتر کي چندن جي ڪاٺ جو وڻ سمجهيو هوم ۽ اُن وڻ جي خوشبوءِ طرف ڇڪجي ويو هوس، اُن تي ڪيئي نانگ ڇهتيل هئا. مون جڏهن به اُن وڻ جي ويجهو وڃڻ جي ڪوشش ڪئي ته اُنهن نانگن زهري ڦوڪون ڏنيون. آهي ڦوڪون تڏهن اچا به وڏي

ويئون جڏهن مون ادبي رسالو ڪونج ڪڍيو جيڪو هند ۽ سنڌ جي ادبي دنيا ۾ مقبول ٿي ويو. پوءِ ڪهاڻيون لکيم، ناول لکيم ۽ سنڌ جو سفرنامه لکيم ....

اهڙي زهريلي ماحول ۾ رهندي ساهتيه اڪادميءَ جو انعام حاصل ڪرڻ ائين هو ڄڻ مون نانگڻ جي ٻرن ۾ هٿ وجهي، 'نانگمڻي' حاصل ڪري ورتي هئي. اِها منهنجي ساهت ساڌنا جي سوڀ هئي. هڪ ئي سال ۾ ٽي ادبي انعام حاصل ڪرڻ، امرت ڦل مثل هو جيڪو مونکي هميشه تازو ۽ توانو رکندو ايندو ....

مان اُنهن ٿورن خوشنصيب اديبن مان آهيان جنهن وشو پرسڌ ليکڪن شاعرن، عالمن، دانشمندن ۽ قومي هيروز جي جنم آستانن، مزارن ۽ سماڌين جي ڏيارت ڪئي آهي.

مون ٽئگور جي شانتي نڪيتن جو پيرو ڪيو تہ شرت چندر جي ٽرافي پڻ کٽي اٿم. مون شاه لطيف جي ڀِٽ، سچل جا درازا ۽ ساميءَ جي چؤنڪيءَ جو ديدار بہ ڪيو اٿم. اُڏيرولعل تي سيس نوايو اٿم تہ شهيد بلاول جي درگاه تي سجدو پڻ ڪيو اٿم. هوشوءَ جي قبر، اي-اي قاضيءَ جي مزار ۽ دولهہدريا خان جي آخري آرام گاه تي عقيدن جا گل چاڙهيا اٿم. سنڌ جي آخري مهاراجا ڏاهر سين جي برهمڻ آباد جا کنڊهر ۽ پنج هزار سال پرائي سنڌو تهذيب جي عظمت — 'موهن جو دڙو' جي ياترا پڻ ڪئي اٿم.

منهنجي آتم ڪٿا منهنجو آتم ساکياتڪار آهي. اهو سلسلو، منهنجو آتم پريچيہ، منهنجي جنم کان شروع ٿي، عمر سان گڏ وڌندو، سنڌو ۽ گنگا جي سڀيتا کي اپنائيندو، عرب مهاساگر جي ڪنلي تائين اچي پهتو آهي، جتي شهري زندگيءَ سان، بمبئيءَ جي لائيف سان، دوبدو ٽڪرو پيو. هيءَ اُها شهري زندگي آهي جتي پنهنجي ڇهري کي هر روز قلعي ڪرڻ پوندو آهي. اهو سلسلو ٩٦ع تائين هلندو آيو آهي.

هن بعد منهنجو جيون ڪيئن گذرندو، ڇا ڪندس، ڇا لکندس، اُن جي پوري ڄاڻ ڪانہ اٿم. ليڪن منهنجو قلم رڪجي نہ ويو آهي. مان ذهني طور خالي نہ ٿيو آهيان. مان نِتِ پرجندو رهان ٿو ڇو تہ زندگي هڪ هنڌ بيهي ڪانہ رهي آهي. جيستائين زندگي روان آهي، مشهائد

جاري آهي، منهنجو قلم هلندو رهندو، نوٽ بوڪ ڀرجندا رهندا ....

٩٦ع تائين مون ڇا پاتو، ڇا وڃايو آهي، اُن جو پوتا ميل هن آتم ڪٿا ۾ درج آهي ـــ اُهو ڪٿي ميلاچ ڀريو آهي تہ ڪٿي کارو ۽ اُگرو پڻ ...

مونکي ١٩٩٥ع ۾ ٽي ادبي اِنعام مليا. 'خوددار' ڪهاڻين جي ڪتاب تي مهاراشٽر راڄيہ سنڌي ساهت اڪاڊمي‌ء جو، جيڪو مانيور منسٽر شري پرمود نولڪر پنهنجن شڀ هٿن سان ڏنو. ٻيو انعام 'ابو' تي دهلي‌ء جي هڪ ادبي سنسٿا رام ڪرشن جئہ ديال هارمني اوارڊ مدر ٽيرسيا هٿان مليو - دهلي ۾، ٽيون انعام، ليڪن لاءِ فخر جو باعث، ساهتيہ اڪاڊمي‌ء جو انعام، 'اڇهو' ناول تي مليو جيڪو اڪاڊمي‌ء جي پريزيڊنٽ شري يو. آر. اننت مورتي‌ء پنهنجن مبارڪن هٿن سان ڏنو - بئنگلور ۾. اِنهن ٽنهي اِنعامن ۾ نقد رقم کان سواءِ مومينٽو پڻ ڏنا ويا.

ساهتيہ اڪاڊمي‌ء جي انعامي جلسي ۾، ليڪن جي روبرو مونکي جڏهن تقرير ڪرڻ لاءِ چيو ويو تہ مون ڇپيل تقرير پڙهڻ کان اڳہ چيو: منهنجي ماتر ڀاشا سنڌي آهي. مان پنهنجي ڀاشا ۾ ئي لکندو پڙهندو آهيان. منهنجو انعامي ناول بہ سنڌي‌ء ۾ ئي لکيل آهي. هندي اسان جي راشٽر ڀاشا آهي. اُها مان ڳالهائڻ - پڙهڻ ڄاڻان ٿو. ڀارت جون ٻيون ڀاشائون منهنجون سوٽيون ماسائون آهن جن سان مان ناتو نباهيندو آهيان. گجراتي، مراٺي ۽ اُردو منهنجي ويجهو آهن تہ اُهي ڪڏهن ڪڏهن مون وٽ اچي ٽڪنديون آهن. باقي وديشي ٻولين سان منهنجو ڪو بہ سنبنڌ ڪونهي.

مون جيڪا تقرير پڙهي اُن کي سنڌي‌ء ۾ نالو ڏنو هوم ؛ روبرو. ليڪن مون اُها هندي‌ء ۾ پڙهي جنهنجو تمام سٺو اثر ٿيو. ڇو تہ تقرير ڪرڻ بعد، اِسٽيج تہ ويٺلن مان ڪن ۽ چانهہ وقت ڪيترن داد ڏنو.

ليڪن مون کي اِنهن اِنعامن کان بہ وڌو هڪ ٻيو انعام مليو جنهنجي ڪلپنا ڪرڻ سان ئي سواسن ۾ سرهاڻ ڀرجي ٿي وڃي.

بابا جي ديهانت بعد مون پنهنجي ڏاڙهي نہ لاٿي هئي. سوچيو هوم ڏک جا ڏهاڙا گذرن تہ پوءِ لهرائيندس. هڪ ڏينهن منهنجي پوٽي‌ء رچنا رڙ ڪئي ؛ بابا! مان وانڙو ٿي سندس منهن تڪڻ لڳس. سوچيم اڄ اُمالڪ پوٽي‌ء کي پڙڏاڏو ياد آيو آهي .....! منهنجي سامهون اچي چيائين

۽ ڏٺي، ڏاڙهيءَ ۾ توهان بابا وانگر پيا لڳو! مان آئيني جي سامهون وڃي بيلس ۽ غور سان پنهنجو چهرو ڏسڻ لڳس. واقعي! ڏاڙهيءَ سان منهنجو منهن – مهانڊو بابا سان مِليو – جُهليو ٿي .....! سوچ ۾ پئجي ويس. پوءِ مشڪندي، پوٽيءَ ڏانهن نهاريندي چيم ۽ تنهنجيءَ نظر کي داد ڏو ڏيان! اڄ کان پوءِ مان ڏاڙهي نہ لهرائيندس ۽ پنهنجي چهري ۾، پنهنجي پيءُ کي زنده رکندس!

ڏاڙهي رکائڻ ۾ ئي فائدا ٿيا. پهريون ۽ اڇا داغ ڍڪجي ويا. ٻيو ۽ ڏاڙهيءَ پوٽيتان بابا ليکو پائڻ لڳو. ۽ ٽيون ۽ ٽئي 'ادبي انعام' ڏاڙهي رکائڻ بعد مليا .....!

ڏاڙهي وڌائڻ تان هڪ ٻي ڳالهہ بہ ياد اچي ٿي. ڏهہ سال اڳ، ۱۹۸۶ع ۾، جڏهن ڪوشليا پرلوڪ پڌاري تہ ڏک وچان مون ٻارهن ڏينهن ڏاڙهي نہ ڪوڙي. وار تہ اڳ ئي اڇا هئا، اڇي ڏاڙهيءَ سان بلڪل بزرگ پئي لڳس.

اُنهن ئي ڏينهن بمبئيءَ ۾ پاڪستاني ويزا آفيس کلي. دل اُڇل ڏني تہ مان بہ ويزا فارم ڀريان. فارم ڀرائي، پاسپورٽ کڻي، صبح جو سويل وڃي لائين ۾ بيلس. ڏهين بجي دفتر جو گيٽ کليو تہ پوليس جي هوندي، منهنجي اڳيان، قطار ۾، ڪيئي ماڻهو گهسي بيلا. ماڻهن گهٽوئي پئي چاليو پر ٻڌڻ وارا سڀ ٻوڙا هئا.

جڏهن منهنجو وارو آيو تہ ڪلارڪ منهنجو نالو پڙهي، شوخ آواز ۾ پڇيو، 'تون پاڪستان ڇو ٿو وڃڻ چاهين؟'

مون لهر سان وراڻي ڏنس، 'سنڌ منهنجو وطن آهي، مان اُن جي سر زمين تي سجدو ڪرڻ ٿو چاهيان، جتي ۷۲ جائو آهيان!'

هو سرخ اکين سان منهنجو منهن تڪڻ لڳو. مون وارو ويزا فارم ۽ پاسپورٽ پنهنجي آفيسر اڳيان رکندي چيائين، 'سر، هيءُ هندو آهي، پاڪستان وڃڻ ٿو چاهي.'

اُن آفيسر شايد منهنجي ڳالهہ ٻڌي ورتي هئي. اڇي ڏاڙهي، اڇا وار ۽ اُداس چهرو ڏسي چيائين، 'هندو آهي تہ ڇا ٿي پيو. ڇا هندوءَ کي پنهنجي وطن جي سار نٿي ٿي سگهي؟'

مونکي ياد آيو، مون ڪٿي پڙهيو هو تہ هڪ مهاجر جڏهن ويزا وٺي وطن وريو هو تہ پنهنجي پوکيل وڻن سان ڀاڪر پائي روئڻ لڳو هو.

مونکي خاطري ٿي ويئي تہ هيءَ آفيسر پڪ ئي پڪ مهاجر هو ۽ ڪيس وطن جي وڇوڙي جي درد جي ڄاڻ هئي. مون سندس همدرداڻو رخ ڏسي، التجا ڪندي چيو، '١٩٤٦ع بعد مون پنهنجي وطن جا وڻ ۽ وڻڪار ڪين ڏٺا آهن. مهرباني ڪري زندگيءَ جي پوئين پهر ۾ مونکي منهنجو وطن ڏسڻ ڏيو، پنهوارن کي پسڻ ڏيوا'

هن نيڪدل اِنسان ويزا فارم تي ٺپو هڻي، صحيح ڪندي چيو، 'شام جو پنجين بجي تائين ويزا ۽ پاسپورٽ وٺي وڃجو ...!'

اهڙيءَ طرح ڏاڙهيءَ بدولت مونکي سنڌ وڃڻ جو پروانو حاصل ٿيو ...

۽ آخر ۾، اِنهن سڀني کان وڏو هڪ ٻيو انعام حاصل ٿيو، جيڪو انعام، منهنجي زندگيءَ جي اهم حاصلات، منهنجي هن آتم ڪٿا جي جان آهي، ايسنس آهي، منهنجي هن آتم ڪٿا جي 'دي ائنڊ' آهي.

مون اُن حاصلات کي نالو ڏنو آهي — آخري پنا، جيڪو منهنجي هن آتم ڪٿا جو عنوان پڻ آهي ...

# باب پنجون

## آخري پنا ........

مڏو، منهنجي نندپڻ جي سکا، منهنجي پريسي، جيڪا اڄ صدي اڳ، ١٩٤٥ع ۾ شادي ڪري مون کان الڳ ٿي ويئي هئي، جنهن کي مون زندگيءَ جي ڪنهن به موڙ تي، هڪ ڏينهن لاءِ به نه وساريو هو، جنهن تي ئي چار ڪهاڻيون پڻ لکيون هئم، اُن مڏوءَ کي پنجاهه سالن بعد ڳولهي لڌو هو ...!

پريم جو ناتو سرير سان نه، آتما سان ٿيندو آهي. اُن جو عمر سان به واسطو نه هوندو آهي. ديهه ناسونت آهي. ڪن پنگر آهي. عمر وڌڻ سان ديهه ۾ پيار لوڪ بڻجي ويندو آهي، رک بڻجي ويندو آهي. اگر پريم سچو آهي، اُن جو سفر ديهه بجاءِ آتما طرف آهي ته اُن رک هيٺان ضرور چڻنگ دبيل رهجي وڃي ٿي جيڪا ڪڏهن به پڙڪو کائي سگهي ٿي. منهنجو پريم رک نه ٿيو هو. اُن رک هيٺان پريم جي چڻنگ هميشه دکندي رهي هئي ...

دل هڪ دفعو ڏبي آهي. اِها ڳالهه استرين سان لاڳو هوندي آهي. هو هڪ دفعو دل ڏينديون آهن ته اُن سان توڙ تائين نباهينديون آهن. پوءِ بلاشڪ ته سرير جو مالڪ ڪو ٻيو ئي بڻجي ويو هجي! منهنجي حق ۾ ليڪن اُلٽي ڳالهه هئي. مون پنهنجي دل، ڪشور اوسٽا ۾ ئي، هڪ دفعوئي، مڏوءَ کي ڏني هئي ۽ منهنجي سرير جا حق واسطا ڪوشليا وٽ محفوظ هئا. مون کي مڏوءَ بابت ڄاڻ ڪانه هئي ته مان ڪيس ياد به هوس يا نه ... ليڪن مون مڏوءَ بابت پوري ڄاڻ رکي هئي، رکندو آيو هوس ...

جيئن ئي ساهتيه اڪادميءَ جي انعام جي پڌرائي ٿي، مان گنگا ۾ ٽٻي ڏيڻ هردوار هليو ويس. جڏهن دهليءَ آيس ته سوچيم، جيئن ته مان پنهنجي آتم ڪهاڻي لکي رهيو آهيان ته ڇو نه اُن جي پڇاڙيءَ ۾ مڏوءَ کي به شامل ڪريان. جيڪڏهن اُها انت ۾ نه هوندي ته آتم

ڪٿا اڌوري رهجي ويندي. اِن لاءِ هن سان ملڻ ضروري هو پوءِ پل تہ هن جو منهنجي باري ۾ ڪهڙو بہ ويچار هجي، مان ڪيس ياد هجان چاهي نہ هجان ...!

مون ڪوشش ڪري هن جي ائڊريس هٿ ڪئي. اُن پتي تي پهتس تہ خبر پيئي سندس پتي بيمار هو ۽ هڪ نويڪلي فليٽ ۾ آرام ڪري رهيو هو جتي سندس پتني مڌو بہ ساڻ هئي. مون سوچيو مان هُئي ڪم ڪندس. مڌوءَ سان بہ گڏبس ۽ سندس پتيءَ ڪان صحت بابت پڇ پڇي ايندس. مون وٽ سندس نئي فليٽ جي ائڊريس ۽ فون نمبر موجود هو. مون اُهو فون نمبر پڪيءَ طرح ياد ڪري ڇڏيو. پهرين سوچيم ڪيس فون ڪو ڪريان، پر پوءِ فون ڪرڻ جو خيال لاهي ڇڏيم.

پني تي جيڪا ائڊريس لکيل هئي، اُها جاءِ، جتي مان رهيل هوس، اُن کان گهڻو پري نہ هئي. دل ۾ چيم سڀاڻي صبوح جو اِن پتي تي پهچي، مڌوءَ سان ملي، پنجاه سالن ڪان سانديل آس پوري ڪري، مڪت ٿي ايندس. جنهنجي يادن سان جڪڙيل هوس، اُن مان آزاد ٿي ايندس ...!

اها رات مون الائي ڪيئن گذاري ...

صبح جو جڏهن وڃڻ جون تياريون ڪرڻ لڳس تہ هيري نڪر چيو، 'مان گڏجي هلانءِ؟'

مون چيو، 'نہ، اُتي مونکي اڪيلو وڃڻ ڏي. جيئن سسئيءَ پنهون لاءِ جبل ۽ برپٽ جهاڳيا هئا، مون کي دهليءَ جون سڙڪون ماپڻ ڏي، خاڪ ڇاڻڻ ڏي ... مونکي پنهنجو پرين پاڻ ڳولهڻ ڏي!'

مون گهر پهچي جڏهن هيري نڪر ۽ گهر وارن کي حقيقت کان واقف ڪيو هو تہ سڀ کليا هئا، هو سڀ پيريءَ ۾ هڪ عاشق کي ديوانو ٿيندو ڏسي رهيا هئا ...

پوڄا نيرن تي مالپڙا ٺاهي کڻي آئي. چي، پاپو منهن ملو ڪري پوءِ وڃو ...!

مان منهن ملو ڪري، ڌڙڪندڙ دل سان روانو ٿيس، پنهنجي وڇڙيل پريتما مڌوءَ سان ملڻ، پورن پنجاه سالن بعد، سندس ئي گهر ...

اُن ملاقات جا مون جيڪي تاثرات لکيا — 'آخري پنا' عنوان سان، اُهي، هتي هوبهو پيش ڪو ڪريان :—

من ـ ساگر منٿن سان امرت ۽ وش، ٻئي ظهور ۾ ايندا آهن. اِهي ٻئي انساني من جون پرسٽتيون آهن، پروِرتيون آهن، جن سان ليکڪ کي پڻ منهان منهن ٿيڻو پوي ٿو، جوجهڻو پوي ٿو ۽ پنهنجين رچنائن ۾ اُنهن جو اِظهار ڪرڻو پوي ٿو.

ليکڪ کي ٻن ٻين پروِرتين سان بہ دوبدو ٿيڻو پوي ٿو. هڪ آهي پريم پروِرتي ۽ ٻي آهي رودر پروِرتي. پريم وس هو رومانوي ڀاونائن کي اِظهاري ٿو ۽ رودر موڊ ۾ ڪاوڙ جو اظهار ڪري ٿو. اِهي ٻئي وشو وياپي پروِرتيون آهن جن تي ساهتڪار ڪلڪراني ڪندا آيا آهن.

مان هن وقت پريم پروِرتيءَ جي اثر هيٺ آهيان. اڄ مان اڌ صدي گذرڻ بعد پنهنجيءَ پريمڪا سان ملي آيو آهيان. ملڻ بعد، گهڻائڻ وقت، هن جو مرم وچان ڪجهہ نہ ڪڇڻ، منهن جهڪائي صرف ٻڌندو ۽ مشڪندو رهڻ، منهنجي ذهني ڪئنواس تي لئنڊاسڪيپ جيان چِٽجي ويو آهي.

اڄ مان بيحد جالي موڊ ۾ آهيان. پنجاه سالن کان جنهنجي ياد کي سيني اندر سانڍيندو آيو آهيان، ملڻ چاهيندي بہ ملڻ کان هٻڪندو رهيو آهيان، ڪنهن ووِاهتا ناريءَ سان، ڪنهن پر پُرش جو ملڻ سهائيندو ناهي، جڏهن تہ اُهو سندس پريمي آهي، اِهو سوچي اڳتي وڌڻ کان هڇڪندو رهيو هوس، ليڪن اڄ همٿ ڪري، مان ساڻس گڏجي آيو آهيان.

اُهو سمورو وقت هن صرف ٻڌيو ۽ مشڪيو ويلي ۽ مون هن جي چهري ۾ نهاريو ويلي ....

’ڊورو تيز هل!‘ مون سائيڪل رڪشا واري کي چيو.

’تيز تہ هلان پيو صاحب!‘

’اچا ڊورو تيز نٿو هلي سگهين؟ مان توکي دل گهريو دام ڏيندس!‘

سائيڪل رڪشا اچا تيز هلڻ لڳي.

’ترس!‘ مون رڙ ڪئي.

رڪشا هلائيندڙ اوچتو بريڪ ڏيئي رڪشا بيهاري ڇڏي.

’پهرين هنن ٻارن ۽ سندن ماءُ کي رستو ڪراس ڪرڻ ڏي!‘

’توهان تہ مونکي ڊيڄاري ڇڏيو هو. مان سندن پاسي کان لنگهي وڃان ها ...‘

’تہ بہ سنڀال ڪرڻ ضروري هئي.‘

سائيڪل رڪشا ساڳيءَ رفتار سان هلڻ لڳي.

’توکي اُن سوسائٽيءَ جو پتو آهي نہ؟‘

’مان اُن ئي علائقي جو آهيان. ڪيترا دفعا اُتان لنگھيو آهيان. ڪيترا دفعا سواريون اُتي ڪٽي ويو آهيان. توهان ڪو فڪر نہ ڪريو.‘

’بلڊنگ سلي آهي؟‘

’هڪ بلڊنگ ناهي. ڪمپائونڊ اندر ڪيئي بلڊنگون آهن.‘

مان ائڊريس وارو پنو ڪڍي پڙهان ٿو : بلڊنگ نمبر ٨، فليٽ نمبر ٣، پهريون ماڙ و ...

’تو هيءَ بلڊنگ ڏٺي آهي؟‘

’سوسائٽيءَ جي ڪمپائونڊ اندر اسان کي وڃڻ جي اِجازت ڪانهي. ڦاٽڪ وٽ سڪيورٽيءَ وارا بيٺا هوندا آهن. اُهي توهان کان بہ پڇندا، پوءِ اندر وڃڻ ڏيندا.‘

مان سوچڻ لڳس مون کان اگر هو پڇندا تہ مان هنن جو ڪير لڳندو آهيان تہ مان ڪين ڪهڙو جواب ڏيندس؟ — مان، ڪين جواب ڏيندس تہ مان هنن جو متر آهيان، شڀ چنتڪ آهيان، بمبئيءَ مان ساڻن ملڻ لاءِ آيو آهيان! ڪين ائڊريس وارو پنو بہ ڏيکاريندس ...

ائڊريس وارو پنو هٿ ۾ جهلي مان اطمينان سان ويهي رهيس. سائيڪل رڪشا هلندي رهي ۽ مان سرد هوا سان مقابلو ڪندو رهيس. ڪنن مٿان مفلر ويڙهي ڇڏيم. سردي وڌي ويئي هئي. رڪشا واري کان پڇيم، ’اڃا گھڻو پري آهي؟‘

’بس، اچي پهتا آهيون. هيءُ رستو، جنهن تان اسين هلي رهيا آهيون، جتي پورو ٿيندو، اُن جي ڏائي طرف اُها سوسائٽي آهي.‘

مان هيري ٺڪر جي گهر رهيل هوس. سندس گهر پيتم پُرا ۾ آهي. ائڊريس پڙهي هيري چيو، ’هيءُ پتو تہ پرم ابيچنداڻي جي ڪالونيءَ جو آهي! تو پرم جو گهر تہ ڏٺو آهي نہ؟‘

’اُهو رات جو سمو هو جڏهن توسان گڏجي هليو هوس. هينئر مان سندس گهر ڳولهي نہ سگهندس.‘

’تہ پوءِ مان ٿو گڏجي هلانءِ.‘

’نہ هيرا، مان اُتي اڪيلو ويندس. مان پنجاهہ سالن بعد هن جي

سامهون وڃي رهيو آهيان. مان اڪيلوئي اُن اسٽيءَ کي پوڳڻ ۽ ماڻڻ چاهيان ٿو!'

هيري لڪر پياري مرڪ مرڪندي چيو، 'تہ پوءِ منهنجون شڀ ڪامنائون قبول ڪرا'

'ٿئنڪيو ...!' مون مرڪي وراڻيو.

'پاڻو، منهن ملو ڪري وڃجو.' پوڃا لڪر رنڊٽي مان ياد ڏياريو.

سائيڪل رڪشا هڪ وڏي ڦاٽڪ ٻاهران اچي بيٺي. رڪشا ڊرائيور هيٺ لهي چيو، 'توهان جي منزل اچي ويئي صاحب!'

منهنجي منزل ...؟ من ۾ چيم ؛ ڪڏهن تہ منزل جي ويجهو پهچي بہ نہ پهچي سگهبو آهي ... رهجي وڃبو آهي ... جيئن مان رهجي ويو هوس ...!

مان رڪشا مان هيٺ لهي بهي رهيس.

'اڊريس پڙهي پڪ ڪريو، توهان کي هتي ئي اچڻو هو نہ؟'

'ها، مونکي هتي ئي اچڻو هو. مان صحيح جاءِ تي پهچي ويو آهيان.' من ۾ چيم ؛ ڇا ٿي پيو جي هن جاءِ تائين پهچڻ ۾ مونکي وڏو عرصو - پنجاهہ سال لڳو آهي.

'واپس هلندا يا مونکي هتي ئي ڇڏيو ٿا؟'

'تون هتي ترسين تہ مان توسان گڏجي واپس هلندس، جتان تون وٺي آيو هئين.'

'ٺيڪ آهي. مان هتي ئي ترسان ٿو. پر ٿورو جلدي اچجو نہ تہ سوسائٽيءَ جو چوڪيدار حيران ڪندو.'

مان ڦاٽڪ ٽپي اندر داخل ٿيس. خاڪي وردي پيل واچمئن پڇيو، 'ڪنهن وٽ وڃڻو اٿو؟'

مون هٿ وارو پنو ڏانهنس وڌايو.

اڊريس پڙهي، سامهون نهاري چيائين، 'هوءَ جيڪا سامهون بلڊنگ ڏسو ٿا، اُها ستون نمبر آهي. اٺون نمبر اُن جي پليان آهي. پهرين ماڙي تي سندن فليٽ آهي. پر وڃڻ کان پهرين رجسٽر ۾ پنهنجو نالو ۽ پتو نوٽ ڪري وڃو.' بال پين ڏيئي، هن ڪائونٽر تي رکيل رجسٽر طرف اِشارو ڪيو.

مون پنهنجي بال پين ڪڍي رجسٽر ۾ نالو ۽ پتو نوٽ ڪيو. ائڊريس وارو پنو وٺي مان سامهون اڳتي وڌيس.

ڪمپائونڊر اندر، هرهڪ بلڊنگ جي اڳيان سائي چهر ۽ سياري جا موسمي گل ٽڙيل هئا. صبوح جي پهر سبب چهر کي پاڻي ڏنو ويو هو جنهن مان ٿورو پاڻي ٻاهرين راهداريءَ تي وهي آيو هو.

مان اُنهن جهومندڙ گلن طرف نهاريندو، سلوار جي پائنچن کي گپ چڪ کان بچائيندو، اڳتي وڌندو ويس.

ننڍي هوندي ڪئنال ۽ گنگا ۾ غوطا کاڌا هئم. هينئر به غوطا کائي رهيو هوس، سُڪيءَ تي! وڃان نه وڃان، دل من هڻندو، اڳتي وِکَ وڌائيندو پئي ويس. مونجهارن جي ڪُنَ ۾ ڦيرائيون پئي کاڌم. نه سڃاتائين تہ؟ مان سائس ڇو ۽ ڪهڙيءَ مراد سان ملڻ آيو هوس، ڄاڻڻ چاهي تہ؟ مان ڇا سندس ڪنهن به سوال جو جواب ڏيئي سگهندس؟ مان ڇا اهڙيءَ اِسٿتيءَ ۾ هوس جو بنا ڪنهن اُلڪي چئي سگهان تہ مان اچا تائين ڪيس چاهيان ٿو ... ياد ڪريان ٿو ... هيتري عرصي گذرڻ بعد به مون ڪيس نه وساريو هو ...! هر پل، هر گهڙيءَ ياد ڪيو هو ...! هوءَ منهنجو پهريون ۽ پويون پيار هو ...! پر هوءَ يقين ڪندي؟ مورک سمجهي من ئي من ئي من ٺٺولي نہ ڪندي؟

مان اِنهن سوالن ۽ انديشن جا ڏک سهندو، سهسائيندو، اڳتي وڌندو رهيس ... ستون نمبر بلڊنگ اورانگهي، اٺون نمبر بلڊنگ جي مهڙ وٽ پهچي بيهي رهيس.

سامهون ڏاڪڻ هئي. مون کي صرف هڪ ئي فلور مٿي چڙهڻو هو. پهرين ماڙي تي ئي اُهو فليٽ هو جنهنجي دروازي تي دستڪ ڏيڻ جو ساهس ڪٺو ڪندو آيو هوس ...

پهرين ماڙي تي پهچي بيهي رهيس. آمهون سامهون به فليٽ هئا. مون وارو گهربل فليٽ کاٻي طرف هو. فليٽ جي ٻاهران نمبر لڳل هو. هٿ وڌائي، ڪال بيل جو بٽڻ دٻائي، مان ٿورو پريان هٽي بيلس. منٽ کن جي انترال بعد دروازو کليو. دروازي تي ٻارهن تيرهن سالن جو هڪ ڇوڪرو بيلو هو.

’صاحب گهر ۾ آهي؟‘ مون ڇوڪري طرف نهاري پڇيو.

'توهين ڪير آهيو؟' ڇوڪري بيلي بيلي پڇيو.

'مان هردوار مان آيو آهيان. صاحب بيمار آهي، مان ڪائنس حال چال پڇڻ آيو آهيان.'

ڇوڪري کي اطمينان ٿي ويو. دروازي تان هٽي، مونکي اندر اچڻ ڏنائين. دروازو بند ڪري هو اڳيان وڌيو. مان سندس پويان هلڻ لڳس. هو مونکي هڪ ڪمري ۾ وٺي ويو جنهن ۾ بسترو پٽ تي وڇايل هو، اُن تي هڪ شخص چادر اوڙهي سمهيو پيو هو. اُهو شايد مدوءَ جو پتي هو. مون ڪيس اڳ، ڪڏهن نہ ڏٺو هو. مان اُن ڪمري ۾ هڪ منٽ مس ترسيس. ڇوڪري طرف نهاري چيم، 'صاحب جي پتني مدو ڪٿي آهي؟'

'پاپي؟ اُها سنان جاءِ ۾ آهي.'

'ٺيڪ آهي. جيستائين هوءَ اچي، مان ڊرائنگ روم ۾ سندس انتظار ڪريان ٿو.'

ڇوڪري مونکي ڊرائنگ روم ۾ هلي ويهاريو.

'ڇانهه لاهي ڪٿي اچان؟' ڇوڪري فضيلت سان پڇيو.

'تنهنجي پاپي اچي پوءِ ...'

سنان جاءِ مان زنانو آواز آيو، 'هنا، ڪير آهي؟'

ڇوڪري اُتان ئي وراڻيو،'هردوار مان ڪو صاحب بابوجيءَ لاءِ پڇڻ آيو آهي.'

'چڱو، ويهارينس، مان اچي ٿي.'

ساڳيو آواز وري ٻڌم. ڪافي عرصي بعد اُهو آواز ٻڌو هوم. مان اُن آوازي ڇهري کي ساڪيات ڏسڻ لاءِ بيتاب هوس. اُن ڇهري لاءِ سوچيندي سوچيندي، غوطا کائيندي کائيندي، مس وڃي ڪنارو نظر آيو هو ... درياهہ ۾ ڪُنن جا کڙڪات ٻڌندي، بچندي، هُن پر ڪان هِن پر اچي پهتو هوس ... وچ ۾ ڪيترو نہ پاڻي وهي ويو هو؟ ... ڪيترو نہ چاليو هوم : تون ڪٿي آهين، تون ڪٿي آهين مدو؛ تو تائين منهنجي دل جي صدا چو نٿي پهچي؟ مان وچ سير مان ترندو ترندو تو تائين پهتو آهيان ... تون منهنجي سامهون اچ، مدو، تون منهنجي سامهون اچ ... مونکي پنهنجو مکڙو پساءِ ... مونکي وڌيڪ بي تاب نہ ڪر ... مونکي مکتي ڏي ... پنجاهہ سالن جي پوڳنا کان ڇوٽڪارو ڏي ... نہ، مدو، تنهنجي ۽ منهنجي عمر ڪا معنيٰ نٿي رکي ... بلاشڪ تہ تون هن وقت پنجاهہ جي آهين چو

تہ مان ستھٹ جو آھيان ۽ تون مونکان ہہ سال ننڍي ھئينءَ ... ليڪن مون پنھنجي ذھن ۾، من ۾، تنھنجي ۽ منھنجي عمر جو انگ لکيو ئي نہ آھي ... انگن کان منھنجي سليٽ خالي آھي ... منھنجي ليکي، اسان جي عمر اوتري ئي آھي جنھن عمر ۾ اسين ھڪ ٻئي کان جدا ٿيا ھئاسين ... تون پنڌرنهن ڏيڍن واري آھين تہ مان ٻہ تو وانگر ٽيہر وارو آھيان ... پوءِ بہ تو طرف منھنجي پريم جي گرمائش گھٽ نہ ٿي آھي ... اُھا ھميشه دکندڙ ڪاٺيءَ جيان دکندي، دونھون ڪيندي رھي آھي ... اُن ڪڏھن بہ پنيت جو روپ نہ ورتو ... پنيت ٻڻجي ھا تہ مان گھڻو اڳ اُن اگنيءَ ۾ جلي خاڪ ٿي ويو ھجان ھا ...! اُن بجاءِ، تو طرف منھنجو پيار جھيڻي باھ ۾ تپندو، گرم ٿيندو، ڪندن ٻڻجندو رھيو آھي ... منھنجو پريم سرير کان آتما طرف سفر ڪندو رھيو آھي ... اُھو پريم منھنجي جيءَ کي جلائڻ بجاءِ، جرڪائيندو رھيو آھي ... روشني بخشيندو رھيو آھي ...!

تون، مڌو، اِھو سچ ڄاڻج تہ تنھنجي پيار ۾ مون کنھنکي بہ حسيدار نہ ٻڻايو آھي. اُھو صرف تو لاءِ ھو، تو لاءِ آھي، تو لاءِ ئي رھندو ... تو ھڪ لھر ٻڻجي منھنجي جيون ۾ پرويش ڪيو ھو ۽ مون اُن لھر کي پنھنجي وجود ۾ سمائي ڇڏيو ھو ... اُن لھر سان گڏ پاڻ کي لوڙھي ڇڏيو ھوم ...!

تو، ھا مڌو، "تو، تو ھرمَ ۽ حياءَ وچان پنھنجي مکہ مان ھڪ بہ اکر نہ اُچاريو ھو، صرف مونکي ہڏو ھو، ۽ مون، تنھنجي اُن ڪجھہ بہ نہ چوڻ ۾، سڀ ڪجھہ ہڏي ورتو ھو. جڏھن مون دروازي طرف رخ ڪيو ھو تہ تو اُمالڪ پڪڪيو ھو ؛ اُن بعد مان وري ڪڏھن ھردوار ڪانہ ويس ...!!

دروازي تائين پھچي، تنھنجو ٻڪڪي ۾ چيل جملو ہڏي، سچ تہ مڌو، مان ڏنيہ ٿي ويو ھوس ... منھنجو سينو ڦونڊجي ويو ھو ... مونکي تو طرف نھارڻ جي ضرورت ڪانہ پيئي ھئي ... اُھو جملو منھنجي حياتيءَ جي پونجي ٿي رھندو ... اُھو منھنجي زندگيءَ جو، ھن آتم ڪٿا جو، 'آخري پنو' ھوندو ...!

۽ پوءِ مون ھيءَ ڪويتا لکي :

تون سُکي آهين،
سُکي رهج.
منهنجو چاهي
منهنجو وقت
لوکل ۾
بسِ ۾
ٽئڪسيءَ ۾
سفر ڪندي
پنڌ ڪندي
ڪنهن پيو
ڪنهن ويندو —
باقي سفر ئي ڪيترو ...!

۽ مڏو،
مان توکي هميشه
اُپ نالي سان ئي پڪاريندس
ياد ڪندس؛
تنهنجو نالو —
سچو نالو
ڪڏهن نہ اُچاريندس
لکندس —
ڪهاڻيءَ ۾
ناول ۾
خواه جيونيءَ ۾ ...!

منهنجي آتم ڪهاڻيءَ جا 'آخري پنا' — ١٢-١٢-١٩٩٦

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ”اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪانءُ، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجھَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَر جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‎ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)